# جمالِ حبيب صلى الله عليه وسلم

مصنف

فقير محمد اسماعيل ٺٺوي



سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو/ حيدرآباد سنڌ
١٤١٨هـ

نئين ڇاپي جو پهريون ايڊيشن -١٤٠٥هه/ ١٩٨٥ع - تعداد ١٠٠٠
نئين ڇاپي جو ٻيو ايڊيشن -١٤١٨هه/ ١٩٩٨ع - تعداد ١٠٠٠

قيمت: پنجاھ روپيه
[Price: Rs.50 -00]

ملڻ جو هنڌ:

سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال،
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ.

---

هيءَ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ۾ حاجي يٽي ڪمپيوٽر آپريٽر ڪمپوز ڪيو، سيد سڪندر علي شاهه مئنيجر پرنٽنگ پريس ڇپيوءِ جناب غلام رباني آگرو اعزازي سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

## باب ٽيون



## باب چوٿون



## باب پنجون



## باب ڇهون



## باب ستون

باب اٺون



باب نائون



باب ڏهون

باب يارهون



باب ٻارهون

باب تيرهون



باب چوڏهون



باب پندرهون



باب سورهون

بِسمِ الله الرحمن الرحیم

(وما ارسلناک اِلا رحمة للعالمین)

# جمال حبیب

صلی الله علیه وسلم



لَآ اِلٰہَ اِلَّا اللّٰہُ

مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰہِ



بَلَغَ الْعُلٰی بِکَمَالِہٖ

کَشَفَ الدُّجٰی بِجَمَالِہٖ

حَسُنَتْ جَمِیْعُ خِصَالِہٖ

صَلُّوْا عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ

(شیخ سعدی شیرازی رحمۃ اللہ علیہ)

# تصديق

بعد حمد و ثناءَ الله جل جلاله جي ۽ صلواتون ۽ سلام نبي ڪريم ﷺ ۽ سندن آل اولاد ۽ اصحاب ڪرام تي. اما بعد هيءُ ڪتاب جمالِ حبيب ﷺ، فقير ميان محمّد اسماعيل نقشبندي ٺٽويءَ تصنيف ڪرڻ بعد مزيد دل جَمعيءَ لاءِ اسان کي پيش ڪيو. حالانڪ مصنف موصوف هن ڪتاب کي وڏي جدوجهد ۽ ڪوشش ڪري نهايت مستند حوالن سان مڪمل ڪيو آهي. هن کان اڳ ۾ بہ فقير موصوف ديني خدمت کاڻ ڪيترائي صحيح ڪتاب لکي، سنڌي مسلمانن جي ديني چاڻ لاءِ مفت پيش ڪري چڪو آهي. اهڙا جواهر پارا وڏي محنت ۽ ڪوشش بعد تيار ڪري پنهنجي محنت کي قربان ڪرڻ هڪ وڏي ڳالهہ آهي. هيءُ ڪتاب اڳيئي هڪ گلستان آهي، مگر هن ۾ درود شريف جو بيان ۽ فقير جا پنهنجا بيت ڪتاب ۾ چار چَنڊ لڳايو بيٺا آهن.

اميد ٿي ڪجي تہ قارئين ڪرام سندس ديني خدمت مان پورو پورو فيض حاصل ڪنداءِ سندس ديني محبت واري جذبي جو پورو قدر ڪندا. الله تعاليٰ سندس نيڪ عمل کي مستجاب فرمائي. آمين ثم آمين.

بنده

**مولانا مولوي عبدالرحمان**

**ولد**

**مولوي حاجي فتح علي جتوئي**

مُقرر ۽ پيش امام، جامع مسجد شريف، چوهڙ جمالي،

تعلقہ شاهبندر، ضلع ٺٽو، سنڌ.

## بِسمِ اللہ الرحمٰن الرحیم

## نعت شريف

ٿل – اڄ آيو مدينيءَ ۾، اڪين ٺار محمد ﷺ،
الله جو محبوب ۽ مختيار محمد ﷺ!

(١) ڏس حضرت ايوب رح جي قسمت جو ستارو،
مهمان سندن آهي ٿيو مهندار محمد ﷺ!

(٢) جنهن لاءِ سڄيءَ خلق کي خالق ڪيو پيدا،
سو رحمت هر دو جهان منٺار محمد ﷺ!

(٣) هئي دوست ۽ دشمن لئي دعا جنهن جي لبن تي،
محشر ۾ سو اُمت سندو آڌار محمد ﷺ!

(٤) هيءُ ساهه سندم سيد ابرار تان صدقي،
هڪ ڀيرو ڪرائي خدا ديدار محمد ﷺ!

(٥) سهڻن کان گهڻو سونهن ۾، يوسف کان سونهارو،
سڀني کان پيارو سندم سردار محمد ﷺ!

(٦) الله ڪري معاف مون "خاطيءَ" جون خطائون،
اڪثرين سان پسائي خدا دربار محمد ﷺ!

**فقير محمد اسماعيل ٺٽوي**

# مصنف جي طرفان اپيل

مان فقير حاجي محمد اسماعيل نقشبندي ٺٽوي، هن ڪتاب جمالِ حبيب ﷺ جو مصنف - صوبي سنڌ جي سيني عالمن، اديبن ۽ دانشور حضرات کي ۽ خصوصاً جناب ايس - ايم عباسي صاحب گورنر صوبو سنڌ ۽ جناب سيد غوث علي شاه صاحب وزير تعليم صوبي سنڌ کي گذارش ٿو ڪريان ته منهنجو هيءُ ڪتاب جمال حبيب ﷺ، سيرت ڪانفرنس حڪومت پاڪستان اسلام آباد جو ايوارڊ ۽ اول انعام يافته ۽ سَنَد يافته ڪتاب آهي، جنهن تي صوبي سنڌ جي سيني ادبي حلقن ۽ ديندار مسلمانن کي ناز آهي. هاڻي هن ڪتاب جي ڊِمانڊ (گُهر) اينتريقدر ته وڌي ويئي آهي، جو ڪوبه هڪ شخص يا دِيني ادارو، هن ڪتاب کي پنهنجي خرچ سان ڇپرائي مفت ورهائڻ چاهي ته هرگز پورائي ڪري نٿو سگهي. هن ڪتاب جي لاءِ صوبي سنڌ جي ديني مدرسن، اسڪولن، ڪاليجن، يونيورسٽين ۽ لائبريرين مان ۽ ادبي حلقن، عام مسلمانن ۽ اسڪولن جي ماستر صاحبان، شاگردن ۽ مدرسن جي طالب علمن کان علاوه مسجدن جي پيش امامن ۽ عالم سڳورن طرفان اينترا ته خط اچن ٿا، جن جو تعداد ڳڻَڻ ۽ انهن جو جواب ڏيڻ ناممڪن آهي. ان ڪري، مان صوبي سنڌ جي ديندار مسلمان حاڪمن، جناب ايس-ايم عباسي صاحب، گورنر صوبه سنڌ ۽ وزير تعليم جناب سيد غوث علي شاه صاحب کي ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي احبابن کي اپيل ٿو ڪريان ته براءِ ڪرم، منهنجي هن ڪتاب کي غور سان پڙهڻ بعد صوبي سنڌ جي تعليمي اسلاميات جي نصاب ۾ شامل ڪيو وڃي. هن ڪتاب کي

نظرانداز نہ ڪيو وڃي، ڇو جو هن ڪتاب کي نصاب ۾ شامل ڪرڻ سبب لکين مسلمان شاگردن کي نہ صرف ديني ڄاڻ حاصل ٿيندي، مگر سندن طبيعت جو ميلان عشقِ رسول ﷺ ۽ دين اسلام جي محبت سان سرشار ٿي ويندو.

اميد ٿو ڪريان تہ صوبي سنڌ جا ديندار مسلمان حاڪم هن طرف ضرور توجہ فرمائيندا.

**فقير محمد اسماعيل نقشبندي ٺٽوي**



# پڙاڪر

وڪَرُ سو وهاءِ، جو پئي پُراڻو نہ ٿئي،
ويچيندي ولاتَ ۾، ذرو ٿئي نہ ضَاءِ،
ساڪا هَڙَ هَلاءِ، آڳهِ جنِهن جِي اُبَهين!
(شاهہ قدس سره)

هن ڪتاب جو نالو ئي ڪتاب جي اهميت ۽ اعليٰ مقام جو گواهہ آهي. "جمال حبيب" لفظ پڙهڻ يا ڏسڻ سان ئي حبيب ڪريم صلي الله عليه و آله وسلم جن جي محبت ۽ حُسن و جمال جو جلوو دلين ۾ موجزن ٿيڻ لَڳي ٿو.

"جمال حبيب" (صلي الله عليه و آلہِ وسلم) ۾ فقير محمّد اسماعيل عليه الرحمة نقشبندي نئتويءَ، حضور نبي ڪريم صلي الله عليه و آلہِ وسلم جن جي حسن و جمال جو وڏي لطيف انداز سان ذڪر فرمايو آهي. محبوبن ڪريمن جي ظاهري ۽ باطني وصفن کي قرآن پاڪ ۽ اڳين صحيفن جي شاهدين سان بيان ڪيو اٿن. بيان کي آسان ۽ عام فهم بنائيندي، مصنف ڪتاب کي ننڍن ننڍن بابن ۾ ورهائي، سائين ڪريمن جي حيات طيبہ جون پياريون پياريون ۽ راحت افروز ڳالهيون ۽ نصيحت آموز واقعا، اهڙي محبوب انداز سان موتين وانگر پويا آهن، جيڪي روح کي راحت ڏيندڙ ۽ مَن کي موهيندڙ آهن ۽ خاص طرح سان نئين نسل جي لاءِ تہ بهترين نمونو آهن.

فقيرصاحب جي هيءَ نيڪ ڪاوش، عشقَ رسولَ صلي الله عليه و آلہِ وسلم جو کليو کلايو ثبوت آهي. پاڻ هن ڪتاب کي پنهنجي مرشد

حضرت شاھہ بلاول نوراني رحمة الله عليہ جي دربار لاھوت لامڪان ۾ ويھي وڏي عرق ريزيءَ سان لکيو اٿن.

فقير صاحب جو چوڻ ھو تہ "ھن ڪتاب جي لکڻ ۾، مون سان حبيبن ڪريمن صلي الله عليه و آلہ وسلم جن جي رھنمائي ۽ خاص مدد شامل رھي."

فقير صاحب ھڪ تمام پياري شخصيت ۽ محبوبن ڪريمن جي محبت ۾ غرق ٿيل انسان ھئا. سندن زندگيءَ جو اوّلين مقصد محبوبن جي پچار، ويچار ۽ فڪر ھو، ھميشه انھيءَ سڪ ۽ سوز ۾ رھندا ھئا. ساري زندگي درود پاڪ جي ورد ۽ محبوب پاڪ جي ثناء لکڻ ۾ گذاريائون.

پاڻ ڪافي ڪتابن جا مصنف آھن، جي پنھنجيءَ پنھنجيءَ جاءِ تي محبوب ڪاوشون آھن ۽ ھر ڪتاب سائين ڪريمن صلي الله عليه و آلہ وسلم جن جي ثناء جو گلدستو آھي.

مون کي بہ سندس حڪم موجب ھيءُ ڪتاب ڇپرائي، في سبيل الله ورھائڻ جي سعادت حاصل ٿي.بعد ۾ ميان الهہ بخش سومري صاحب فقير صاحب کان اجازت وٺي، ھيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ کي ڇپائڻ لاءِ ڏنو، جن وڏيءَ خوشيءَ سان ڇپائي ظاھر ڪيو. تيستائين ھن ڪتاب کي سيرت النبي (صلي الله عليه و آلہ وسلم) جي قومي مقابلي ۾ (سال ١٩٨٠ع ۾) اوّل انعام حاصل ٿيو، جو ڪين ان وقت جي صدر مملڪت پيش ڪيو.

فقير صاحب وري پنھنجن بين ڪتابن کي ڇاپي، في سبيل الله ورھائڻ لاءِ مون کي حڪم فرمايو. الله جل جلالہ ۽ سندس پياري رسول مقبول صلي الله عليه و آلہ وسلم جن جي مھربانيءَ سان اُنھن ڪتابن جي في سبيل الله اشاعت تي اڄ تائين عمل جاري آھي. شال الله ڪريم اھا ڊيوٽي دم آخر تائين مون کان وٺندو رھي ـ آمين.

عوامُ النّاس جي بيحد گھُر تي،سنڌي ادبي بورڊ جي موجوده چيئرمن جناب محمد ابراھيم جويي صاحب ۽ اعزازي سيڪريٽري

جناب غلام رباني آگري صاحب جن هن ڪتاب کي وري تمام سهڻي نموني ڇپرائي، عاشقانِ مصطفيٰ صلي الله عليه و آلهِ وسلم جن جي هٿن ۾ پهچايو آهي. شال مٿن الله پاڪ جي رحمت ۽ نبي پاڪ جو ڪرم هجي ـ آمين.

آخر ۾ هيءَ ڳالهه ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان ته فقير محمد اسماعيل صاحب (مرحوم) جي اها پڻ دعويٰ آهي ته جيڪو به شخص ڪو مقصد دل ۾ رکي، هن ڪتاب کي پڙهڻ شروع ڪندو ته ڪتاب ختم ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي اُن جو مقصد پورو ٿيندو. انشاء الله تعاليٰ.

اميد ته عاشقانِ رسول هن ڪتاب مان پنهنجا دلي مقصد ماڻيندا ۽ سڀ مؤمن مسلمان وڏي رهنمائي حاصل ڪندا ۽ عشقَ مصطفيٰ سان نوازيا ويندا. آمين ثم آمين.

رمضانُ المبارڪ ١٤١٨هه
جنوري ١٩٩٨ع
٢٣٣/سي يونٽ نمبر٢،
لطيف آباد، حيدرآباد

خادم العلماء
سيد قمرالزمان شاهه



بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

## حکومتِ پاکستان

## وزارتِ امورِ مذہبیہ

اسلام آباد




نمبر ۱(۱۱)، ایف ڈی ایس/آر اینڈ آر/۸۰

تاریخ ۲۶ صفر المظفر ۱۴۰۲ھ
۲۳ دسمبر ۱۹۸۱ء

# سندِ امتیاز

نہایت مسرت سے تصدیق کی جاتی ہے کہ جناب **فقیر محمد اسماعیل نقشبندی** کی تالیف کردہ کتاب **جمالِ حبیب ﷺ** بزبان **سندھی** کتب سیرت النبی ﷺ کے قومی مقابلہ برائے سال **۱۹۸۰ء** میں اوّل انعام کی مستحق قرار پائی اور مؤلف موصوف کو مبلغ **پانچ** ہزار روپے حکومتِ پاکستان کی طرف سے بطورِ انعام دیئے گئے۔



سیکرٹری
وزارتِ امورِ مذہبیہ حکومتِ پاکستان
اسلام آباد

# پيش لفظ

الحمدلله رب العالمين - سڀ تعريفون ۽ سڀئي عبادتون ۽ سڀ وڏايون اُن وحده لاشريڪ له جي لاءِ آهن، جنهن جو ڪوبہ ثاني ۽ شريڪ ڪونهي. سندس ذات پاڪ ۽ صفات جي حمد و ثناءَ ۽ ساراهہ اڄ ڏينهن تائين نہ ڪو ڪري سگهيو آهي ۽ نہ وري ڪنهن ڪي اها طاقت آهي، جو ڪري سگهي. اگر تمام جا تمام ذي روح يعني ملائڪ، جن، انسان، پکي پکڻ يا ساموندي مڇيون ۽ جانور وغيره ملي ڪري سڀني دريائن ۽ سمنڊن کي مس بنايون ۽ ساري ڪائنات جي وڻن جا قلمِ ٺاهي زمينن ۽ آسمانن جا ڪاغذ بنائي، سندس وڏائيءَ، وحدانيت ۽ واکاڻ کي لکڻ شروع ڪريون تہ بہ قيامت تائين سندس تعريف ۽ حمد ثنا لکي سگهون. هو بيپرواهہ بادشاهہ، جو، جنهن جي بادشاهيءَ ۾ ڪو شريڪ ڪونهي، نڪو سندس مٽ آهي؛ نہ هن کي ڪنهن ڄڻيو، نہ هن جو ڪو اولاد آهي، نہ ڪو هن کان اڳي هو نہ ڪو رب ٿيندو. هو هميشه کان آهي هميشه هوندو. ڪجهہ بہ نہ هو، تہ بہ پاڻ هو، ڪجهہ بہ نہ هوندو، تہ بہ پاڻ هوندو. ان خالق جي تعريف ڪرڻ کان آئون بلڪل عاجز ۽ مجبور آهيان، جنهن اسان انسانن کي اشرف المخلوقات ڪري پيدا ڪيو. وري سندس ڪيڏا احسان جو، حضرت آدم عليه السلام کان وٺي اسان جي پياري نبي ﷺ جن تائين تقريباً سوا لک پيغمبر اسان جي هدايت لاءِ موڪليائين ۽ سوين ڪتاب نازل فرمائي، انسانن جي رهنمائي فرمائي. آخر ۾ پنهنجو پيارو حبيب، سڀني نبين جو امام ۽ سردار باعث ڪائنات صہ، جنهن جو نور سڀني کان اول پيدا ڪيو هئائين، تنهن رحمة اللعالمين ﷺ کي اولين ۽ آخرين جي خطاب سان نوازي، اسان جي هدايت لاءِ

موڪليائين. قربان ٿيان اُن مٺي محمّد ﷺ جي قدمن مبارڪن تان، جنهن اسان حيوان نما انسانن کي صحيح انسان بنايو. انسانيت جي پليل ۽ پٺتي پيل قافلي کي صراط مستقيم تي آڻي ڪيس منزل مقصود اکين سان ڏيکاري، جهنم جي باهه کان بچائي جنت جي واٽ ڏيکاري. غلامن ۽ مظلومن جي ڪنڌ مان غلاميءَ جو طوق هميشه لاءِ ڪڍي ڦٽو ڪيائين. اولاد آدم کي سندس صحيح منزل ۽ مرتبو ڏيکاريائون. اُهي انسان، جيڪي پنهنجن هٿن سان سٺيءَ، ڪاٺ ۽ پٿر جا بت بنائي، اُنهن جي پوڄا ڪندا هئا، تن کي شرڪ ۽ ڪفر جي اونداهي غار مان ڪڍي، پنهنجي حقيقي مالڪ الله وحده لاشريڪ له سان متعارف ڪرايائون. بندي ۽ خدا جو رشتو جوڙي ڪاري ۽ ڳوري، غلام ۽ آقا، امير ۽ غريب جو فرق ميٽي، سڀني کي هڪ صف ۾ آڻي بيهاريائون. ذات پات ۽ قبيلن وارو جهڳڙو ختم ڪري جنگ و جدل، فتني ۽ فساد کي هميشه لاءِ مٽائي ڇڏيائون. پاڻ سڳورن فرمايو ته عزت ۽ مرتبو يا بزرگي ذات پات تي نه آهي، مگر عزت ۽ مرتبو تقويٰ، پرهيزگاري ۽ دينداري تي آهي. اوهان ۾ عزت ۽ مرتبي وارو اهو آهي، جيڪو الله جي عبادت ۽ شريعت تي عمل ڪرڻ وارو ۽ نيڪ عملن ۾ وڌيڪ آهي؛ پوءِ اهو ڀلي نه هڪ حبشي غلام ئي هجي. اگر هو تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ ۾ ۽ شريعت جي پيرويءَ تي پورو آهي ته اهو ٻين کان افضل آهي. پاڻ ڪريم ﷺ جن مسڪينن ۽ يتيمن، بيواهه عورتن ۽ مظلومن جا ساٿي، ظالمن جا دشمن بي رياءَ عادل، بيحد رحم ڪرڻ وارا ۽ دشمنن کي به معاف ڪرڻ وارا، سخاوت ۾ اهڙا ڪريم جو ڪوبه سائل سندن در تان خالي نه ويو. اگر هڪ ڪجور جو داڻو گهر ۾ آهي، ٻيو ڪجهه به نه آهي ته اهو داڻو ڪجور جو سائل کي ڏيئي روانو ڪندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن ۽ سندن عيال ڪيئي ڪيئي ڏينهن بکون ڪاٽي گذاريندا هئا، مگر ڪنهن به انسان کي سوال ڪري تڪليف نه ڏيندا هئا.

مشهور واقعو آهي ته خندق واري جنگ جي ڏينهن ۾ حضور اڪرم ﷺ جن ۽ سندن اصحاب سڳورا رضه اجمعين پيٽ تي پٿر ٻڌي

خندق يعني کاهي کوٽيندا هئا. اُن زماني ۾ مديني پاڪ ۾ سخت ڏڪار هو، انهيءَ حالت ۾ بہ ساري رات الله جي عبادت ۾ مشغول رهندا هئا. تان جو سندن مبارڪ پير سُڄي پوندا هئا. الله تعاليٰ جي پيغام کي بندر تائين پهچائڻ ۾ مٿن وڏيون سختيون ۽ تڪليفون مڪي شريف جي ڪافرن طرفان پهچنديون هيون، مگر هر مصيبت تي پاڻ ڪريمن بيحد صبر ۽ شڪر ڪيو. ڪنهن انسان ۽ ذي روح کي ايڏي طاقت نہ آهي جو اهڙين زحمتن ۽ مصيبتن ۽ تڪليفن تي صبر ڪري سگهي. وري قيامت ڏسو تہ اسان گناهگارن جي لاءِ شفاعت ڪرڻ وارا، جتي نفسيءَ نفسيءَ کان سواءِ ٻي ڪا صدا ٻڌڻ ۾ نہ ايندي. اُتي اُمتي پڪارڻ وارا اسان جا پيارا نبي ڪريم ﷺ جن هوندا. اسان مسلمانن کي گهرجي تہ اسين سندن ڏيکاريل واٽ تي عمل ڪري، سندن روح مبارڪ کي ۽ الله جل جلاله جي ذات پاڪ کي راضي ڪريون. خداوند ڪريم اسان کي سندن موڪليل نبي ڪريم ﷺ جن جي دين مبين تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ روز محشر شفاعت محمّد ڪريم ﷺ جن جي نصيب فرمائي. آمين

اللّهم صلي عليٰ سيّدنا محمّد و آله و اصحابه و بارڪ وسلم .

اسين ڏوهي اَيرا، تون مالڪ رب مختار،
جي ڪرم ڪرئين ڪرتار، تہ مدايون ميٺي ڇڏين.
"خاطي ٺٽوي"

**فقير محمد اسماعيل ٺٽوي**

[هن ڪتاب جمال حبيب ﷺ ۾ حضور ﷺ جن جي اسم مبارڪ جي پويان جتي "صہ" جو اشارو ڏنل آهي، اُتي ﷺ پڙهڻ گهرجي. - مصنف]

# مقصد

مون فقير محمد اسماعيل ولد ميانجي محمد حسين (مرحوم) نقشبندي نئنويءَ هيءَ ڪتاب، مرشد سائين شاه بلاول نوراني لاهوت واري جي درگاه مبارڪ تي ويهي لِکي مڪمل ڪيو. مون پنهنجي هٿن سان، گذريل يارهن سالن ۾ سنڌ جي مسلمانن کي، سچي دين اسلام جي معلومات مهيا ڪرڻ لاءِ جيڪي ڪوششون ڪيون آهن، انهن جي هڪ الله کي خبر آهي. هن ڪتاب جي هڪ خوبي اها بہ آهي، جو جيڪو بہ مسلمان باوضو پهريائين هڪ سؤ ڀيرا صلواة سڳوري حضور ڪريم ﷺ ۽ سندن آل ۽ اصحاب ڪرام تي پڙهي، پوءِ ڪنهن جائز مقصد جي لاءِ پڙهي، ڪتاب پورو ڪري ۽ آخر ۾ بہ سؤ ڀيرا صلواة سڳوري پڙهي تہ ان جو اهو مقصد ۽ مراد، جيڪو بہ جائز ڪم لاءِ هوندو، اللّٰه تعاليٰ، طفيلِ رسول ڪريم ﷺ جن جي پورو ڪندو. ڪيترن ئي مؤمنن ان ڳالهہ کي آزمايو آهي ۽ درست ثابت ٿي آهي. اگر مراد پوري نہ ٿئي تہ ان ۾ بہ اللّٰه تعاليٰ جي ڪا مصلحت سمجهڻ گهرجي، ڇو جو هو عالم الغيب آهي. جهن ڪم کي اسين پاڻ لاءِ چڱو سمجهون ٿا، ليڪن الله پاڪ کي ان جي حقيقت جي خبر آهي تہ هيءُ ڪم اسان جي حق ۾ بهتر نہ ، پر نقصان جو باعث ٿيندو تہ اللّٰه تعاليٰ کي پنهنجا بندا پيارا آهن ۽ اهو انهن کي اُن نقصان کان بچائڻ لاءِ سندن ڪم روڪي ٿو ڇڏي. ان ۾ بہ راز آهي. ليڪن هن ڪتاب جو مطالعو ئي اوهان جي لاءِ برڪت ۽ سعادت جو باعث آهي. هيءَ وڏي ثواب جو ڪم آهي. توهان جي دلين ۾ عشق رسول ﷺ جو پيدا ٿيڻ ئي هڪ وڏي سعادت ۽ عظمت جي نشاني آهي. هن ڪتاب جي مطالعي سان توهان جي نوجوانن ۾ اسلام جي سچي محبت ۽

سيّد الڪونين ﷺ جن جي محبت پيدا ٿيندي. هن ڪان اڳ ۾ جن دوستن منهنجي ڪتابن لکڻ وقت ۽ ڪتابن ڇپائڻ ۾ مالي امداد ڪئي آهي، تن جو مان بيحد احسانمند آهيان ۽ انهن جي لاءِ دعا گهران ٿو ۽ سندن حق ۾ دعا جي لاءِ قارئين ڪرام کي بہ عرض ڪريان ٿو. انهن دوستن ۽ پيٽن جا نالا هيءُ آهن:

١. حاجي عبدالحسين وينجهر (مرحوم) ٢. سيد حاجي قمرالزمان شاه ٽڪڙائي، حال لطيف آباد - حيدرآباد سنڌ ٣. حاجي الله بخش سومرو ۴. اعجاز احمد مغل ٥. پير سائين سعيد جان سرهندي ٦. پير و مرشد سجاده نشين درگاه شريف ٽنڊو سائينداد سائين حاجي عبدالحميد جان سرهندي ٧. سائين پير خالد جان سرهندي ٨. سائين آغا حنيف جان سرهندي ٩. سائين عبداللطيف جان سرهندي ١٠. سائين ابراهيم جان سرهندي ١١. فاروق جان سرهندي ١٢. جيجان امان حافظہ نمبر ۴، ١٣. بيگم صاحبہ پير محفوظ ملير وارو ١٥. بيگم صاحبہ ميان رحيم بخش سومرو ١٦. جناب ڄام حاجي مرادعلي ملير وارو ١٧. حاجي هارون ميمڻ حيدرآباد وارو ١٨. مفتي قاري حاجي مولانا عبداللطيف صاحب، متولّي ۽ پيش امام جامع مسجد شاهجهاني ٺٽو ١٩. مولانا حاجي عبدالرحمان ميمڻ، مدرسہ ٺٽو ٢٠. سائين حاجي عبدالهادي شاه مدينہ منوره ٢١. سائين غلام احمد شاه، لطيف آباد - حيدرآباد سنڌ ٢٢. سائين ڊاڪٽر سيد آفتاب شاه ولد سيد عالم شاه (مرحوم) ڪراچي ٢٣. ميان ڏٽي بخش سومرو حيدرآباد ٢۴. ميان منظور احمد ڳورڙ ٢٥. حاجي عبدالرزاق بلوچ ڪراچي ٢٦. مولوي ميان عبدالرحمان جتوئي چوهڙ جمالي ٢٧. مولانا محمد عمر ڪٽي (مرحوم) چوهڙ جمالي ٢٨. حافظ حبيب الله ڪٽي چوهڙ جمالي ٢٩. ميان منظور احمد پٽو حيدرآباد ٣٠. ميان فقير محمد ڏهر حيدرآباد ٣١. حاجي شبير شاه جده ٣٢. ڊاڪٽر حاجي شاهنواز شاه حيدرآباد ٣٣. بيبي مريم صاحبہ حيدرآباد ٣۴. مير پرويز احمد سورياٽي ٣٥. ميان احمد علي لغاري

چمبڙ ٣٦. پروفيسر مولانا قاري عبدالباري صديقي ملير ڪراچي ٣٧. مولانا حاجي عبدالله بلوچ ملير ٣٨. پير احمد شاه جيلاني ڇڇ جهان خان ٣٩. برادرم محمد عمر، تلهار ضلع بدين ٤٠. پير سائين چشمي وارا، شڪارپور.

انهن مان جن منهنجي هن ڪم ۾ مالي يا جاني مدد ڪئي يا نه ڪئي، ليڪن منهنجا پيارا دوست آهن، مان سندن احسانمند آهيان ۽ انهن سڀني جي حق ۾ دعاءِ خير و عافيت جو طلبگار آهيان.

کی محمدْ صہ سے وفا تونے، تو ھم تیرے ھیں،
یہ جہاں چیز ہے کیا، لوح قلم تیرے ھیں.
(علامہ اقبال رح)

دعاگو

**فقير محمد اسماعيل نقشبندي ٺٽوي**

حال، مهاجر ڪيمپ ڪراچي.



# ايمان افروز ڳالهيون

١- الله تعاليٰ جي وحدانيت تي مڪمل ايمان آڻڻ.
٢- حضور ﷺ جن کي خدا جو خاص نبي ۽ پيغمبر سمجهڻ.
٣- حضرت آدم عليه السلام کان وٺي آخري نبي ﷺ تائين سڀني نبين تي ايمان آڻڻ.
٤- جيڪي ڪتاب يا صحيفا، الله پاڪ جي طرفان اڳين نبين تي نازل ٿيا، تن تي ايمان آڻڻ.
٥- اللّٰه پاڪ جي پيدا ڪيل غائبانه مخلوق ۽ ملائڪن تي ايمان آڻڻ.
٦- روز قيامت تي ايمان آڻڻ.
٧- رسول اللّٰه ﷺ جن جي روز محشر ۾ شفاعت تي ايمان آڻڻ.
٨- حضور ﷺ جن کي پنهنجي ماءُ، پيءُ، عزيز، دوست وغيره کان محبوب سمجهڻ.
٩- حضور ﷺ جن کي اللّٰه کان بعد هر مخلوق کان افضل سمجهڻ.
١٠- هڪي مسلمان کي پنهنجي سڳي ڀاءُ جهڙو ڀاءُ ڪري سمجهڻ.
١١- اللّٰه تعاليٰ ۽ سندس آخري نبي ﷺ جن جي حڪمن جي پيرويءَ کي فرض ڪري سمجهڻ.
١٢- جن ڳالهين جي اسان کي منع فرمائي ويئي آهي، تن کان پري رهڻ.
١٣- ماءُ، پيءُ ۽ وڏن بزرگن جو ادب، احترام ۽ چيو مڃڻ.

۱۴- ٻئي مسلمان کي پاڻ کان بهتر ڪري سمجهڻ.

۱۵- غريبن، مسڪينن، بيواهن ۽ مسافرن جي مدد ڪرڻ.

۱٦- پاڙيسيءَ جي خبر گيري ڪرڻ ۽ ڏک سک ۾ سندس مدد ڪرڻ.

۱۷- مهمان جي خدمت ۽ مسافر جي رهنمائي ڪرڻ وغيره.



# باب پهريون

## حضورﷺ جن جو شان مبارڪ

## ۽ سندن نسب نامون

هوالاول والآخر و الظاهر والباطن وهوَ بڪل شيءِ عليم.

ترجمو: اهائي ذات پاڪ اول ۽ آخر، ظاهر ۽ باطن آهي. اهوئي هرشيءِ جي ڄاڻ وارو آهي.

قرآن پاڪ جا اِهي لفظ، رب پاڪ جلّ شانهُ جي حمد و ثناءَ ۽ شان ۾ بيان ٿيل آهن. مگر الله تعاليٰ پنهنجي پياري حبيب محمد ڪريم ﷺ جن کي بہ انهن وصفن ۽ صفتن سان نوازيو آهي. جهڙيءَ طرح رب پاڪ پنهنجي رسول ﷺ جن کي هنن لقبن سان نوازيو آهي، جيئن تہ: نور، عليم، حڪيم، مؤمن، مهيمن، ولي، هادي، رؤف، رحيم وغيره. تهڙيءَ طرح مٿين چئني صفتن سان بہ حضور ﷺ جن کي نوازيو اٿس. يعني اول، آخر، ظاهر، باطن. اهي وصفون بہ ساڻن ئي منسوب فرمايون اٿس. هاڻي سوال آهي تہ حضور اڪرم ﷺ جن سان صفت اول ڪيئن منسوب آهي؟

حضور اڪرم ﷺ جن پنهنجي مبارڪ زبان سان فرمايو آهي تہ "اول ما خلق الله نوري" يعني الله پاڪ ساري مخلوق کان پهرين پنهنجي نور سان اسان جو نور خلقيو ۽ وري سيدالعالمين ﷺ جن نبوت ۾ بہ سيني کان اول آهن. جيئن تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ "ڪنت نبياً و ان آدم لمنجدل في طينه" يعني آءٌ اُن وقت بہ نبي هوس، جڏهن حضرت آدم عليه السلام جن جي مٽي مبارڪ بہ اجا خمير جي شڪل ۾ هئي. ٿيون تہ جنهن وقت ميثاق واري ڏينهن الله پاڪ سيني روحن کي گڏ ڪري سوال ڪيو تہ "الست بربڪم" يعني ڇا

مان توهان جو رب نہ آهيان؟ "قالو بلىٰ" سيني روحن کان اڳ اسان جي نبي ڪريمﷺ جن جي روح مبارڪ عرض ڪيو تہ ها، بيشڪ تون ئي هڪ رب آهين. تنهن کان پوءِ ٻين روحن اهي لفظ چيا. چوٿون تہ سيني کان اول ايمان آڻڻ وارا بہ حضور ﷺ جن پاڻ آهن. جيئن تہ فرمايو اٿن تہ "و اول من آمن بالله و بذالڪ امرت و أنا أول المؤمنين" يعني الله تعالىٰ تي جن سيني کان پهرين پهرين ايمان آندو ۽ سندس حڪمن جي پيروي ڪئي، تن ۾ آءٌ سيني کان اول آهيان. پنجون هيءُ تہ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو آهي تہ قيامت جي ڏينهن جڏهن صور ڦوڪي ويندي ۽ قبرن وارا اُٿندا، اُن وقت سيني کان اول پنهنجي قبر مبارڪ مان آءٌ ٻاهر ايندس. ڇهون تہ محشر جي ڏينهن الله تعالىٰ کي سجدي ڪرڻ جي اجازت ۽ اذن اول مون کي ملندو. ستون تہ شفاعت جو در سيني کان اول منهنجي لاءِ کلندو. اٺون تہ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ سيني کان اول اسين جنت ۾ داخل ٿينداسون. اها تہ هئي صفت اول جي مقال ۽ بيان. هاڻي صفت آخر جو بيان ٻڌو.

يعني باوجود مٿين سيني ڳالهين ۾ اول هجڻ جي بہ پاڻ سڳوراﷺ آخري نبي ۽ پيغمبر ﷺ آهن. جيئن تہ الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ "ولـڪن الرسول الله و خاتم النبيين" يعني: ليڪن توهان الله جا رسول ۽ آخري نبي ﷺ آهيو. ٻيو هيءَ تہ سيني ڪتابن مان حضور ﷺ جن تي نازل ٿيڻ وارو ڪتاب، قرآن ڪريم آخري ڪتاب آهي ۽ دينن ۾ سندن هيءُ دين بلڪل آخري دين آهي. حضور پاڪ ﷺ جن فرمايو تہ "نحن الآخرون والسابقون" يعني: سيني کان اول هوندي بہ اسين آخري آهيون. يعني: نبوت جي بعثت ۾ خاتميت ۽ آخر. مگر فضيلت ۾ اوليت ۽ سبقت جو ئي موجب آهن. انهيءَ لاءِ، جو پاڻ ڪريم ﷺ اڳين سيني ڪتابن ۽ سيني مذهبن کي منسوخ ڪرڻ وارا آهن. هاڻي ٻڌو ظاهر ۽ باطن هجڻ جي باري واري صفت. تہ سندن ئي مبارڪ نور سان هي سڀ زمينون ۽ آسمان روشن ۽ تابان آهن، ٻئي ڪنهن بہ نبيءَ جو ظهور سندن ظهور وانگر يا ٻين نبين جي نور سندن مبارڪ نور

سان هيءُ سڀ زمينون ۽ آسمان روشن ۽ تابان آهن، ٻئي ڪنهن بہ نبيءَ جو ظهور سندن ظهور وانگر يا ٻين نبين جو نور سندن نور جي برابري نٿو ڪري سگهي. باطن هجڻ مان مراد سندن اُهي عجب اسرار آهن، جن جي حقيقت جو اِدراڪ بلڪل ناممڪن آهي. جيئن تہ سندن هن دنيا واريءَ زندگيءَ ۾ موجود انسان ۽ بعد واري زماني جا ماڻهو اڄ تائين سندن جمال ۽ ڪمال ۾ حيران آهن.

هاڻي اچو "وَ هُوَ بڪل شيءٍ عليم" تي. يعني: اهوئي هر شيءِ کي ڄاڻڻ وارو آهي، بنا ڪنهن شڪ جي. الله تعاليٰ جو اهو ارشاد بہ حضور ﷺ جن جي شان ۾ ٿي آهي. ڇو جو "فوق ڪُل ذي علم" يعني: هرڄاڻڻ واري ۽ علم جي صاحب کان رسول الله ﷺ جن وڌيڪ علم وارا ۽ ڄاڻڻ وارا آهن. باطن ۽ ظاهر جو علم ڪائنات وڌيڪ فقط هڪ الله پاڪ کي آهي، ٻي ڪُل مخلوق ڪائنات علم ۾ گهٽ آهي.

"عليه من الصلواة افضلها و من التحيات اتمها و اکملها"

[اللّهم صلي عليٰ سيدنا محمد و آلهِ و اصحابهِ و بارڪ وسلم]

حضور اڪرم ﷺ جن جا معجزا بہ ٽن قسمن جا آهن. هڪڙو اهو قسم، جيڪو نبوت کان اڳ ڪَکَر جي ڇانوَ ڪرڻ ۽ وڻن ۽ پٿرن وغيره جي سلام ڪرڻ ۽ ڳالهائڻ وارو آهي. ٻيو قسم نبوت جي بعثت ۽ ظهور بعد اظهار ۾ آيو. ٽيون قسم حضور ﷺ جن جي هن دنيا مان پردي ڪرڻ بعد سندن اُمت جي اوليائن کان ڪرامت جي صورت ۾ ظاهر ٿيو ۽ قيامت تائين ٿيندو رهندو.

مدارج النبوت (حضرت شيخ شاه عبدالحق محدث دهلوي رحہ)

چَه خوش گُفت بلبل بموسم بهار،

که اُمت نبي را بدوزخ چه ڪار،

يعني: بلبل بهار جي موسم ۾ ڇهڪي خوش الحانيءَ سان چئي رهي آهي تہ رحمة اللعالمين محمد نبي ﷺ جن جي اُمت جو دوزخ سان ڪهڙو واسطو.

## حضور اکرم ﷺ جن جو نسب شريف

ڪتاب مواهب لدنيہ ۾ سندن نسب مبارڪ هن ريت ڄاڻايل آهي:

محمد ﷺ بن عبدالله بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبدمناف بن قصي بن ڪلاب بن مره بن ڪعب بن لوئي بن غالب بن مالڪ بن نضر بن ڪنانه بن خزيمه بن مدرڪه بن الياس بن مضر بن نزار بن عدنان عليٰ هٰذالقياس.

انهيءَ ڳالهہ تي سڀني عالمن جو پورو اتفاق آهي تہ حضور ﷺ جن حضرت اسماعيل عليه السلام بن حضرت ابراهيم عليه الصلواة والسلام جن جي اولاد مان آهن ۽ حضرت ابراهيم عليه الصلواة والسلام حضرت نوح عليه السلام ۽ حضرت ادريس عليه السلام سندن جد امجد آهن.

اللّٰهم صلي عليٰ سيدنا محمد اقد ضاقت حيلتي ادرڪني.

يارسول الله صلي الله عليه و آلهِ و اصحابهِ و بارڪ وسلم.

•



# باب ٻيو

## حضور اڪرم ﷺ جن جي دنيا ۾ اچڻ بابت الله تعاليٰ جيڪي خبرون پنهنجن نبين کي موڪليون تن جو بيان

(١) حضرت آدم عليه الصواة والسلام جن تي جيڪي صحيفا رب العالمين جي طرفان نازل ٿيا، تن ۾ الله جل جلاله هن طرح سندن تشريف آوريءَ جو ذڪر فرمايو آهي ته:

آءٌ مڪي معظم جو رب آهيان ۽ اتي جا رهڻ وارا منهنجا پاڙيسري آهن. ڪعبة الله جي زيارت ۽ ان جو حج ڪرڻ وارا منهنجا مهمان آهن، اُهي منهنجي حمايت، منهنجي پاڇي ۽ پناهه ۾ آهن ۽ منهنجي حفاظت ۽ رعايت ۾ آهن. آءٌ زمين ۽ آسمان وارن مان انهيءَ جاءِ کي پري ڇڏيندس. ساري دنيا مان جماعتن جون جماعتون ۽ ٽولن جا ٽولا جن جا وار ڊگهي سفر ڪرڻ سبب گردآلود يعني مٽيءَ مان ڀريل هوندا ۽ اهي منتشر ۽ ڪليل وارن وارا انسان لبيڪ اللّهم لبيڪ لڪ لبيڪ پڪاريندا تڪبيرون هڻندا، اکين مان زار زار لڙڪ وهائيندا، هتي ايندا ۽ جيڪو به شخص هتي ڪعبة الله جي زيارت لاءِ ايندو، تنهن جو دلي مقصد صرف بيت الله جي زيارت ۽ منهنجي خوشنودي حاصل ڪرڻ هوندو، ان کان سواءِ ٻيو ڪوبه مقصد نه هوندو. ڇو جو آءٌ ئي ڪعبةالله جو مالڪ آهيان. پوءِ جنهن منهنجي ڪعبي جي زيارت اچي ڪئي ته ڄڻ منهنجي زيارت ڪيائين. پوءِ اهو منهنجو مهمان هوندو۽ منهنجي ڪرم ۽ رحمت جو لائق. مقصد هيءُ ته آءٌ پاڻ هن جي عزت ۾ تقويم ڪندس ۽ آءٌ انهيءَ پنهنجي گهر يعني ڪعبة الله جو انتظام (اي آدم عليه) تنهنجي ئي اولاد مان انهيءَ نبيءَ جي حوالي ڪندس، جنهن کي ماڻهو ابراهيم عليه السلام چوندا هوندا. پوءِ آءُ انهيءَ جي هٿان ڪعبة الله جا بنياد مٿي ڪٽائيندس ۽ ان جي هٿن سان

ڪعبةالله جي تعمير ۽ اڏاوت ڪرائيندس ۽ اتي زم زم جو چشمو پيدا ڪندس. پوءِ ان جي حرمت ۽ قبضو سندس ميراث ۾ ڏيندس ۽ ان جي ڪارنامن ڪي سندس ئي هٿان مشور ڪرائيندس، حضرت ابراهيم عليه السلام ڪان بعد هر زماني ۾ ماڻهو ڪعبة الله ڪي آباد رکندا ايندا. هر سال سندس زيارت لاءِ پريَ پري ڪان ايندا رهندا، تان جو درجي بدرجي اها نوبت (اي آدم عليه) تنهنجي اولاد ۾ هلندي هلندي آخر انهيءَ نبيءَ ﷺ تائين پهچندي، جنهن کي سيبيئي محمد ﷺ چوندا هوندا- اهو منهنجو موڪليل نبي ﷺ سڳورو نبّوت جي سلسلي جو آخري پيغمبر هوندو. پوءِ آءٌ پنهنجي انهيءَ نبي ڪريم ﷺ کي منهنجي ڪعبي وٽ رهندڙن مان ۽ منهنجي ڪعبي جي متولين ۽ انتظام ڪرڻ وارن ۽ ٻاهران آيل حاجين ڪان بہ وڏي بزرگي ۽ برتري عطا فرمائيندس، جيڪو بہ شخص منهنجي طلب ۽ تلاش ۾ هتي يعني ڪعبةالله وٽ اچي تہ ان تي لازم آهي تہ انهيءَ نبيءَ ﷺ ۽ ان جي جماعت وارن جي حمايت ڪري ۽ اُنهن جو ساٿ ڏئي. جيڪي انسان زمين جي ڏوراهين حصي ڪان سخت تڪليفون سهي سفر ڪري پنهنجي رب جي گهر يعني ڪعبةالله وٽ پهچي پنهنجون مجتون لاهين ٿا ۽ نذرانہ پيش ڪن ٿا، انهن کي بہ اها هدايت ڪئي وڃي ٿي تہ اُن منهنجي نبيءَ ﷺ ۽ سندس جماعت جي حمايت ۽ پيروي ڪن. (مدارج النبوة) حصو اول.

(٢) حضرت حقوق نبي عليه السلام، جيڪو حضرت دانيال عليه السلام جي زماني ۾ نبي ٿي گذريو آهي. تنهن جي ڪتاب ۾ اللهتعاليٰ هن طرح ارشاد فرمائي ٿو تہ: الله تعاليٰ پنهنجي برڪت ۽ پاڪيءَ سان فاران (مڪي معظم) جي جبلن تي پنهنجو جلوو فرمايو ۽ ساري زمين کي احمد ﷺ جي صفت ۽ تعريف سان ڀري ڇڏيائين. اهو الله پاڪ جيڪو زمينن ۽ آسمانن ۽ سيني انسانن جي گردنن جو مالڪ آهي. بيشڪ محمد ﷺ جي رحمت ۽ خوبين سان سارو آسمان منور ۽ روشن ٿي ويو ۽ زمين سندس ساراه سان لبريز ٿي ويئي ۽ سندس نور سان ساري زمين منور ٿي ويئي ان جا گهوڙا سمندن ۾

ڊوڙندا جلدئي سندس ڪمانن مان تير ڇڪيا ويندا ۽ سندس حڪم سان اهي تير بيحد ڪامياب ٿيندا. پوءِ سندن دين ۽ سندن ملت ڪمال کي رسندي، جنهن جي باري ۾ قرآن پاڪ ۾ الله تعالىٰ ارشاد فرمايو آهي ته اڪملت لڪم دينڪم اتممت عليڪم نعمتي (الاية) يعني: اي محمد ﷺ مون اوهان جي لاءِ اوهان جو دين مڪمل ڪري ڇڏيو ۽ اوهان تي مون پنهنجون نعمتون پوريون ڪيون.

(٣) حضرت شَعيا عيله السلام تي جيڪي صحيفا الله جل‌جلاله نازل فرمايا، تن ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جو ذڪر پاڪ هن طرح آيو آهي.

الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته اهو منهنجو ٻانهو ﷺ منهنجو محبوب ﷺ آهي. آءٌ ان کان خوش ٿيان ٿو. هو منهنجو مختار آهي ۽ اهو مون کان بلڪل خوش آهي ۽ آءٌ اُن تي پنهنجي روح (نور) جو اضافو ڪريان ٿو ۽ آءٌ پنهنجي وحي ان تي نازل فرمايان ٿو. امتن مٿي ان جو عدل ۽ انصاف ظاهر ٿئي ٿو، اهو منهنجو اهڙو نيڪ بندو آهي جو ڪڏهن به ٿڪ ڏيئي نٿو کلي ۽ نه وري بازارين ۾ ڪٿي سندس آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. اهو منهنجو نبي ﷺ انڌن کي نظر بخشي ٿو ۽ ٻوڙن جي ڪنن کي کولي ٿو ۽ مئل دلين کي زنده ڪري ٿو. آءٌ ان کي اهو ڪجهه ڏيندس، جيڪو مون اڄ ڏينهن تائين ڪنهن کي به نه ڏنو آهي. اهو منهنجو بندو احمدﷺ آهي. اهو هميشه پنهنجي رب جي حمد ۽ ساراهه ڪندڙ آهي، ڪو به شخص ان کي ڪمزور ڪري نٿو سگهي ۽ نه وري ڪو هن تي غالب ٿيندو. هو پنهنجي نفس جي خواهشن جي پيروي نٿوڪري اهو نيڪ ۽ صالح شخص کي ڪڏهن به ذليل نٿو ڪري؛ اهو ڪمزورن ۽ اَيرن کي ذليل، خوار ۽ حقير نٿو سمجهي. اهو سچن جو حامي ۽ مددگار ٿي انهن کي طاقت بخشي ٿو ۽ اهو تواضع، عاجزي ۽ انڪساريءَ ڪرڻ وارن جو حامي ۽ همراه آهي، اهو خدا جو نور آهي. اهو اهڙو روشن چراغ آهي، جنهن کي ڪو اُجهائي نٿو سگهي. انهيءَ جي ذريعي منهنجي حجت ثابت ۽ برقرار رهي ٿي ۽ اُن جي ذريعي هر

ڪوڙو عذر ٺٺي وجي ٿو. ان جي پاڪ ڪتاب جي تلاوت مان جنّ ۽ انسان فيضياب ٿين ٿا ۽ سندس اطاعت قبول ڪن ٿا. وري ٻئي هنڌ حضرت شَعيا عليه السلام جي صحيفن ۾ هن طرح بيان آهي:

ته اي محمد ﷺ آءٌ اهو خدا آهيان جنهن توکي حق سان گڏ عظيم قوي ۽ طاقتور بنايو ۽ اسان توکي نور بنايو آهي، جنهن سان اوهين امتن جي انڌين اکين کي نظر روشني ۽ بصارت عطا فرمائيندا. اوهين هڪ اهڙو دليل آهيو جو توهين حرص، هوس ۽ نفس جي گمراهه قيدين کي طمع ۽ لالچ جي اونداهين کوٺڙين مان ڪڍي نور ۽ روشنيءَ ڏي آڻيندا. شَعيا عليه السلام جن فرمائين ٿا ته مون کي الله تعاليٰ جل‌جلاله وحيءَ جي وسيلي حڪم فرمايو ته اي شَعيا عليه السلام، اُٺ ٻاهر وڃي ڏس ڀوءِ جيڪي توکي نظر اچي، تنهن جي خبر ماڻهن کي پهچائي. آءٌ اُٿي ٻاهر آيس، ڇا ڏسان ته ٻه سوار منهنجي سامهون اچي رهيا آهن، جن مان هڪ گڏهه تي سوار آهي ۽ ٻيو اُٺ تي. هڪ سوار ٻئي کي چوي ٿو ته بابل جي شهر کي ڪيرائي ڇڏيو ۽ جيڪي بُت بابل وارن ٺاهي رکيا آهن، انهن کي به ڪيرائي ڇڏيو.

## ابنِ قتيبہ رضہ

هي اُمت محمد ﷺ ۾ هڪ وڏو محقق ۽ عالم ٿي گذريو آهي. هو سڀني آسماني ڪتابن جو متبحّر عالم هو، سو فرمائي ٿو ته جيڪو شخص گڏهه تي نظر آيو هو، سو حضرت عيسيٰ عليه السلام هو ۽ جيڪو شخص اُٺ تي حضرت شَعيا عليه کي نظر آيو، سي محمد مصطفيٰ ﷺ جن هئا، ڇو جو بابل جي تباهي ۽ اُتي جي بتن جي بربادي سندن ئي هٿان عمل ۾ آئي. حضرت ابراهيم عليه الصلواة السلام جي زماني کان وٺي اتي جي رعيت ۽ بادشاهه بتن جا پوڄاري هوندا هئا. اهو حضرت عيسيٰ عليه السلام جن جو گڏهه تي ۽ حضور ڪريم ﷺ جن جي اُٺ تي سواريءَ وارو بيان گهڻن ڪتابن ۾ آيل آهي ۽ گهڻو مشهور آهي.

حضرت شَعيا عليه جي ڪتاب ۾ هيءُ مذڪور بہ آيل آهي تہ اُهي، يعني حضور ﷺ جن جڏهن تشريف فرما ٿيندا تہ انهيءَ وقت الله‌تعاليٰ جي حمد ۽ تسبيح ڪري رهيا هوندا. پوءِ جبلن تي چڙهي اذانون ڏيندا. ساڻن گڏ اُهي ماڻهو هوندا، جن جي عظمت ۽ بزرگي الله‌تعاليٰ پاڻ بيان فرمائيندو ۽ اُهي زمين تي خشڪيءَ بحر ۽ بر ۾ الله‌تعاليٰ جي حمد ۽ تسبيح کي پکيڙي ڇڏيندا: اُهي زمين جي آخري ڪناري کان اُٿندا ۽ تڪبير جي آواز جو غَلغلو مچائيندا ايندا، اهي هلڻ مهل زمين تي اهڙيءَ طرح پير هڻندا ايندا، جيئن گارو گڏڻ وارو مٽيءَ کي پيرن سان ڪٽيندو آهي. انهيءَ مان مراد قوت ۽ تيزيءَ سان اچڻ آهي يا جهڙيءَ طرح حج کي پهچڻ لاءِ مسافر حاجي پيادل سفر ۾ وقت تي پهچڻ لاءِ زور زور سان قدم هڻي تڪڙو هلندا آهن يا جهڙيءَ طرح ڪعبة الله شريف جي طوافَ وقت سينو تاڻي زور سان قدم هڻي هلندا آهن. ۽ لبيڪ اللّهم لبيڪ جون تڪبيرون وڏي آواز سان هڻندا آهن ۽ اهي ماڻهو حجر اسودَ کي چميون ڏيندا. حضرت شَعيا عليه السلام جن فرمايو تہ الله تعاليٰ مون کي وحيءَ جي ذريعي سان خبردار ڪيو ۽ فرمايو تہ اي شَعيا عليه، مان مڪي معظم ۾ پنهنجو گهر بنائڻ وارو آهيان، جنهن جي هڪ ڪنڊ ۾ حجر اسودَ هوندو. مون ان کي عظمت ۽ ڪرامت بخشي آهي، اُن کي چيبو ويندو. پوءِ الله تعاليٰ جل جلاله مڪي معظم کي مخاطب ٿي فرمايو تہ اي خشڪ ۽ غير آباد مڪه! تون خوش ٿي پنهنجي رب جي حمد ۽ تسبيح ڪر، تنهنجا اهل تمام گهڻا هوندا. بيت المقدس جي زيارت ڪرڻ وارن کان بہ تنهنجي ڪعبي شريف جو حج ۽ طواف ڪرڻ وارا گهڻا هوندا. مڪي معظم کي الله‌تعاليٰ خشڪ ۽ غير آباد انهيءَ لاءِ فرمايو جو حضرت اسماعيل عليه السلام جن کان اڳ هتي صرف خشڪ ۽ غير آباد جبلن کان سواءِ ڪابہ آبادي يا پاڻي يا ساوڪ وغيره ڪونہ هئي. وري بہ الله‌تعاليٰ انهيءَ مڪي معظم جي زمين مبارڪ کي فرمايو تہ: قسم آهي مون کي منهنجي ذات پاڪ جو، جيئن مون قسم ڪنيو هو، حضرت نوح

عليه‌السلام جي زماني ۾ ته آءٌ زمين وارن کي غرق ڪندس، سو مون پنهنجي قسم مطابق انهن کي بارش ۽ سخت طوفان جي عذاب سان غرق ڪيو ۽ پنهنجو قسم پورو ڪيو. اهڙيءَ طرح اي مڪه معظم! تنهنجي لاءِ اهو قسم ڪڻان ٿو ته مون کي پنهنجي ذات پاڪ جو قسم آهي ته آءٌ توسان ڪڏهن به ناراض نه ٿيندس ۽ نه توکي ڇڏيندس ۽ قيامت تائين پنهنجون نعمتون ۽ برڪتون توکان پري نه ڪندس- آءٌ توکي ان ڳالهه کان آگاهه ٿوڪريان ته تنهنجي بنيادن کي آءٌ پٿر ۽ گاري سان تعمير ڪرائيندس، پوءِ توکي سينگاريندس. تنهنجي ڇت ۽ دروازن کي سجائيندس ۽ هر ظلم کان توکي پري رکندس. تون ڪوبه غم ۽ فڪر نه ڪر-ڪوبه توکي ڪنهن قسم جو نقصان پهچائي نه سگهندو. اُت روشن ٿي وڃ تنهنجي نور جي پکڙجڻ جو وقت اوڏو اچي ويو آهي. خدا جل جلاله جي عظمت ۽ وڏائي توتي آهي. اي مڪه معظم توکي خاتم‌الانبياء عليه الصلواة السلام جي نور جي ظاهر ٿيڻ جي بشارت ڏجي ٿي، جنهن جي وقت ۾ سندس عدل اهڙو ته هوندو، جو بگهڙن سان ٻڪريون گڏ پيون چرنديون-ڪو ڪنهن جو نالو نه وٺندو. جن واٽن تان هو سفر ڪندو، انهن واٽن جي به عظمت ۽ تعريف بي حساب آهي.

## حضرت موسيٰ عليه السلام جي ڪتاب توريت ۾ الله تعاليٰ جو فرمان

(۴) حضرت موسيٰ عليه السلام الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ عرض ڪيو ته اي اسان جا رب پاڪ! پاڪائي ۽ حمد صرف توکي جڳائي ٿي. تنهنجا سيئي نالا مبارڪ ۽ پاڪ آهن ۽ بيشڪ تو پنهنجي پياري پيغمبر نبي آخرالزمان عليه الصلواة السلام جن کي وڏي عزت ۽ وڏي شرف سان نوازيو آهي. جواب ۾ الله جّل جلاله فرمايو ته اي موسيٰ عليه السلام، آءٌ دنيا ۽ آخرت ۾ انهيءَ منهنجي نبي ﷺ جي دشمنن کان بدلو وٺندس سيني نبين جي دعوتن کان اُن جي دعوت کي وڏيڪ ظاهر ۽ غالب ڪندس، جيڪو به ان جي شريعت جي مخالفت ڪندو،

اُن کي آءٌ ذليل ۽ خوار ڪندس. ان جي شريعت اهڙي آهي جنهن کي مون عدل ۽ انصاف سان آراستہ ڪيو آهي. دنيا تي عدل ۽ انصاف لاءِ آءٌ سندس شريعت کي آڻيندس. مون کي پنهنجي عزت ۽ وڏائيءَ جو قسم آهي، جيڪي امتون سندس پيروي ڪنديون، تن سڀني کي سندس وسيلي سان آءٌ دوزخ جي باهہ کان نجات ڏيندس ۽ نبوت جي سلسلي کي آءٌ محمد ﷺ جن تي ختم ڪندس. جيڪو بہ شخص سندس زماني ۾ موجود هجي ۽ مٿس ايمان نہ آڻيندو ۽ سندس شريعت جي پيروي نہ ڪندو تہ آءٌ ان شخص کان بيزار آهيان. حضرت موسيٰ عليہ السلام جن تي موڪليل ڪتاب توريت ۾ الله جل جلاله فرمايو:

ويُومر يَهوده سينائي با وزارحِ مِشعير لامُوهو فيع مَهر پاران و اتَامر بَبوث قَورش ميمنيوايش راث الاموه.

(تورات استثنا ٢/٣٣).

يعني: اهو رهبر سينا کان آيو ۽ شعير کان اچي انهن تي روشن ٿيو. پوءِ فاران (مڪہ معظم جا جبل) جي جبلن مان اچي جلوه گر ٿيو. اهو ڏهہ هزار قدوسين سان گڏ آيو. قرآن مجيد حضرت موسيٰ عليہالسلام جي طلب ۽ تمنا جي باري ۾ فرمائي ٿو تہ: پوءِ جڏهن موسيٰ عليہ پنهنجي رب جي بارگاهہ مان دعا گهري تہ اي الله! اسان جي لاءِ هن دنيا جون نيڪيون بہ لِک ۽ آخرت لاءِ بہ لِک. ڇو جو اسين دعا جي لاءِ فقط هڪ توڏانهن رجوع ڪريون ٿا. پوءِ الله تعاليٰ جواب ۾ فرمايو تہ: آءٌ جنهن کي گهُران پنهنجو عذاب نازل فرمايان. مگر منهنجي رحمت هر هڪ شيءِ کي گهري ورتو آهي، پوءِ اها رحمت آءٌ انهن ماڻهن لاءِ لکندس جيڪي مون کان ڊڄن ٿا ۽ زڪواة ادا ڪن ٿا ۽ اسان جي آيتن تي صحيح ايمان آڻين ٿا ۽ اسان جي موڪليل انهيءَ اُميءَ نبيءَ يعني محمد ﷺ جن جي پوري پيروي ڪن ٿا، جنهن جي باري ۾ انهن آيل بشارتون توريت ۽ انجيل ۾ پڙهيون ۽ ڏٺيون آهن. انهيءَ اُميءَ نبيءَ ﷺ جي اها صفت آهي جو نيڪ ڪمن جو حڪم ڏئي

ٿو ۽ براين کان روڪي ٿو. پاڪ طيب ۽ حلال انهن کي ٻڌائي ٿو. گنديون ۽ خراب شيون انهن تي حرام ڪري ٿو. اُهو ماڻهن جي مٿن تي رکيل بار ۽ گردنن ۾ پيل طوق هٽائي ٿو. پوءِ جن ماڻهن انهيءَ نبيءَ ﷺ تي ايمان آندو ۽ سندن حمايت، مدد ۽ پيروي ڪئي ۽ انهيءَ نور يعني قرآن پاڪ جي پيروي ڪئي، جيڪو اُن سان گڏ موڪليو ويو آهي، سو اُهي ماڻهوئي ڀلائي ۽ فلاح پائڻ وارا آهن. مديني طيبه ۾ رهندڙ يهودي ۽ ٻيا ساري عرب جا يهودي بہ حضرت موسيٰ عليه السلام جن جي ڏنل بشارتن ۽ توريت ۾ نازل ٿيل روايتن کان خوب واقف هئا. مديني پاڪ ۾ رهندڙ يهودي بہ پنهنجين اکين سان حضور ﷺ جن کي الله جو ڪلام ٻڌائيندي ۽ شريعت جا قانون تبليغ ۽ اشاعت ڪندي ڏسي رهيا هئا. سندن حُلئي مبارڪ ۽ وصفن کي ڏسي سمجهي ويا هئا تہ اهي ئي نبي آخرالزمان ﷺ آهن- مگر هنن کي فقط اهو حسد ۽ ساڙ هو تہ اهو نبي آخرالزمان ﷺ ايڏو وڏو اوللعزم نبي اسان بني اسرائيل مان ڇو پيدا نہ ٿيو ۽ بني اسماعيل عليه مان ڇو پيدا ٿيو. فقط انهيءَ ساڙ ۽ حسد سبب ڄاڻي ٻجهي بہ سيدالڪونين ﷺ جن تي ايمان نہ آندائون ۽ نہ وري پنهنجي نبيءَ حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ سندس ڪتاب جو چيو مڃيائون؛ آخرڪار ڪافر ٿي جهنّم ۾ هليا ويا.

(٥) حضرت ابراهيم عليه الصلواة والسلام جن جي صحيفن ۾ الله تعاليٰ هن طرح فرمايو تہ: اي ابراهيم عليه! مون تنهنجيءَ ۽ تنهنجي فرزند اسماعيل عليه‌السلام جي دعا کي تنهنجي فرزند اسماعيل عليه السلام جي حق ۾ ٻڌو ۽ قبول فرمايو، مون اسماعيل عليه‌الصلواة السلام ۽ سندس اولاد تي برڪتون جاري ڪيون آهن. آءٌ سندس اولاد مان هڪ اهڙو فرزند جليل عالمِ وجود ۾ آڻيندس، جيڪو نهايت معظم ۽ مڪرم هوندو. سندس اسم مبارڪ محمد ﷺ هوندو. اهو منهنجو برگزيدو ۽ مقرر ڪيل پيغمبر ﷺ هوندو ۽ انهيءَ جي اِمت سيني امتن ۾ بهترين امت هوندي.

## حضرت ابراهيم عليه الصلواة والسلام ۽ حضرت اسماعيل عليه الصلواة والسلام جي دعا

جناب حضرت ابراهيم خليل الله عليه الصلواة والسلام ۽ سندن فرزند ارجمند حضرت اسماعيل ذبيح الله عليه الصلواة والسلام جن جنهن وقت ڪعبة الله شريف جي تعمير فرمائي رهيا هئا، ان وقت ٻنهي جليل القدر نبين سڳورن هيءَ دعا گهري هئي. سندن هٿ مبارڪ ته ڪعبة الله شريف جي تعمير ۾ مصروف هئا، مگر زبان مبارڪ تي دل جي پوري سوز مان هيءَ دعا جاري هئي:

اي ڪعبة الله جا رب! اي اسان جا پروردگار! اي زمين ۽ آسمانن کي خلقڻ وارا! اسين تنهنجا ٻه عاجز بندا، تنهنجي رحمت ۽ برڪت ۽ تنهنجي ئي فضل سان تنهنجي هن گهر جي اڏاوت ڪري رهيا آهيون. اسان جو اهو عمل پنهنجي بارگاهه ۾ قبول فرمائي. بيشڪ تون ئي دعائن کي ٻڌڻ وارو ۽ دلين جي اندر واري نيتن کي ڄاڻڻ وارو آهين، توکان سواءِ ٻيو ڪوبه اسان جي دعائن کي قبول ڪرڻ وارو ڪونهي. اي الله اسان کي اهڙي توفيق عطا فرمائي جو اسين سچا مسلمان بنجي وڃون ۽ تنهنجي هر حڪم جي فرمانبرداري ڪريون. اي اسان جا پالڻهار، اسان جي نسل مان هڪ اهڙي اُمت پيدا ڪج، جيڪا تنهنجي حڪمن جي فرمانبردار ۽ تابعدار هجي. اي مولىٰ! اسين تنهنجي عبادت جي طور طريقن کان بلڪل ناواقف آهيون سو اسان کي پنهنجي عبادت ۽ بندگيءَ جا طريقا سيکار ۽ اسان جي سيني گناهن کي معاف فرمائي ۽ اسان جي خطائن تي درگذر ڪر، بيشڪ اها تنهنجي ئي ذات آهي جا پنهنجي رحمت سان بندن جا ڍوهه گناهه معاف فرمائي ٿي. تنهنجي رحمت، ڪرم ۽ فضل توڙي بخشش جي ڪا انتها نه آهي. اي الله پاڪ اسان جي هن بستيءَ (مڪه معظم) ۾ تنهنجو هڪ اهڙو برگزيدو نبي ۽ رسول پيدا ڪج. جيڪو هن بستيءَ وارن منجهان ئي هجي. اُهو تنهنجون آيتون پڙهي هن بستيءَ وارن کي ٻڌائي ۽ انهن کي

علم ۽ حڪمت ۽ تنهنجي وحدانيت جي پاڪ تعليم انهن کي ڏئي انهن جي دلين کي ڌوئي صاف ڪري. اي پروردگار! بيشڪ تنهنجي ئي ذات پاڪ ۽ حڪمت واري آهي، بيشڪ تون هر شيءِ تي غالب آهين. دل جي سوز ۽ درد مان گهربل هيءَ دعا آخرڪار قبول پيئي. ڪئين هزار سالن بعد انهيءَ دعا جوهڪ هڪ لفظ قبول ٿيو ۽ مڪي شريف جي رهندڙن منجهان ئي سيدالانبياء حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن پيدا ٿيا ۽ سندن نبوت ساري جهان کي روشن ۽ منور ڪري ڇڏيو.

## حضرت عيسيٰ عليه السلام تي نازل ٿيل ڪتاب اِنجيل ذريعي بشارتون

حضرت عيسيٰ عليه السلام پنهنجي قوم کي خطاب ڪندي فرمايو ته: مون کي توهان سان ڪي گهڻيون ئي ڳالهيون ڪرڻيون آهن، مگر اوهان اُنهن کي برداشت نه ڪري سگهندا. پوءِ اهو سچائيءَ وارو روح اوهان وٽ ايندو ۽ توهان کي سچ پچ ٻڌائيندو ۽ سچائي واري واٽ ڏيکاريندو. هو پنهنجي طرفان ڪا ڳالهه اوهان کي نه چوندو، مگر جيڪي الله تعاليٰ جي موڪليل وحيءَ کان ٻڌندو، اهوئي اوهان کي چوندو ۽ اوهان کي ايندڙ وقت جون خبرون ٻڌائيندو.

(انجيل يوحنا ۷-۱۴/۱٦)

قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته جڏهن عيسيٰ عليه السلام پٽ مريم جي بني اسرائيلن کي فرمايو ته: آءٌ الله تعاليٰ جي طرفان پيغمبر ٿي اوهان ڏانهن آيو آهيان ان جي تعليم جي سچائي ثابت ڪرڻ لاءِ جا هن کان اڳ توريت ۾ توهان وٽ پهچي چڪي آهي ۽ آءٌ اوهان کي بشارت ٿو ڏيان ته مون کان بعد جيڪو نبي ﷺ اچڻ وارو آهي، تنهن جو اسم مبارڪ احمد ﷺ هوندو.

حضور ﷺ جن جي تشريف فرما ٿيڻ کان اڳ يهودين ۽ عيسائين کي ۽ انهن جي عالمن کي پنهنجن پنهنجن نبين جي ڪتابن ۾ آيل انهيءَ بشارت تي ايتري قدر يقين ۽ ايمان هوندو هو، جو سندن وڏا وڏا

عالمن ۾ راهب حضور ﷺ جن جي تشريف آوريءَ جو تمام بيچينيءَ ۽ بيتابيءَ سان انتظار ڪندا هئا ۽ دعائون گهرندا هئا ته اهو نبي آخرالزمان ﷺ جلد خدا موڪلي ڏئي، ڇو جو هنن کي اهو يقين هو ته جهڙيءَ طرح اسان جي ڏاڏي حضرت اسحاق جي نسل مان اڪثر نبي الله تعاليٰ پيدا فرمايا آهن، تيئن هيءُ آخري پيغمبر ﷺ به اسان جي ئي نسل مان پيدا ٿيندو.

ڪتاب لکن ٿا ته جيئن جيئن حضور اڪرم ﷺ جن جي ولادت مبارڪ جو وقت اوڏو ايندو ويو ته انهن مذهبن جي عالمن ۽ پيشوائن مختلف نشانين ۽ قرائن مان معلوم ڪري ورتو ته اجهو جاڻ هاڻي اهو نبي ڪريم ﷺ آيو ڪي آيو. مگر جڏهن حبيبِ ڪبرياءِ ﷺ جن حضرت اسماعيل عليه السلام جن جي نسل مان پيدا ٿيا ته اها ڳالهه انهن نابڪارن کي ڏاڍي ناگوار لڳي. جنهن جي سبب حضور ﷺ جن ۽ سندن دين سان سخت عداوت ۽ دشمني شروع ڪري ڏنائون، ايستائين جو انهن بيحيائن پنهنجن نبي ۽ الله جي طرفان نازل ٿيل مقدس ڪتابن جي به پرواهه نه ڪئي اُلٽو الله جي موڪليل آيتن ۾ تحريف ڪري انهن آيتن ۾ جن ۾ حضور ﷺ جن جي نبي ٿي اچڻ جون بشارتون هيون، انهن کي مسخ ڪري يا ميٽي ڇڏيائون يا وري انهن کي بدلائي ٻيا لفظ شامل ڪري پڙهڻ لڳا. لاحول ولاقوة الاباالله العلي العظيم. ليڪن اچڻ وارو پيارو نبي ﷺ جيڪو الله جي حڪم سان اچڻو هو سو ته حضرت عيسيٰ عليه السلام کان پنج سؤ ورهيه پوءِ اچي مبعوث ۽ ظاهر ٿيو.

نگاهه لطف سان جنهن کي ڪري خدا روشن،
وِسائي ڪير سگهي، تنهن چراغ نوريءَ کي.
فقير محمد اسماعيل "خاطي"

(يُرِيدُونَ لِيُطْفِئُوا نُورَ اللّٰهِ بِأَفْوَاهِهِمْ وَاللّٰهُ مُتِمُّ نُورِهِ وَلَوْ كَرِهَ الْكَافِرُونَ).
يعني: اُهي چاهين ٿا ته الله جي نور کي ڦوڪن سان اجهائي

چڏين، مگر الله تعاليٰ پنهنجي نور کي پوريءَ طرح روشن ۽ ظاهر ڪري ٿو پوءِ ڪٿي انهن ڪافرن کي ڪيترو به بُرو لڳي.

اللّهم صلِ عليٰ سيدّ المرسلين سيدالاَولين والآخِرين و خاتم النبيّن والمرسلين و عليٰ آله و اصحابه و اَتباعه اَجمعين و بارڪ وَسَلم.

حضرت وهب بن مُنيبه رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو ته: مون قديم ڪتابن جو مطالعو ڪيو، جن ۾ الله تعاليٰ قسم ڪٽي ارشاد ٿو فرمائي ته: مون کي پنهنجي عزت ۽ جلال جو قسم آهي ته آءٌ عرب جي جبلن تي پنهنجو نور نازل ڪندس، جنهن نور جي سبب مشرق ۽ مغرب جي وچ ۾ نور ۽ روشني پکڙجي ويندي ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام جي اولاد مان هڪ نبي عربي ﷺ پيدا ڪندس، جيڪو اُمي هوندو (اُميّ جي معنيٰ آهي جنهن ڪنهن به استاد کان علم نه سکيو هجي. حضور ﷺ جن کي خاص الله تعاليٰ کان علم حاصل ٿيو ڪنهن به دنيا جي عالم وٽ تعليم نه ورتي هئائون) ۽ اُن نبي ﷺ تي ايترا انسان ۽ ٻي مخلوق يعني جنّ ۽ انسان وغيره يا ملائڪ سڀُورا ايمان آڻيندا، جيترا آسمان ۾ تارا آهن ۽ زمين ۾ پيدائش آهي. منهنجي وحدانيت ۽ اُن نبي ﷺ جن جي رسالت تي سيئي ايمان آڻيندا ۽ پنهنجي ڀيءُ ڏاڏي واري بت پرستيءَ کان نڪري ٻاهر ايندا.



# باب ٽيون

## يهودين ۽ نصارن جي بغض ۽ عداوت جي باري ۾ روايتون

حضرت ابو سعيد خُضري رضي الله تعالىٰ عنه پنهنجي والد مالڪ بن سنان رضہ کان روايت ٿو ڪري (حضرت مالڪ بن سنان رضہ جنگ اُحد ۾ شهيد ٿيا) تہ: منهنجي والد فرمايو تہ هڪ ڏينهن مان يهودين جي قبيلي بني عبدالاَشهل وارن وٽ ڳالهين ٻولهين لاءِ آيس، انهن ڏينهن ۾ اسان مديني پاڪ وارن انصارن ۽ يهودين جو پاڻ ۾ صلح ٿيل هو، اُتي مون يوشع نالي يهوديءَ کي چوندو ٻڌو تہ هاڻي انهيءَ نبيءَ ﷺ جي ظاهر ٿيڻ جو وقت بلڪل قريب اچي ويو آهي، جنهن جو نالواحمد ﷺ هوندو ۽ اهو مڪي معظم ۾ ظاهر ٿيندو. پوءِ هن شهر مديني پاڪ ۾ هجرت ڪري ايندو. پوءِ جڏهن آءٌ موٽي پنهنجي قوم ۾ آيس تہ اتي هڪ شخص سان منهنجي ملاقات ٿي. مون تعجب جو اظهار ڪندي ان کي چيو تہ حيرت آهي جو اڄ يوشع يهوديءَ مون کي هيءَ ڳالهہ ٻڌائي. تنهن تي ان شخص جواب ڏنو تہ اِن ۾ حيرت جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. نہ صرف يوشع بلڪ ساري مديني شهر جا يهودي ۽ ٻاهر جا سڀ يهودي بہ اهائي ڳالهہ ڪري رهيا آهن. پوءِ آءٌ اُتان کان بني قريظہ جي قبيلي ۾ آيس تہ اُهي بہ حضور ﷺ جن جي باري ۾ اهوئي ذڪر ڪري رهيا هئا. جيئن تہ زبير بن باطا يهودي، جو يهودين جو وڏو رئيس هو، تنهن چيو تہ بنا شڪ شبهي جي اهو مشهور ڳاڙهو تارو اُڀري چڪو آهي، جيڪو ڪنهن نبيءَ جي ظهور کان اڳ هرگز نٿو اُڀري ۽ چيائين تہ انهيءَ نبيءَ احمد ﷺ کان پوءِ قيامت تائين ڪوبہ نبي نہ ايندو ۽ هي شهر يثرب (مدينہ منور) سندن هجرت جي جاءِ آهي.

حضرت ابوسعيد خُضري رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ حضور اڪرم ﷺ جن جڏهن هجرت ڪري مديني پاڪ ۾ تشريف فرما ٿيا تہ هڪ ڏينهن مون اهو مٿيون سارو قصو ڪري ڪين ٻڌايو. حضورﷺ جن فرمايو تہ اگر زبير ۽ سندس ساٿي اسلام قبول ڪن ها تہ جيڪر سڀيئي يهودي اسلام قبول ڪري مسلمان ٿي وڃن ها، ڇو جو سڀيئي يهودي انهيءَ جي تابع آهن.

حضرت قتاده رضي الله تعاليٰ عنه ڪان روايت آهي تہ جڏهن عرب جي ڪافرن ۽ يهودين ۾ جنگ لڳندي هئي پوءِ يهودي دعائون گهرندا هئا انهن دعائن ۾ چوندا هئا تہ اي خدا، هاڻ جلد اُن اُميّ ﷺ نبيءَ کي موڪل، جنهن جو تو پاڻ توريت ۾ ذڪر فرمايو آهي جنهن کي اسين پڙهون ٿا. تہ اسين تنهنجي انهيءَ آخري نبيءَ ﷺ سان گڏجي هنن عرب جي ڪافرن کي قتل ڪريون ۽ تنهنجي انهيءَ پياري پيغمبر جي امت بڻجي وڃون، مگر جڏهن حضور اڪرم ﷺ جن حضرت اسماعيل عليه السلام جن جي اولاد مان ظاهر ٿيا تہ هيءُ سڀ منڪر بنجي ويا ۽ ڪفر ۾ پئي خراب ٿيا.

حضرت مغيره بن شعبہ رضہ ڪا روايت آهي تہ جڏهن مصر جي بادشاھہ مقوس وٽ وياسون ۽ ان کي اسان چيو تہ محمد ﷺ جن بيشڪ الله جا نبي ۽ رسول آهن، اگر اهي مصر يا روم ۾ ظاهر ٿين ها تہ سڀيئي سندن پيروي ڪري اسلام تي اچن ها.

حضرت مغيره بن شعبہ رضہ فرمائي ٿو تہ ان ڪان پوءِ مون اسڪندريہ ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ مصر جو ڪوبہ گرجو ۽ ڪليسو نہ ڇڏيم، جتي آءٌ نہ ويو هجان، مون مصر ۽ روم جي سيني وڏن وڏن راهبن سان ملاقاتون ڪيون. مون ڪائن پڇيو تہ توهان جو ڪجهہ حضورﷺ جن جي باري ۾ پنهنجن ڪتابن ۾ پڙهيو آهي ۽ سندن صفتون ڏٺيون آهن، اهي مون کي ٻڌايو؟ اُتي هڪ وڏو اسقف يعني سندن مذهبي پيشوا راهب رهندو هو، ماڻهو پنهنجن بيمارن کي ڪٺي دعا لاءِ ان وٽ ايندا هئا ۽ هو انهن لاءِ دعا ڪندو هو، مون ان ڪان پڇيو

تہ نبين مان باقي ڪو اهڙو نبي آهي. جيڪو اچڻ وارو هجي ۽ اچا نہ آيو هجي. ان جواب ڏنو تہ ها اهو آخري نبي آهي ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ ان جي وچ ۾ ٻيو ڪوبہ نبي ڪونهي صرف اهوئي نبي آهي، جيڪو بلڪل آخري نبي آهي، تنهن بعد قيامت تائين ڪوبہ نبي نہ ايندو. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جن اسان کي انهيءَ نبيءَ جي پيروي ڪرڻو جوحڪم فرمايو آهي. اهو نبي عربي ۽ اُميّ هوندو. ان جو نالو احمد ﷺ هوندو، نہ اجائي ڊگهي قد وارو هوندو ۽ نہ وري بندرو هوندو، پوري قد وارو، اُن جي ٻنهي اکين ۾ سرخي يعني ڳاڙهائي نظر ايندي هوندي، اهونہ بلڪل سفيد هوندو نہ سياه يعني ڪارو، ان جا وار لهردار گهنگهريالا هوندا ۽ ٿلهي ڪپڙي جي پوشاڪ پائيندو هوندو، ڪيس جيڪي بہ ڪاڌي لاءِ ملندو تنهن تي صبر ۽ قناعت ڪندڙ هوندو. هو الله ڪان سواءِ ڪنهن ڪان بہ نہ ڊڄندو هوندو. انهيءَ جي ڪلهي تي تلوار هوندي، جيڪو بہ ان جي مقابلي ۾ ايندو، ان ڪان هرگز نہ ڊڄندو. جنگ ۾ ڪڏهن بہ پاڻ اڳرائي نہ ڪندو، جيستائين دشمن پاڻ اڳرائي نہ ڪري. ان جا اصحاب سڳورا اهڙا تہ ايمان وارا هوندا جو هن مٿان پنهنجا سر فدا ۽ قربان ڪندا. اُهي سندس اصحاب پنهنجيءَ نبيءَ ﷺ کي پنهنجي ماءُ، پيءُ، اولاد ۽ پنهنجي جان ڪان بہ وڌيڪ پيارو سمجهندا. ان جي ولادت ان جاءِ تي ٿيندي جتي سَلم جا وڻ آهن. اهو نبي ﷺ پاڪ هڪڙي حرم ڪان ٻئي حرم ڏانهن هجرت ڪندو ۽ پير جي ٽٽينءَ ڪان مٿي ڪپڙو ڍڪيندڙ هوندا ۽ اهي پنهنجا عضوا ڌوئندا هوندا يعني وضو ڪندڙ، انهيءَ نبيءَ ﷺ ۾ اهڙيون تہ خاص وصفون ۽ صفتون هونديون، جو جنهن جهڙيون ٻئي ڪنهن بہ نبيءَ ۾ نہ ٿيون آهن. هرڪو نبي پنهنجي پنهنجي قوم جي هدايت لاءِ مقرر ڪيو ويو مگر اهو نبي ڪريم ﷺ ساري جهان لاءِ پيغمبر ٿي ايندو. ساري خدا جي زمين سندس عبادت ۽ سجده گاهہ لاءِ مقرر ڪئي ويندي. اهو زمين کي پاڪ ڪرڻ وارو آهي. جتي بہ نماز جو وقت آيو، اگر پاڻي نہ بہ مليو تہ مٽيءَ سان وضو(تيّمم) ڪري نماز ادا ڪندو. حضرت مغيره

رضہ جڏهن سفر تان موٽي آيو تہ اچڻ شرط ڪلمون پڙهي مسلمان ٿيو ۽ اهو سارو داستان حضور ﷺ ۽ سيني اصحابن سڳورن کي ٻڌايائين.

حضرت سعيد بن زيد رضہ روايت ٿوڪري تہ منهنجو پيءُ دين جي تلاش لاءِ نڪتو. سفر ڪري مُوصل ۾ هڪ راهب وٽ وڃي سهڙيو. راهب زيد کان پڇيو تہ ڪٿان پيا اچو؟ زيد جواب ڏنو تہ ڪعبة الله ۽ مکي معظم کان اچان پيو. راهب پڇيو تہ ڪهڙي ڪم سان نڪتہ آهيو؟ زيد جواب ڏنو تہ دين جي تلاش لاءِ نڪتو آهيان. راهب جواب ڏنس تہ وڃ بلڪل وقت قريب اچي ويو آهي جو اُهي نبي ﷺ تنهنجي ئي شهر ۾ ظاهر ٿيڻ وارو آهي، جنهن جي تلاش ۾ تون ڦرين ٿو. انهيءَ لاءِ زيد بن عمروءَ بن نفيل کي جاهليت ۽ ڪفر جي زماني جو موّحد چوندا آهن. هو مشرڪن ۽ ڪافرن جو ڪنل جانور حرام سمجهندو هو ۽ سندس گوشت ڪڏهن بہ نہ ڪائيندو هو. توريت کي ڪافرن ۾ نہ پڙهندو هو. سندس ذڪر صحيح بخاريءَ ۾ بہ آيل آهي.

سيدنا ابن مسعود رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي تہ اللہتعاليٰ هڪ شخص کي جنت ۾ داخل ڪرڻ لاءِ پنهنجي نبيءَ کي ان ڏانهن موڪليو، هن قول جو قصو هن طرح آهي جو حضور اڪرم ﷺ جن مديني منوره ۾ هڪ ڏينهن يهودين جي هڪ عبادتگاهہ (ڪليسا) ۾ تشريف فرما ٿيا، ان وقت اتي هڪ يهودي توريت جي تلاوت ڪري پنهنجي قوم کي ٻڌائي رهيو هو. جڏهن اهو يهودي توريت ۾ بيان ڪيل حضور ﷺ جن جي صفت وٽ پهتو تہ پڙهڻ بند ڪري ڇڏيائين ۽ آهستہ آهستہ بيمارن وانگر ڪجهہ ٻڙ ٻڙائڻ لڳو. ٿوريءَ دير بعد وري بہ توريت ڪڻي پڙهڻ لڳو. حضور ﷺ جن جي صفت بہ پڙهيائين ۽ وڏي آواز سان چوڻ لڳو تہ ان نبيءَ جي صفت هيءَ آهي.

اَشهد ان لااله الاالله وَ اَنّک رسُول الله

يعني: شاهدي ٿو ڏيان تہ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ خدا ڪونهي ۽ هي آهي الله جو سچو پيغمبر ۽ رسول ﷺ. حضور ﷺ جن

جي روبرو کين ڏسي اهو ڪلمون پڙهيائين، تنهن بعد هن جو روح پرواز ڪري ويو. حضور ﷺ جن اصحابن سڀني کي فرمايو ته اوهين هن پنهنجي ڀاءُ جي ڪفن دفن جو بندوبست ڪريو.

حضرت ابن عباس رضہ کان روايت آهي ته جڏهن طائف جي بادشاهه، جنهن جو نالو تبع هو، مديني منوره تي چڙهائي ڪري آيو ۽ اعلان ڪيائين ته مديني جي شهر کي ويران ڪري ڇڏيندس ۽ پنهنجي پٽ جي قتل جي بدلي ۾ مديني جو هڪ هڪ شخص قتل ڪندس جو هنن منهنجي پٽ کي دوکي ۽ فريب سان قتل ڪيو آهي. ان زماني ۾ يهودين جو هڪ وڏو عالم "سامول" نالي مديني پاڪ ۾ رهندو هو. تنهن وجي بادشاهه کي عرض ڪيو ته اي بادشاهه، هيءُ اهو شهر آهي جو بني اسماعيل عليه مان جيڪو آخري پيغمبر پيدا ٿيندو، جنهن جي ولادت جي جاءِ مڪو معظم ۽ هيءُ شهر سندس هجرت ڪري اچڻ جي جاءِ آهي. اهو نبي ﷺ سڳورو مڪہ شريف مان هجرت ڪري هن شهر ۾ اچي رهندو؛ سندس اسم مبارڪ احمّد هوندو. نہ صرف هي شهر هجرت گاهہ آهي، پر سندن روضو مبارڪ بہ هتي ئي ٿيندو. تيغ اها حقيقت ٻڌي ٻنان ڪنهن جنگ و جدل جي اتان واپس هليو ويو.

محمد بن اسحاق رحہ ڪتاب مغازيءَ ۾ لکي ٿو تہ بادشاهہ تبع واپس وڃڻ کان اڳ هڪ جاءِ مدينہ طيبّہ ۾ تيار ڪرائي ان جاءِ کي حضور ﷺ جن جي رهائش لاءِ وقف ڪيائين. تبع سان گڏ چار سؤ توريت جا عالم بہ آيل هئا، تن چيو تہ اي بادشاهہ! اسين هاڻ مدينہ پاڪ ۾ رهنداسون، انهيءَ لاءِ تہ من الله پاڪ اسان کي نبي آخرالزمان ﷺ جن جي صحبت جي سعادت نصيب فرمائي. پوءِ تبع انهن چار سؤ راهبن لاءِ مدينہ پاڪ ۾ جدا جدا جايون ٺهرائي ڏنيون، سندن خدمت لاءِ هڪ هڪ ٻانهي ۽ تمام گهڻي دولت ڪين ڏني ۽ هڪ خط نبي ڪريم ﷺجن جي خدمت ۾ لکي راهبن جي حوالي ڪيائين تہ اگر انهن کي زندگيءَ ۾ حضور ﷺ جن سان ملاقات جو شرف حاصل ٿئي تہ هيءُ

خط سنڌن خدمت اقدس ۾ پيش ڪن. انهيءَ خط ۾ پنهنجي اسلام ۾ داخل ٿيڻ بابت بہ لکيو ائس. ان خط جا ڪي بيت هن طرح آهن:

شهدت عليٰ احمد انه رسول من الله باري ائنيّم
فلو لا عمري اليٰ عمره لکنت وزير اله ابن عم.

يعني: مان حضور نبي اڪرم احمد مجتبيٰ ﷺ جن جي شاهدي ٿو ڏيان تہ بنا شڪ ۽ شبهي جي اُهي اَن الله واحد جا موڪليل نبي آهن، جنهن مٿيءَ مان انسان کي پيدا ڪيو. جيڪڏهن مان سندس نبوت ظاهر ٿيڻ تائين جيئرو رهيس تہ آءٌ سندس وزير ۽ قريبي عزيزن جهڙو ساٿي ٿيندس.

تبع اهو خط سربمهر ڪري يعني مهر هڻي بند ڪري انهن چار سؤ عالمن جي وڏي سربراهہ جي حوالي ڪيو ۽ وصيت ڪيائين تہ جيڪڏهن اوهان کي حضور ﷺ جن جو زمانو نصيب ٿئي تہ هيءُ منهنجو خط سنڌن حضور ۾ پيش ڪجو، جي نہ تہ پنهنجي اولاد در اولاد کي وصيت ڪري هيءُ خط حوالي ڪجو تہ اُهي، اهو منهنجو خط حضور نبي آخرالزمان ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ پهچائين. اهو مڪان جيڪو حضور ﷺ جن لاءِ "تبع" بادشاهہ ٺهرائي ويو هو، سو حضور ﷺ جن جي هجرت ڪري مدينہ پاڪ ۾ تشريف فرما ٿيڻ وقت بہ موجود هو. چون ٿا تہ حضرت ايوب انصاري رضہ وارو اهومڪان، جنهن ۾حضور ﷺ جن هجرت بعد اچي رهيا هئا، سو اهوئي تبع بادشاهہ جو ٺهرايل مڪان هو. والله اعلم باالصّواب.

دل آهي پريشان فراقِ رسول ﷺ ۾،
مون کي خبر نہ آهي ڪا گرد و نواح جي.
فقير محمد اسماعيل ٺٽوي "خاطي"

ڪتابن ۾ بيان آيو آهي تہ زهير بن بطا نالي يهودين جو هڪ وڏو عالم هو، اُن چيو تہ منهنجو پيءُ هڪ خط لکي مهر هڻي بند ڪري منهنجي حوالي ڪري ويو هو. ان خط ۾ حضور ﷺ جن جو بيان

مبارڪ هو ۽ منهنجو پيءُ چوندو هو تہ اهو آخري پيغمبر آهي، جيڪو مڪہ معظم ۾ ظاهر ٿيندو ۽ ان پاڪ نبيءَ جون هيءَ صفتون آهن. پيءُ جي مرڻ بعد زهير بن بطا يهودي اهو حضور ﷺ جن وارو ذڪر ماڻهن سان هميشه ڪندو هو؛ تڏهن اجا حضور اڪرم ﷺ جن ظاهر نہ ٿيا هئا، پر جڏهن انهيءَ يهوديءَ اها خبر ٻڌي تہ حضور ﷺ جن حضرت اسماعيل عليه جي خاندان ۽ نسل مان پيدا ٿيا آهن تہ هن اهو پٽس وارو خط ساڙي ڇڏيو ۽ حضور ﷺ جن جي صفتن ڪي لڪائڻ لڳو. اهڙيءَ طرح قبيلي بني قريظہ ۽ بنو نفير جا يهودي حضور ﷺ جن جي تشريف آوريءَ ڪان اڳ سندن نشانيون ۽ وصفون علي الاعلان بيان ڪندا هئا. مگر جڏهن سرڪار سيدالڪونين خاتم الانبياء ﷺ جن ظاهر ٿيا، تڏهن هيءُ سڀيئي سندن دشمنيءَ لاءِ تيار ٿي ويا ۽ آخر ڪافر ٿي مئا.

سيّدنا حضرت ابو هريره رضہ فرمائين ٿا تہ مدينہ پاڪ ۾ هڪ ڀيري حضور ﷺ جن يهودين جي محلي بيت المدارس ۾ تشريف فرما ٿيا. اُتي يهودين کي گڏ ڪري فرمايائون تہ توهان ۾ جيڪو سڀني کان زياده ڄاڻ رکندڙ ۽ عقلمند شخص هجي، تنهن کي اسان ڏانهن موڪليو. تڏهن هنن سڀني گڏجي صلاح ڪري عبدالله بن سُوريا يهوديءَ کي آندو. حضور ﷺ جن ان شخص سان اڪيلائيءَ ۾ گفتگو ڪئي. ڪيس فرمايائون تہ آءٌ توکي تنهنجي دين ۽ الله پاڪ جو قسم ٿو ڏيان ۽ قسم ٿو ڏيان منّ وسلويٰ واري نعمت جو جيڪا الله تعاليٰ اوهان جي قوم بني اسرائيل کي عطا ڪئي هئي ۽ انهن تي ڪڪرن جي ڇانو ڪئي هئائين، تون سچ پچ ٻڌائي تہ ڇا مان خدا جو رسول ﷺ نہ آهيان؟ اُن هيءُ جواب ڏنو (اللّهم نعم) يعني الله تعاليٰ شاهد آهي تہ بيشڪ توهين نبي ﷺ آهيو. اوهان جي جيڪا تعريف ۽ صفت اسان جي ڪتابن ۾ آيل آهي، سا سموري آءٌ ڄاڻان ٿو. اوهان جون اهي سڀ خوبيون، نشانيون ۽ وصفون توريت ۾ ڄاڻايون ويون آهن، ليڪن اسان جي ساري قوم اوهان تي حسد ڪري ٿي، تنهن لاءِ اسلام قبول نٿا

ڪن. حضور ﷺ جن ڪيس فرمايو تہ توکي ڪهڙي شيءِ مجبور ڪيو آهي، جو تون اسلام نٿو آڻين ۽ مسلمان نٿو ٿئين ؟ ان عرض ڪيو تہ آءٌ هڪ جٿون پنهنجي قوم جي خلاف وڃڻ نٿو چاهيان ۽ ان ڳالهہ کي چڱو نٿو سمجهان. ها ، مگر جيڪڏهن سڀيئي اوهان تي ايمان آڻين ۽ اوهان جي متابعت ڪن ۽ مسلمان ٿين تہ آءٌ بہ مسلمان ٿي وڃان ۽ اهائي منهنجي خواهش آهي.

حضرت طلحہ بن عبدالله رضہ کان روايت آهي تہ مان بصري شهر جي بازار ۾ ۾ هوس، اوچتو هڪ عبادتخاني مان هڪ راهب جو آواز ٻڌم ، جو چئي رهيو هو تہ ٻاهران آيل تاجرن، واپارين ۽ قافلي وارن کان پڇا ڪريو تہ اوهان ۾ ڪو شخص اهل حرم يعني (مڪ معظم) جو رهڻ وارو بہ آيل آهي؟ طلحہ رضہ بيان ٿو ڪري تہ مون چيو تہ هائو، مان اتي جو رهاڪو آهيان. اُن مون کان پڇيو.تہ ڇا مڪي شريف ۾ احمدﷺ جي نالي سان ڪو نبي ظاهر ٿيو آهي؟ مون پڇيو تہ ڪهڙو احمد؟ ان چيو تہ عبدالمطلب جو پوٽو آهي، اهو نبي آهي ۽ هيءُ ڏينهن سندس نبوت جي ظاهر ٿيڻ جا آهن، اُهي بلڪل آخري پيغمبر آهن، انهن جي هجرت جي منزل اُها آهي جنهن ۾ ڪجين جا باغ آهن ۽ اتي زمين پٿريلي ۽ ڪلراٺي آهي، صعني يثرب (مدينہ منوّر) آهي. انهيءَ راهب جي اها ڳالهہ منهنجي دل ۾ گهر ڪري ويئي. پوءِ جڏهن آءٌ انهيءَ سفر تان موٽي مڪي شريف ۾ آيس تہ ايندي شرط مون اچي پڇا ڪئي تہ ڇا هتي ڪو نئون واقعو ظاهر ٿيو آهي تہ ماڻهن مون کي ٻڌايو تہ ها ، بني هاشم جي قريش قبيلي مان محمد بن عبدالله بن عبدالمطلب نبوت جي دعويٰ ڪئي آهي ۽ ابن ابي قحافہ (حضرت ابوبڪر صديق رضہ) سندن دعوت کي قبول ڪري اسلام آندو آهي. پوءِ آءٌ سڌو حضرت ابابڪر صديق رضہ وٽ پهتس ۽ راهب واري سموري حقيقت ساڻس بيان ڪيم ۽ چيم تہ ڇا توهان بہ اُن شخص جي مطابعت قبول ڪئي آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ ها ، سيني کان اول مون سندن بيعت قبول ڪئي آهي. انهيءَ گفتگو کان پوءِ حضرت ابابڪر

صديق رضہ حضرت طلحہ رضہ کي حضور ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ وٺي آيو ۽ حضرت طلحہ رضہ حضور ﷺ جن جي هٿ مبارڪ تي بيعت ڪري اسلام ۾ آيا.

حضرت جبير بن معطم رضہ کان روايت آهي تہ جنهن زماني ۾ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ﷺ جن جي نبوت کي ظاهر فرمايو ۽ سندن نبوت جو چرچو مڪہ معظم ۾ مشهور ٿي ويو هو، ان زماني ۾ آءٌ بصري ڏانهن ويس. جڏهن شهر بصري ۾ پهتس تہ نصارن جي قوم مان هڪڙي جماعت مون وٽ آئي ۽ مون کان پڇڻ لڳي تہ ڇا توهان حرم پاڪ مڪّہ معظم کان آيا آهيو؟ مون جواب ڏنو تہ ها. هو چوڻ لڳا تہ ڇا توهان ان شخص جي صورت چڱيءَ طرح سڃاڻو ٿا، جنهن توهان جي شهر مڪہ معظم ۾ نبوت جي دعويٰ ڪئي آهي. مون چيو تہ ها، مان بلڪل چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿو. پوءِ هو مون کي پاڻ ڪان جهلي پنهنجي عبادت خاني ۾ وٺي ويا، جنهن ۾ بيشمار تصويرون لڳل هيون. انهن مون کي چيو تہ هنن تصويرن کي غور سان ڏس تہ هنن ۾ انهيءَ شخص جي تصوير توکي نظر اچي ٿي يا نہ، جنهن نبوت جي دعويٰ ڪئي آهي؟

مون انهن تصويرن مان هڪ هڪ کي غور سان ڏٺو، مگر مون کي ڪابہ تصوير حضور ﷺ جن جي نظر نہ آئي. مون چيو تہ هنن تصويرن ۾ ڪابہ تصوير اهڙي نہ آهي جنهن کي حضور ﷺ جن جي صورت مبارڪ سان تشبيہ ڏيئي سگهجي. پوءِ هو مون کي هڪ وڏي عبادت خاني ۾ وٺي ويا، ان عبادت خاني ۾ اڳئين ڪان بہ گهڻيون ۽ عجيب عجيب صورتون هيون. انهن مون کي چيو تہ هنن تصويرن ۾ ڏس ڀلا توکي انهن ۾ حضور ﷺ جن جي صورت مبارڪ جهڙي تصوير نظر اچي ٿي؟ آءٌ نهارڻ لڳس، اوچتو منهنجي نظر هڪ تصوير تي پيئي؛ جنهن ۾ حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابابڪر صديق رضہ جن جي تصوير مون کي نظر آئي، جنهن ۾ حضرت ابابڪر صديق رضہ، حضور ﷺ جن جو گوڏو مبارڪ جهلي وينا آهن. انهن مون کان پڇيو تہ ڇا سندن

صورت مبارڪ توکي نظر آئي؟ مون جواب ڏنو تہ ها. مون پنهنجي دل ۾ چيو تہ في الحال هنن کي اها تصوير ڏيکارڻ چڱو نہ آهي، متان هيءُ ساڻن ڪا دشمني وغيره ڪن. پوءِ دل ۾ خيال ڪيم تہ ڏسان تہ هي ڇا ٿا چون. پوءِ اُنهن حضور ﷺ جن جون تمام صفتون ۽ تعريفون بيان ڪيون. مون کان پڇڻ لڳا تہ ڇا اهي سڀيئي صفتون منجهن موجود آهن؟ مون جواب ڏنو تہ باخدا اهي سڀ صفتون ۽ تعريفون منجهن صحيح صحيح موجود آهن. پوءِ هنن مون کان پڇيو تہ هي جيڪو شخص سندن گوڏو جهلي وينو آهي اهو ڪير آهي ان کي سڃاڻو ٿا؟ مون چيو تہ بيشڪ اهو سندن ساٿي ۽ دوست اصحاب حضرت ابابڪر صديق رضہ آهي. مگر آءٌ انهيءَ ڳالهہ کان ڊڄان ٿو تہ متان مڪي جا قريش ڪافر ڪين ڪو نقصان نہ پهچائين. تنهن تي انهن راهبن چيو تہ خدا جو قسم، ڪافر هن کي ڪڏهن بہ قتل نہ ڪري سگهندا. اهو خدا جو پيغمبر نبي آخرالزمان ﷺ آهي الله تعاليٰ انهن سڀني ڪافرن تي ڪيس غالب ڪندو.

الصّلواة والسلام عليک يا رسول الله ﷺ
الصّلواة والسّلام عليک يا حبيب الله ﷺ

حضرت صفيہ رضہ بنت حيّ بن اَخطب اُمهات المؤمنين مان آهن. پاڻ سڳوري روايت ٿي فرمائي تہ حضور اڪرم ﷺ جن جڏهن مڪہ معظم کان هجرت فرمائي مَدينہ منور جي ويجهو قبا ۾ اچي جلوه افروز ٿيا تہ هڪ ڏينهن حيّ بن اَخطب (منهنجو پيءُ) ۽ چاچو ابوياسر (ٻئي يهودي هئا) صبح جي وقت گهر کان نڪري حضور ﷺ جن ڏانهن روانا ٿيا، تان جو رات پئجي ويئي، مگر گهر نہ موٽيا. آخر گهڻي رات گذرڻ وقت گهر آيا تہ هو بيحد فڪرمند غمگين هئا، ايتري قدر جو آءٌ بيان ڪري نٿي سگهان. هو گهر ۾ اچڻ شرط اچي ليٽي پيا. آءٌ جا سندن اولاد مان سڀني کان لاڏلي ۽ پياري ڌيءَ هيس، سو پنهنجي عادت مطابق انهن وٽ هلي ويس، مگر هو ٻئي پنهنجي اهڙي

غم، فڪر ۽ پريشانيءَ ۾ غرق هئا جو نہ ڪا مون ڏانهن توجهہ ڪئي ۽ نہ مون سان ڳالهايو نڪو مون ڏانهن نهاريائون انهن کي غم کان فرصت ۽ طاقت ئي ڪانہ هئي جو مون ڏانهن ڏيان ڪن. آخر منهنجي چاچي ڳالهايو۽ منهنجي پيءُ کان پڇيائين تہ ڇا هيءُ برابر اهوئي شخص آهي؟ ڇا هيءَ اهوئي نبي آهي، جنهن جون وصفون پاڻ توريت ۾ پڙهندا آهيون؟ منهنجي پيءُ جواب ڏنو تہ خدا جوقسم بيشڪ هي اهوئي آهي. وري بہ منهنجي چاچي پڇيو تہ ڇا توکي پورو پورو يقين آهي تہ هيءُ اُهو ساڳيو نبي آهي؟ منهنجي پيءَ جواب ڏنو تہ آءٌ خدا جو قسم کڻي چوان ٿو تہ هي اهوئي شخص آهي. پوءِ هن پڇيو تہ تون هنن جي لاءِ ڪهڙي نيت رکين ٿو- دوستي يا عداوت، محبت يا دشمني؟ هن جواب ڏنو تہ دشمني ۽ عداوت رکان ٿو. والله جيستائين جيئرو هوندس، سندس دشمنيءَ ۽ عداوت ۾ ڪوشش ڪندو رهندس (نعوذ باالله منها)

ان کان پوءِ ٻئي ڀائر حضور ﷺ جن جي عداوت ۽ دشمني ۾ ڪوششون ڪندا رهيا ۽ ازلي شقي، مرتد ۽ ڪافر بڻجي ويا. انهن يهودين عالمن مان کي اهڙا بہ بدبخت هئا، جن دنيا جي ناچيز ۽ حقير مال جي لالچ ۽ هوس ۾ حضور ﷺ جن جي سخت مخالفت ڪري جهنم جي در جي اسفل آلسافلين ۾ لهي ويا، مگر انهن ئي يهودين مان اهڙا احبار وڏا نيڪ عالم بہ هئا، جن جي پيشانين تي اقبال سعادت ۽ الله جي رحمت جا نقش روشن هئا: انهن اسلام قبول ڪرڻ ۾ اڳرائي ڪئي ۽ آخرت جي دولت سان مالا مال ٿي ويا. جهڙوڪ: حضرت عبدالله بن سلام رضہ ۽ ٻيا اصحاب سڳورا.

مخريق رضہ نالي هڪ عالم يهودين ۾ تمام وڏو عالم، دانشمند ۽ دولت وارو شخص هو. اهو نبي ڪريم ﷺ جن جي وصفن، صفتن ۽ نشانين کان خوب واقف هو ۽ انهن روايتن تي يقين ۽ ايمان سان قائم هو. اُحد واري جنگ جي ڏينهن هن يهودين کي گڏ ڪري خطاب ڪيو تہ:

"اي قوم يهود، الله جو قسم آهي ته اوهين سڀيئي ڄاڻو ٿا ته حضرت محمد ﷺ جن سچا، خدا جا موڪليل آخري نبي ۽ پيغمبر آهن. هن وقت ۾ سندن مدد ڪرڻ اسان تي فرض آهي، تنهن لاءِ اُٿو ۽ اها نيڪي ۽ سعادت حاصل ڪريو." يهودين جواب ڏنو ته اڄ (يوم ثبت) يعني ڇنڇر جو ڏينهن آهي، تنهن لاءِ اسين جهاد ۾ نه هلنداسون. مخريق رضه جواب ڏنو ته سڀيئي ڏينهن الله پاڪ جا آهن. پوءِ هن پنهنجا هٿيار ٻڌي تياري ڪئي مسلمان ٿيڻ ۽ اُحد جي جهاد ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پنهنجي قوم مان نڪري آيو ۽ حضور ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ حاضر ٿي ڪلمون پڙهيائين ۽ وصيت ڪيائين ته جي مان شهيد ٿي وڃان ته منهنجو سمورو مال ۽ ملڪيت حضور ﷺ جن جي لاءِ آهي، ڪين جيئن وڻي تيئن ان کي خرچ ڪن، جنهن کي وڻي تنهن کي ڏين. تنهن بعد مخريق رضه ٻين اصحابن سڳورن سان گڏ اُحد جي جنگ ۾ وڃي شريڪ ٿيو ۽ ڪافرن سان وڙهندي شهيد ٿي ويو. حضور اڪرم ﷺ جن مخريق رضه جي ڏنل انهيءَ مال مان عام صدقو ۽ خيرات ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح حضرت سلمان فارسي رضه ڪيترن سالن کان حضور اڪرم ﷺ جن جي ديدار مبارڪ لاءِ سندن محبت ۽ فراق ۾ زار زار روئندو هو، آخرڪار الله پاڪ سندس مٺو محبوب کيس مدينه پاڪ ۾ ملايو.

اللّهم صل عليٰ سيدّنا محّمد وآلِ سيدّنا محّمد
فِي كلّ لَمحة وّ نفساً بعددِ كلّ معلوُم لّک.



# باب چوٿون

## حضرت عبدالله بن عبدالمطلب

حضور اڪرم ﷺ جن جي والد ماجد حضرت عبدالله جو حسن ۽ جمال ان زماني ۾ ساري عرب ۾ مشهور هوندو هو. سندن حسن ۽ جمال جي ايتري ته شهرت ۽ مشهوري هئي، جو عرب جون حَسين ڪان حَسين عورتون به مٿن فدا ٿيڻ لاءِ ۽ کين حاصل ڪرڻ لاءِ بيتاب ۽ مشتاق هونديون هيون ۽ سندن چهري جي هڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ رستن ۽ واٽن تي اچي ويهنديون هيون. مڪه معظم جون حَسين عورتون شاديءَ لاءِ پيغام موڪليندي هيون. مگر اهو شرف ڪنهن کي به حاصل نه ٿيو. ٿيو ته حضرت بيبي آمنه رضي الله تعاليٰ عنها کي ٿيو.

اين سعادت بزور بازو نيست
تا نه بخشد خداء بخشنده.

زور، طاقت ۽ لالچ وغيره سان ههڙي سعادت ڪٿي ٿي حاصل ٿئي، جيستائين الله پاڪ جي عنايت ۽ فضل نه ٿئي.

حضرت عبدالله جي صورت ڏسي اڳين مذهبن وارا اهل ڪتاب نشانين مان سمجهي ويا هئا ته نبي آخرالزمان ﷺ، جيڪي پيدا ٿيڻ وارا آهن، اُهي هِن شخص جي پشت (پُٺ) مان پيدا ٿيندا. انهيءَ ڪري اُهي يهودي ۽ نصاريٰ سندن دشمن بنجي ويا هئا ته هن شخص کي اگر قتل ڪري ڇڏيون ته بني اسماعيل عليه السلام مان انهيءَ بابرڪت اُولوالعزم نبيءَ جو پيدا ٿيڻ منقطع ٿي ويندو. ڪيترائي دفعا يهودي ۽ نصاري حضرت عبدالله جي قتل ڪرڻ لاءِ مڪه شريف ۾ آيا ۽

ڪوششون ڪيائون، مگر عجيب و غريب مشاهده ڏسي سندن همت نہ ٿي جو حضرت عبدالله کي قتل ڪري سگهن ۽ نامراد ٿي موٽي ويندا هئا.

هڪ ڏينهن حضرت عبدالله جن شڪار جي خيال سان جهنگ ڏانهن نڪري ويا هئا. انهيءَ زماني ۾ شام جي ملڪ کان اهل ڪتاب وارن جي هڪ وڏي جماعت منصوبو بنائي کين قتل ڪرڻ لاءِ آيا هئا، تن کي خبر پيئي تہ اڄ حضرت عبدالله اڪيلو شڪار لاءِ جهنگل ڏي ويو آهي، سي سندن پويان روانا ٿيا ۽ کين وڃي پهتا. حضور ﷺ جن جو نانو وهب بن مناف بہ انهيءَ جهنگل ۾ موجود هو، تنهن سارو معاملو اکين سان پئي ڏٺو. چا تا ڏسن تہ ڪجهہ سوار جن جي صورت دنيا جي ماڻهن جهڙي نہ هئي، اوچتوغيب مان اچي ظاهر ٿيا ۽ حضرت عبدالله تي حملہ آور ٿيڻ وارن سان وڙهي کين هٽائي ۽ ڀڄائي ڇڏيائون ۽ اُهي حملہ آور ناڪام ۽ نامراد ٿي واپس هليا ويا. وهب بن مناف جڏهن پنهنجي گهر موٽي آيو، تنهن اها سموري حقيقت پنهنجي قبيلي وارن سان اچي بيان ڪئي ۽ انهن کي چيائين تہ آءٌ پنهنجي نياڻي (سيده آمنہ رضي الله عنها) جو نڪاح حضرت عبدالله بن عبدالمطلب سان ڪرڻ چاهيان ٿو. سڀني انهيءَ راءِ کي منظور ڪيو. پوءِ پاڻ (وهب بن مناف) پنهنجن دوستن هٿان حضرت عبدالمطلب کي اهو پيغام موڪلي ڏنو. حضرت عبدالمطلب جن اڳيئي چاهيندا هئا تہ حضرت عبدالله جي شادي اهڙي عورت سان ٿئي جيڪا باعصمت، باحياءَ شريف خاندان، نيڪ صورت ۽ نيڪ سيرت هجي. سو اهي سڀيئي ڳالهيون حضرت بيبي آمنہ رضي الله عنها ۾ موجود هيون تنهن لاءِ پاڻ اهو رشتو وڏيءَ خوشيءَ سان قبول ڪيائون ۽ حضرت عبدالله جي شادي حضرت بيبي آمنہ رضي الله عنها سان وڏي ڌام ڌوم سان ٿي گذري.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي تہ حضرت عبدالله سڳورو ڪنهن ڪم جي لاءِ ڪبۃ الله جي پاسي کان وڃي رهيو هو، اتي هڪ عورت

بني اسد جي قبيلي مان بيني هئي، جنهن جو نالو رقيہ هو. اها عورت حضرت عبدالله کي ڏسڻ شرط مٿس عاشق ٿي پيئي. حضرت عبدالله کي چوڻ لڳي تہ جيڪڏهن تون منهنجو ٿي پوين تہ مان توکي هڪ سؤ اُٺ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. حضرت عبدالله جي چهري مبارڪ تي شرم ۽ حياءَ ڇانئجي ويو؛ پاڻ انهيءَ مهل واپس پنهنجي گهر هليا آيا.

هڪ ٻيءَ عورت، جنهن جو قصو ڪتابن ۾ آيل آهي، سو هيئن آهي تہ اها عورت ڪاهن هئي، يعني ماڻهن کي ڳجهہ جون خبرون ٻڌائيندي هئي ۽ بيحد مالدار هئي. اها حضرت عبدالله کي رستي ۾ ملي، جنهن سندن سونهن ڏسي چيو تہ مان پنهنجو سمورو مال ۽ دولت توکي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان، بشرطيڪ تون منهنجو ٿئجي وڃين. حضرت عبدالله سندس مڪر ۽ فريب ۾ نہ آيو ۽ واپس پنهنجي گهر هليو آيو. اهڙيءَ طرح سوين عورتون مٿن قربان ۽ فدا ٿيڻ لاءِ تيار هونديون هيون ۽ پاڻ سڳورا پنهنجي عزت ۽ عصمت کي بچائيندا رهيا.

آخر اها رات مبارڪ، جيڪا مالڪ حقيقيءَ جي طرفان مقرر ٿيل هئي سا اچي ويئي. حضرت عبدالله جن پنهنجي عورت حضرت بيبي آمنہ رضي الله عنها سان صحبت فرمائيءَ نُوري نطفو سندن پشت مبارڪ مان نڪري بيبي آمنہ رضي الله عنها جي رحم مبارڪ ۾ داخل ٿي ويو. اهي ڏينهن ايام حج ۾ منىٰ وار ڏينهن مبارڪ هئا. ٻئي ڏينهن اُها دولتمند ڪاهن عورت رستي ۾ کين ملي ۽ چوڻ لڳي تہ اي عبدالله، ٻڌائي تہ ڇا تو گذريل رات ۾ ڪنهن عورت سان صحبت ڪئي آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ ها، مون پنهنجي حقيقي گهر واريءَ سان صحبت ڪئي آهي. عورت جواب ڏنو تہ بس هاڻي مون کي تنهنجي ڪا ضرورت ڪانهي، مون تہ انهيءَ نور مبارڪ جي لاءِ ٿي ڪيو، جيڪو تنهنجيءَ پيشانيءَ ۾ چمڪي رهيو هو، سو ٻيءَ جي قسمت ۾ هليو ويو. لڪن ٿا تہ اها عورت ورقہ بن نوفل جي ڀيڻ هئي. ورقہ ام المؤمنين حضرت بيبي خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جو چاچي جو پٽ هو. هڪ ٻي عورت عَدويہ نالي بہ حصرت عبدالله کي

پنهنجي دام ۾ آڻڻ چاهيو ٿي، مگر جنهن کي الله رکي تنهن کي لهر نکو لوڏو آهي.

## حمل مبارڪ

چاڻڻ گهرجي ته حضور ﷺ جن جو نور مبارڪ جنهن رات پنهنجي والده ماجده جي رحم مبارڪ ۾ داخل ٿيو، سا رات جمعي جي هئي ۽ حج جا وڇيان مِنيٰ وارا ڏينهن هئا. انهيءَ لاءِ حضرت امام حنبل (امام احمد بن حنبل رح) فرمائين ٿا ته جمعي جي رات شب قدر کان به افضل آهي. جو انهيءَ رات ۾ ساري جهان تي عمومي ۽ سيني مسلمانن تي خصوصي طور خير ۽ برڪتون نازل ٿيون. انهيءَ رات جهڙي پلاري ۽ بهترين رات ڪرامت ۽ سعادت واري رات وري قيامت تائين نه ايندي. ان لحاظ سان اگر ڏنو وڃي ته ميلاد شريف واري رات کي اگر شب قدر کان بهتر سمجهيو وڃي ته بيشڪ صحيح آهي. عالمن سڀني هن رات جو جيڪو بيان فرمايو آهي ۽ حديثن مان به ظاهر آهي ته ميلاد شريف واري رات عالم ملڪوت ۾ الله تعاليٰ جي طرفان ندا ڪئي ويئي ته هن رات ۾ ساري جهان کي نور سان روشن ڪري ڇڏيو. اها ندا ٻڌي زمينن ۽ آسمانن جا ملائڪ سڀ خوشيءَ مان جُهومڻ لڳا. جنت جي دربان (رضوان عليه) کي حڪم ڪيو ويو ته اڄ فردوس اعليٰ جا دروازا کولي ڇڏ ته سندس خوشبوءِ سان سارو جهان معطر ٿي وڃي ۽ زمينن ۽ آسمانن وارن کي اها خوشخبري ٻڌايو ته اڄ رات محمد ﷺ جن جو نور مبارڪ سندن والده ماجده حضرت بيبي آمنه رضي الله عنها جي بطن مبارڪ ۾ داخل ٿي ويو آهي. اهو خير ۽ برڪت، ڪرامت ۽ سعادت وارو نور جو اسرار الاهيءَ کان واقف آهي ۽ جنهن جي لاءِ ساري ڪائنات جي خلقت کي خلقيو ويو، جنهن جي ظهورجي لاءِ حضرت آدم عليه السّلام جن کي خليفو بنائي، زمين تي موڪليو ويو. اُن جي ظهور جو وقت قريب اچي ويو آهي، ساري جهان وارن کي اڄ خوش ۽ مسرور ٿيڻ گهرجي.

روايت آهي تہ انهيءَ مبارڪ رات جي صبح جو تمام روءِ زمين تي جيڪي بہ بت هئا، سي اونڌا پيل ڏٺا ويا. شيطان کي آسمان تي وڃڻ جي بندش ٿي ويئي. دنيا جي بادشاهن جا تخت التي پيا. ان رات ۾ هر گهر ۾ روشنيءَ نور پکڙجي ويو، ڪابہ اهڙي جاءِ زمين تي نہ هئي جا انهيءَ نور جي روشنيءَ سان منوّر نہ ٿي هجي. هر جانور کي ان رات ۾ ڳالهائڻ جي طاقت بخشي ويئي. انهن هڪ ٻين کي حضور صہ جن جي تشريف آوريءَ جون بشارتون ۽ مبارڪون ڏنيون. مشرق جي پکين مغرب جي پکين کي مبارڪون ڏنيون. جانورن، جانورن کي مبارڪون ڏنيون. انهيءَ سال عرب جي ساري ملڪ ۾ ڏڪار پيل هو، ماڻهو تمام سخت تنگيءَ ۽ مصيبت ۾ مبتلا هئا، وڻ ٽڻ، گاهہ وغيره سڀ سڪي ٺوٺ ٿي ويا هئا، جانورن ۾ صرف هڏا وڃي رهيا هئا ۽ هزارين جانور چارونہ ملڻ سبب مري رهيا هئا؛ انهيءَ رات کان پوءِ يڪدم بارش ٿي پيئيءِ ايتري قدر بارش ٿي، جو وڻ ٽڻ ساوا ۽ تازا ٿي پيا. عرب جا سياه ڪارا جبل ساوڪ ۽ سبزي سان لهلهائڻ لڳا. مال ۽ جانورن ۾ وري وڃي ساهہ پيو، بهاريون ٿي ويون، ملڪ آباد ٿي ويو، هرڪو خوشيءَ جا نغما آلاپڻ لڳو، ايڏي تہ خوشيءِ مسرّت ماڻهن کي ٿي جو عربن انهيءَ سال جو نالو ئي (سِنةُ الفتح والاِبتهاج) رکي ڇڏيو يعني فتح ۽ خوشين جو سال.

حضور صہ جن پورا نوَ مهينا پنهنجي والده ماجده جي بطن مبارڪ ۾ رهيا. انهن ڏينهن ۾ حضرت بيبي آمنه رضہ فرمائي ٿي تہ مون کي ڪڏهن بہ ڪا ڳرائي يا تڪليف محسوس نہ ٿي ۽ نہ وري ڪڏهن طبيعت بدمزه ٿي ۽ نہ ڪڏهن دل ڦري. پاڻ سڳوري فرمائي ٿي تہ مون کي اها خبر بہ نہ هوندي هئي تہ مان ڪا حمل سان آهيان، مگر ماهواري بند هئي. (ڪذا في المواهب).

حضرت ابو نعيم رضہ، حضرت ابن عباس رضہ کان روايت ٿو ڪري تہ حضرت بيبي آمنه رضي اللّٰہ عنها جي حاملہ ٿيڻ واري رات جي هيءَ وڏي نشاني هئي، جو قريشن جي جانورن پاڻ ۾ ڳالهايو ۽

هڪ ٻين ڪي مبارڪون ۽ بشارتون ڏنائون. حضرت سيّده آمنه رضہ فرمائين ٿيون تہ انهن ڏينهن ۾ ننڊ يا جاڳڻ واري حالت ۾ مان عجيب عجيب آواز ٻڌندي هيس ۽ اهو بہ ٻڌندي هيس تہ ڪو چئي رهيو آهي تہ اي آمنه رضہ! تون حمل سان آهين، توکي خبر آهي تہ تنهنجي پيٽ مبارڪ ۾ ساري مخلوق ڪان افضل هستي ۽ هن آخري اُمت جو پيغمبر نبي آخرالزّمان صہ پلجي رهيو آهي. ان وقت مون کي معلوم ٿيو تہ آءٌ حمل سان آهيان. پاڻ فرمائين ٿيون تہ ايامِ حمل ۾ مون کي هرمهيني زمين ۽ آسمان جي وچ مان آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو تہ توکي مبارڪون هجن، هاڻي وقت اوڏو اچي رهيو آهي، جو ابوالقاسم رضہ جن هن دنيا تي جلوه افروز ٿيڻ وارا آهن. اُهي خير، برڪت۽ رحمت جا صاحب رحمةللعالمين اچڻ وارا آهن.

حضرت بيبي آمنه رضي اللّٰه تعاليٰ عنها جن فرمائين ٿيون تہ حضور صہ جن جڏهن منهنجي شڪم مبارڪ ۾ هئا تہ هڪ دفعو منهنجي بدن مان اهڙو نور نڪتو، جنهن سان سارو جهان روشن ٿي ويو ۽ مون کي انهيءَ نور جي روشنيءَ ۾ بصري جي شهر جا محلات نظر اچڻ لڳا. اهڙيءَ طرح هڪ واقعو ولادت جي وقت جو مشهور آهي، سيده آمنه رضہ جي بطن مبارڪ مان فقط حضرت محمّد صہ جن پيدا ٿيا، ٻيو ڪو بہ ٻار پيدا نہ ٿيو، جو جو پاڻ سڳورا صہ جن اجا ستن يا اٺن مهينن جا ماءُ جي هنج مبارڪ ۾ هئا تہ حضرت عبدالله جن جي وفات ٿي. انالله وَ انا اليہ راجعونْ.

حضرت عبداللّٰه جن مدينہ منَّورَه ۾ وفاتَ فرمائي، جنهن جو بيان اڳتي ايندو.



# باب پنجون

## وِلادت باسعادت

سبحان اللهؐ! جڏهن حمل مبارڪ جي زماني جو اهو شان هو ته ولادت مبارڪ جون ڪهڙيون تعريفون ڪريان. اهل تواريخ ۽ عالمن سڳورن ۽ حديث پاڪ مطابق سيّدالعالمين صہ جن جي وِلادت باسعادت اصحاب فيل واري واقعي کان چاليهہ، پنجاهہ يا پنجونجاهہ ڏينهن بعد ٿي آهي. حضور صہ جن جي ولادت پاڪ ٻارهين تاريخ ربيع الاَول سومر جي صبح جو پرهہ ڦٽيءَ مهل وقوع ۾ آئي. مڪہ معظم جا مسلمان اڄ ڏينهن تائين انهي رات ۾ ولادت شريف واري جاءِ تي وڃي زيارت ڪندا آهن ۽ مجلس ميلاد شريف ۽ مولود ،درود وسلام پڙهندا آهن. ولادت مبارڪ بہ سومر جي ڏينهن ٿي تہ وري وحيءَ جو نزول بہ سومر جي ڏينهن کان شروع ٿيو ۽ حضور صہ جن مڪہ معظم کان هجرت بہ انهيءَ ڏينهن ڪئي تہ مدّيني منّوره ۾ سندن ورود مبارڪ بہ انهيءَ ڏينهن تي ٿيو. مڪہ معظم جي فتح جوبہ اهوئي ڏينهن سومر جو آهي ۽ دنيا مان رحلت بہ انهيءَ ڏينهن فرمايائون.

ولادت شريف سومر جي ڏينهن پرهہ ڦٽيءَ بعد جڏهن روشني ٿيڻ لڳي هئي، ان مهل ٿي. ان وقت کي عربيءَ ۾ (غَفَر) چوندا آهن. مواهب لدُنيہ ۾ آهي تہ سيني نبين سڳورن جي ولادت جو وقت اهوئي (غَفَر) جو وقت آهي. (مواهب لُدنيہ) جو مصنف شيخ بدرالدين زرڪشي لکي ٿو تہ:

"ولادت مبارڪ پرهہ ڦٽيءَ بعد صاف روشني ٿيڻ وقت ٿي، جيڪا ڏينهن اچڻ جي شروعات آهي. ڪيترن نجومين، علم جعفر وارن ۽ ستارن جو علم ڄاڻڻ وارن ماهرن جو چوڻ آهي تہ دنيا ۾ اها ساعت سيني ساعتن کان وڌيڪ نيڪ ۽ سعادت واري هئي.

(روضة الاحباب)" . مگر درحقيقت انهن ستارن کي بہ سندن ولادت باسعادتِ جي سبب ئي شرف ۽ ڪمال حاصل ٿيو. حضور ﷺ جن جهڙي هستيءَ جي ولادت کي سعد ۽ نحس ستارن جي اثر جي ڪهڙي پرواه. ڇو جو اهي سج، چنڊ، تارا، زمينون ۽ آسمان ڪُل ڪائنات کي خدا پاڪ سندن ئي واسطي خلقيو آهي. حضور ﷺ جن جي فرمان مبارڪ مطابق سومر جي ڏينهن روزو رکڻ سنت آهي. حديث شريف ۾ آيو آهي تہ حضور ﷺ جن سومر جي ڏينهن روزو رکندا هئا. اصحابن سڳورن جڏهن انهيءَ روزي بابت حضور ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ اهو سومر جو ڏينهن اسان جي ڄاپڻ جو ڏينهن بہ آهي ۽ اسان تي وحيءَ جو نزول بہ ان ڏينهن کان شروع ٿيو. (رواه مسلم).

اُمّ المؤمنين حضرت بيبي عائشه صديقه رضي الله عنها فرمائين ٿيون تہ مڪہ شريف ۾ هڪڙو يهودي تجارت ۽ واپار ڪندو هو. حضور ﷺ جن جي ولادت واري صبح جو اهو يهودي قريشين کان پڇڻ لڳو تہ اي قريشيو! ٻڌايو تہ اڄوڪيءَ رات ۾ توهان جي قوم ۾ ڪو فرزند پيدا ٿيو آهي؟ اگر ڪو فرزند ڄائو آهي تہ يقيناً اهو نبي آخرالزّمان ﷺ ٿيندو. توهان ڏسو تہ سندس پٺن تي ٻنهي ڪلهن جي وچ تي هڪ نشاني هوندي جنهن تي گهاٽا وار هوندا. پوءِ ان يهوديءَ کي حضرت بيبي آمنه رضہ وٽ پيش ڪيو ويو. يهوديءَ بيبي صاحبہ رضہ جن کي عرض ڪيو تہ توهان کي جيڪو فرزند مليو آهي، مهرباني ڪري مون کي اُن جي زيارت ڪرايو. جڏهن يهودي حضورﷺ جن کي ڏٺو ۽ پهراڻ مبارڪ هٽائي پٺن مبارڪن تي مهر ثبت ڏسي بيهوش ٿي ويو ۽ زمين تي ڪري پيو. هوش ۾اچڻ بعد ٻڄندو ٻڄندو پنهنجي قوم ۾ ويو ۽ ڇرڪ وانگر رڙيون ڪري يهودين کي گڏ ڪرڻ لڳو ۽ کين چوڻ لڳو تہ افسوس جنهن نبي ﷺ جو ذڪرۦ سندس نشانيون ۽ صفتون توريت ۾ آيل آهن، اهو نبي اڄ پيدا ٿي چڪو آهي. ليڪن بني اسماعيل عليہ مان پيدا ٿيو آهي. پنهنجي ڏاڏي اسحاق عليہ جي

اولاد بني اسرائيل مان پيدا نہ ٿيو. اها خبر ٻڌي يهوين مٿان ڇڻ ڇت ڪري پيئي ۽ سڀيئي افسوس ۽ واويلا ڪرڻ لڳا تہ هاءِ اڄ ڏينهن کان بني اسرائيلين مان نبوّت هلي ويئي. (رواح الحاڪم).

حضرت ابو نعيم رضہ حضرت حسّان بن ثابت کان روايت ڪري تہ انهن مون سان هيءَ قصو بيان ڪيو تہ حضور ﷺ جن جي ولادت باسعادت جي وقت آءٌ اتي موجود هوس. مون ڏٺو تہ هڪڙو يهودي پنهنجي قوم کي زور زور سان پڪاري رهيو آهيءِ فرياد ڪري رهيو آهي. جڏهن يهودين ان کان پڇيو تہ توکي ڇاٿي ويو آهي تہ اُن جواب ڏنو تہ اڄوڪي رات ۾ مون ڏٺو تہ جنهن نبي احمد ﷺ جو ذڪر توريت ۾ آيل آهي، تنهن جو ستارو آسمان تي اُڀري آيو آهي.

حضرت عثمان بن ابي العاص رضہ سندن والده ماجده کان روايت ٿو ڪري تہ منهنجي والده فرمايو تہ حضور ﷺ جن جي ولادت شريف واري رات جو آءٌ اُتي موجود هيس، مون ڏٺو تہ هڪ نور ظاهر ٿيو، جنهن جي سبب سارو گهر ۽ در ديواريون سڀئي روشن ۽ منور ٿي ويون آهن. آسمان ڏانهن نظر ڪيم تہ ڇا ڏسان، جو آسمان جا تارا بلڪل هيٺ لهي آيا آهنءِ مون کي ائين محسوس ٿيڻ لڳو تہ متان اُهي تارا مون تي اچي نہ ڪرن، سارو گهر نُور ئي نُور ٿي ويو.

صحيح صحيح حديث ۾ آيو آهي تہ حضرت بيبي آمنہ رضہ جن فرمايو تہ حضور ﷺ جن جي ولادت واري رات مون ڏٺو تہ هڪ نُور ظاهر ٿيو، جنهن جي سبب شام جي ملڪ جا محلات نظر اچڻ لڳا. ۽ اُنهيءَ پلاري رات ۾ منهنجي بدن مان هڪ ستارو نڪتو. اُنهيءَ جي نُور سان ساري دنيا روشن ۽ منّور ٿي ويئي ۽ مون ظاهر ظهور شام جي ملڪ جا محلات ۽ جايون اکين سان ڏٺيون. منهنجو فرزند محمد ﷺ بلڪل پاڪ صاف پيدا ٿيو. سندن جسم مبارڪ تي ڪنهن بہ قسم جي غلاظت يا ناپاڪائي نہ هئي ۽ ولادت جي وقت مون کي عورتن جي عادت ۽ فطرت مطابق ڪجهہ تڪليف ضرور ٿي هئي.

حضرت عبدالرحمان بن عوف رضہ جي والده ماجده جنهن جونالو "شِفا" هو، تن بيان ڪيو تہ ولادت شريف جي وقت آءٌ بہ اُتي موجود هيس، ولادت بعد سڀ کان اول حضور ﷺ جن کي پنهنجن هٿن ۾ ڪنيو هو. سندن ختنو ماءُ جي پيٽ کان ئي ٿيل هو. منهنجي هٿن ۾ اچڻ بعد حضور ﷺ جن کي ڇِڪ آئي. مون پنهنجي ڪَنن سان ٻڌو تہ اُن ڇِڪ جي جواب ۾ ڪو شخص چئي رهيو آهي: يَرحمکُ اللّٰه. بيبي شِفا رضي اللّٰه عنها بيان ٿي فرمائي تہ مون ڏٺو تہ مشرق ۽ مغرب جي وچ ۾ هرهڪ شيءَ روشن ٿي ويئي آهي ۽ مون پنهنجي اکين سان پري پري جا مشاهدا ڪيا. اها حالت ڏسي مون کي اچي خوف ٿيو ۽ منهنجو سارو بدن ڏڪڻ لڳو. اُن کان پوءِ ساڄي پاسي کان هڪ نُور پيدا ٿيو ۽ آواز آيو تہ حضور ﷺ جن کي ڪيڏانهن ڪٺي ويا. ٻئي طرفان جواب آيو تہ مغرب جي طرف جيڪي پاڪ جايون آهن، اُنهن جي زيارت لاءِ. وري ڏائي طرف کان نُور ظاهر ٿيو ۽ آواز آيو تہ حضور ﷺ جن کي ڪيڏانهن وٺي ويا؟ ڪنهن جواب ڏيڻ واري جواب ڏنو تہ مشرق جي طرف جيڪي پاڪ ۽ بابرڪت جايون آهن، تن جي زيارت لاءِ. پوءِ حضور ﷺ جن کي حضرت ابراهيم خليل اللّٰه عليہ الصلواۃ والسلام جن وٽ پيش ڪيائون. اُنهن ڪين پنهنجي سيني مبارڪ سان لڳايو ۽ ڪين پاڪائي ۽ برڪت جي لاءِ دعا فرمايائون. بيبي شِفا رضہ بيان ٿي فرمائي تہ اهي سڀ ڳالهيون مون کي ساري عمر ياد رهيون آهن. پوءِ جڏهن حضور ﷺ جن تي نبوّت ۽ وحيءَ جو نزول ٿيو تہ مون يڪدم مٿن ايمان آندو ۽ مسلمان ٿي اَولينءِ سابقين ۾ شريڪ ٿي ويس. بيبي شفا رضہ فرمائي ٿي تہ مون حضور ﷺ جن جي والده ماجده رضي اللّٰه عنها جن کان ٻڌو تہ مون کي جڏهن ڇهن مهينن جو حمل مبارڪ هو، اُن وقت مون هڪ خواب لڏو تہ ڪو شخص مون کي چئي رهيو آهي تہ اي آمنه رضي اللّٰه عنها، ساري جهان کان اَفضل ۽ اعليٰ شخص جي حامل آهين، جڏهن اهو صہ پيدا ٿيندو تہ سندن اسم مبارڪ محمد صہ نالو رکجائين ۽

پنهنجي حال کي ڳجهو رکج. انهيءَ روايت مان معلوم ٿو ٿئي ته محمّد ﷺ نالو رکڻ حضرت بيبي آمنه رضي الله عنها جي طرفان هو. مگر ٻي حديث ۾ آيو آهي ته اهو پاڪ نالو حضرت عبدالمطلب جن رکيو هو، پر هنن ٻنهين روايتن ۾ خاص اختلاف نه آهي.

سيّده آمنه رضہ الله عنها فرمائين ٿيون ته ولادت جي وقت گهر ۾ اڪيلي هيس. حضرت عبدالمطلب جن اَسر جو اُٿي ڪعبة الله شريف جي طواف لاءِ هليا ويا هئا. اُن وقت مون هڪ زبردست آواز ٻڌو، جنهن ڪان مون کي اچي خوف ٿيو. ايتري ۾ ڇا ڏسان ته اَڇو ڪڪڙ جو هڪ پَکِ منهنجي سيني تي مالش ڪري رهيو آهي، جنهن جي سبب منهنجو اهو ڊپ ۽ خوف دور ٿي ويو ۽ وِيمَ وارو سور به ڇڏي ويو. پوءِ مون کي هڪ پيالو اڇي شربت جو پيئڻ لاءِ ڏنو ويو، سو مون پيتو اُن مان مون کي ڏاڍو سُڪون ۽ فرحت حاصل ٿي. پوءِ مون نُور مان ٺهيل هڪ وڏو شاهي منارو ڏٺو. اُن کان پوءِ مون ڊگهي قد واريون عورتون ڏٺيون، جن جو قد عبد مُناف قبيلي جي ڇوڪرين وانگر ڊگهو هو. مون کي عجب لڳو ته هيءُ ڪٿان آيون آهن. مون هنن کان پڇيو ته اوهين ڪير آهيو؟ اُنهن مان هڪ عورت جواب ڏنو ته مان آسيه رضہ فرعون جي زال آهيان. ٻيءَ جواب ڏنو ته مان مريم رضہ عمران جي ڌيءَ ۽ حضرت عيسيٰ عليه السّلام جي ماءُ آهيان. هيءُ عورتون ڏسڻ ۾ بلڪل حُورون ٿي لڳيون. اُن کان پوءِ وڏا وڏا آواز اچڻ لڳا، جنهن تي مون کي خوف ٿيڻ لڳو. انهيءَ حالت ۾ مون ڏٺو ته زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ هڪ عجيب قسم جو نقش نگار وارو فرش بڻايو ويو آهي. پوءِ اُنهيءَ فرش تي ڪيترائي ماڻهو بيٺل ڏٺم، جن جي هٿن ۾ چانديءَ جا ڪوُنرا (ڪُرا) هئا. تنهن کان پوءِ ڇا ڏسان ٿي جو پکين جو وڏو وَلر منهنجي گهر ۾ اچي داخل ٿيو، جنهن مان منهنجو گهر ڀرجي ويو. اُنهن پکين جون چُهنبون زمّرد جون ۽ پک ياقوت جا هئا (اهي شايد ملائڪ هئا) ۽ اُن رات ۾ الله تعاليٰ منهنجي اکين تان پردا هٽائي ڇڏيا هئا. مون کي اُهي سڀ غيبي اِسرار صاف نظر اچي رهيا

هئا، اُن کان پوءِ مون کي ٿي جهنڊا نظر آيا، جن مان هڪ مشرق ۾ ۽ ٻيو مغرب ۾ ۽ ٽيون ڪعبت الله شريف مٿان لڳل ڏٺم. تنهن بعد ٻيون مڪي معظم جون عورتون بہ اچي ويون. مون کي ڪجهہ تڪليف محسوس ٿي، ۽ حضور صلّي الله عليہ وسلم جن جي ولادت مبارڪ عمل ۾ آئي.

اللّهم صلّي عليٰ سيّدنا محمدِ وآله و اصحابه و بارڪ وسلم.

جڏهن حضور اڪرم ﷺ جن کي فرش تي ليٽايو ويو تہ انهيءَ وقت پاڻ ڪريم ﷺ جن سجدي ۾ هليا ويا ۽ ٻئي آڱريون ٻنهي هٿن جون آسمان ڏانهن کڻي روئڻ ۽ زاري ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويا. انهيءَ وقت هڪ اڇو ڪڪر نازل ٿيو، جنهن حضور ﷺ جن کي منهنجي نظرن کان غائب ڪري ڇڏيو. ان وقت مون هڪ آواز ٻڌو تہ هنن ﷺ کي کڻي مشرق ۽ مغرب جو سير ڪرايو ۽ سيني شَهرن جو گشت ڪرايو، جيئن اتي جا رهڻ وارا ڏسن تہ هي آهي اُهو پيغمبر نبي آخرالزمان محمّد ﷺ جيڪو هن دنيا مان ڪفر ۽ شرڪ کي نابود ڪندو.

هڪ ٻيءَ حديث ۾ حضرت بيبي آمنه رضہ جو اهو بيان هن طرح آيو آهي: جيئن تہ بيبي صاحبہ رضہ جن فرمايو تہ جڏهن حضورﷺ جن کي فرش تي ليٽايو ويو، ان وقت وڏو اڇو ڪڪر نظر آيو، جنهن مان گهوڙن جون هڻڪارون ۽ پکين جي ڦڙ ڦڙائڻ جهڙا آواز اچي رهيا هئا ۽ ماڻهن جي ڳالهائڻ جا آواز بہ صاف ٻڌڻ ۾ آيا ٿي. اِهو ڪڪر اينترو تہ اوڏو آيو، جو حضور ﷺ جن کي اسان جي نظرن کان لڪائي ڇڏيائين ان وقت هڪ منادي ٻڌڻ ۾ آئي. ڪو شخص ڇئي رهيو هو تہ حضور ﷺ جن کي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ جو سير ڪرايو ۽ جنن، انسانن، تمام روحن، ملائڪن ۽ جانورن سيني کي حضور ﷺ جن جي زيارت ڪرايو ۽ ڪين حضرت آدم عليه جو اخلاق، حضرت شيث عليه جي معرفت، حضرت نوح عليه جي بهادري

۽ شجاعت، حضرت ابراهيم عليه جي خِلت، حضرت اسماعيل عليه جي زبان، حضرت اسحاق عليه جي رضا، حضرت صالح عليه جي فصاحت، حضرت لوطؑ عليه جي حڪمت، حضرت يعقوب عليه جي بشارت ۽ حضرت موسيٰ عليه جي شدّت، حضرت ايوب عليه جو صبر، حضرت يونس عليه جي اطاعت ۽ عبادت، حضرت يوشع عليه جو جهاد، حضرت دائود عليه جو آواز ۽ الحان، حضرت دانيال عليه واريَ محبت، حضرت لياس عليه جو وقار، حضرت يحيٰ عليه جي عصمت ۽ حضرت عيسيٰ عليه السّلام جي زهد ۽ تقويٰ جو عظيم پيڪر بنائي ڇڏيو. سڀني نبين جي اخلاق جي درياءَ مان ڪين ٽٻي ڏياريو. سيّده آمنه رضہ فرمائين ٿيون تہ ان کان پوءِ اهو اڇو ڪڪر غائب ٿي ويو. مون ڏٺو تہ حضور صہ جن هڪ سبز رنگ جي ريشمي ڪپڙي ۾ ڇڳيءَ طرح ويڙهيا سيڙهيا سُتا پيا آهن ۽ ان ڪپڙي مان پاڻيءَ جا قطرا وهي رها هئا. ڪو چوڻ وارو چئي رهيو هو تہ ماشاء اللّہ حضور صہ جن کي اللّہ تعاليٰ ڪهڙي نہ بلند مرتبي ۽ وڏي شان سان دنيا تي موڪليو آهي. دنيا ۾ ڪابہ اهڙي مخلوق نہ آهي، جيڪا سندن طابع ۾ نہ هجي. اللّہ تعاليٰ سڀ ڪجهہ سندن قبضي مبارڪ ۾ ڏيئي ڇڏيو آهي. (مدارج النبوة، جلد ٻيو)

ان کان پوءِ جڏهن مون حضور صہ جن ڏانهن نگاهہ ڪئي تہ سندن منهن مبارڪ چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر چمڪي تجّلا ڏيئي رهيو هو ۽ سندن بدن پاڪ مان مشڪ ۽ عنبر کان بہ وڌيڪ خوشبوءِ اچي رهي هئي.

توهان جي نور مان ٿيا شمس ۽ قمر روشن،
توهان جي حُسن تان قربان هزارين يوسف.
فقير محمد اسماعيل نئنوي "خاطي"

مون ڏٺو تہ ٽي شخص آيا آهن، جن مان هڪ شخص جي هٿ ۾ چانديءَ جو ڪرو (ڪوُنرو) آهي، ٻئي جي هٿ ۾ سائي رنگ جي

زمرد مان ٺهيل ٿالهہ آهي ۽ ٽئين جي هٿن ۾ سفيد اڇو حَرير آهي.انهن هڪ منڊي ڪڍي، جا اهڙي تہ چمڪدار هئي، جو ان جي چمڪ کان اکيون پورجي ٿي ويون. پوءِ انهن شخصن انهيءَ منڊيءَ کي ڌوئي صاف ڪيو، پورا ست دفعا ڌوتائون. پوءِ انهيءَ منڊيءَ سان حضور صہ جن جي پٺ مبارڪ تي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ مهر هنيائون. پوءِ انهيءَ اڇي حَرير جي ڪپڙي ۾ ويڙهي حضور صہ جن کي ڪٽي پنهنجي پنهنجي سيني سان لڳايائون. پوءِ واپس مون کي ڏيئي هليا ويا.

حضرت عبدالمطلب رضہ جن فرمائين ٿا تہ حضور صہ جن جي تولَد ٿيڻ واري رات آءٌ ڪعبة الله ۾ هوس. آڌيءَ رات کان بعد ڇا ٿو ڏسان تہ ڪعبة الله شريف مقام ابراهيم عِليه جي طرف جهڪي رهيو آهي، تان جو مقام ابراهيم عليه کي سجدو ڪيائين مون ڪعبة الله مان ايندڙ تڪبير جو آواز ٻڌو، اهو آواز هيءُ هو:

الله اڪبر الله اڪبر رّب محمّد المصطفيٰ الآن قد طهرّني ربّي من النّجاس الاصنام والاَ رجاس المشُرڪين.

معنيٰ: الله وڏو آهي، الله وڏو آهي ۽ اهو رب آهي محمّد مصطفيٰ ﷺ جو، ۽ هاڻي جلد مون کي منهنجو رب بتن جي نجاست، پليتيءَ ۽ ڪافرن کان مون کي ڇوٽڪارو ڏياريندو ۽ مون کي پاڪ ڪندو.

ٿوريءَ دير بعد وري غيب مان هڪ ندا آئي تہ ڪعبة الله جي ربّ جو قسم، ڪعبة الله کي وڏي بزرگي ملَي ويئي ۽ خبردار ٿي وڃو جو ڪعبة الله کي اچڻ واري نبي صہ جو مَسڪن ۽ قبلو ناهيو ويو آهي. اها ندا ٻڌڻ شرط جيڪي بَت ڪعبة الله شريف جي چئني طرفن رکيل هئا، سي ڪري ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيا ۽ سيني کان وڏو بت، جنهن جو نالو (هُبل) هو، سو منهن ڀر اڇي اونڌو ڪريو. وري آواز آيو تہ سيّده آمنه رضہ جي گهر محمّد مصطفيٰ صہ جن پيدا ٿيا آهن ۽ مٿن الله جي رحمت جا ڪڪر لهي آيا آهن.

حضرت انس رضہ فرمائي ٿو تہ حضور صہ جن فرمايو تہ اللّٰہ تعاليٰ اسان کي جيڪي عزتون ۽ ڪرامتون بخشيون، تن مان اهي بہ آهن جيئن تہ منهنجيءَ ولادت وقت ناڙ ڪپيل ۽ ختنہ ٿيل هو، اسان جو شرمگاھ ڪنهن نہ ڏٺو.

بعض عالم سڳورا فرمائين ٿا تہ اهو انهيءَ لاءِ رب پاڪ ڪيو تہ جيئن سندس حبيب ڪريم صہ جن جي عضون جي تڪميل ۾ ٻئي ڪنهن جو بہ دخل نہ هجي، ۽ سندن جسم اطهر مان ڪوبہ شخص عيب نہ ڪڍي سگهي. ختنہ ڪرائڻ امام ابو حنيفہ رضہ، امام مالڪ رضہ ۽ امام شافعي رضہ جي نزديڪ سنت آهي، مگر حنبلي انهيءَ کي واجب سمجهن ٿا.

حضور صہ جن جي ولادت جي وقت جيڪي نشانيون ظاهر ٿيون سي ڳاڻيٽي ۽ حساب کان ٻاهر آهن. هتي تہ بلڪل ٿورڙو بيان ڪيو ويو آهي. جيئن تہ: ڪسريٰ جي محلات ڪي زلزلو اچڻ ۽ ان جا چوڏهن ڪنگرا ڪرڻ، درياءَ جو خشڪ ٿي سندس پاڻي زمين ۾ جذب ٿي وڃڻ، واديءَ سماوه واريءَ نهر جو وري جاري ٿيڻ، جيڪا هزار سالن کان سُڪي پيئي هئي. فارسين جو آتش ڪده جنهن ۾ هزار سالن کان باھ ٻرندي آئي هئي، تنهن جو يڪدم وسامي وڃڻ.

اهي نشانيون جڏهن ظاهر ٿيون تہ انهن کي ڏسي ڪسريٰ بادشاه کي اچي ڊپ لڳو تہ خبر نہ آهي ڇا ٿيڻ وارو آهي. ظاهري طور هو ماڻهن کي ڏاڍي بهادري ڏيکاريندو هو، پر سندس دل ۾ خوف ۽ هراس ويهي رهيو؛ وري خدا جي قدرت جو انهيءَ ئي دور ۾ فارسين جي هڪ وڏي ۾ وڏي عالم ۽ قاضيءَ هڪ خواب لڌو. ڇا ٿو ڏسي تہ ٿلها متارا اُٺ ۽ تيز ڀڄندڙ عربي گهوڙا ڊوڙندا ٿا اچن ۽ دجلہ نديءَ کي بہ پار ڪري سيني شهرن ۾ پکڙجي ويا آهن. انهيءَ خواب جو ان وقت جي وڏن معبدن ۽ عالمن تعبير ڪيو تہ عرب ۾ ضرور ڪو زبردست واقعو رونما ٿيڻ وارو آهي، جنهن جي سبب عجم جا سيئي بادشاه شڪست کائيندا ۽ مغلوب ٿي ويندا. ڪسريٰ جڏهن

اها ساري حقيقت ٻڌي تہ هن کي هيڪاري اچي خدشو پيدا ٿيو، تنهن پنهنجا ماڻهو مشهور نجومين ۽ جوتشين ڏانهن روانا ڪيا تہ جيئن اُهي ايندڙ وقت جو ڪو صحيح حال ٻڌائين.

اُن زماني ۾ هڪ وڏو نجومي جنهن جو نالو "سَطيح" هو، ڪسريٰ بادشاه انهيءَ نجوميءَ ڏانهن پنهنجا خاص ماڻهو روانا ڪيا. "سَطيح" جي عمر ان وقت ڇهہ سؤ سال هئي. هن جي اها صورت هئي جو هن جي بدن ۾ ڪو جوڙ نہ هو. هو اُٿي ويهڻ يا ويهڻ کان بلڪل معذور هو، هڪ جاءِ تي پيو هوندو هو، پر جنهن وقت هن کي ڪاوڙ ايندي هئي تہ وڏي مَت وانگر ڀرجي پوندو هو ۽ انهيءَ ڪاوڙ جي جوش ۾ اٿي ويهندو هو. سندس هٿن، پيرن ۽ آڱرين ۾ هڏو اصل نہ هو. هو هڪ گوشت جو ڍڳ هو، جنهن کي اگر ڪي ماڻهو ڪيڏانهن وٺي وڃڻ چاهيندا هئا تہ چادر ۾ ڀري ٻڌي کيس کڻندا هئا. سندس گردن ڪونہ هوندي هئي، منهن ڇاتيءَ ۾ هوندو هوس، جنهن مان هو ڳالهائيندو هو. سندس ڪنڌ ۽ مٿو تہ ڏسڻ ۾ ئي ڪونہ ايندو هو. عجيب الخلقت انسان هو. جنهن وقت ماڻهو ڪانئس ڳجهيون ۽ غيب جون خبرون پڇڻ چاهيندا هئا تہ کيس لسيءَ جي ماٽيءَ وانگر خوب ولوڙيندا ۽ لوڏيندا هئا، تان جو هن کي اُپ ساهہ ٿيندو هو. پوءِ هو ماڻهن کي غيب جون خبرون ٻڌائيندو هو. ڪسريٰ جا ايلچي جنهن وقت وٽس پهتا، تنهن وقت هو بلڪل موت ۽ سڪرات ۾ مبتلا هو، انهن ايلچين جنهن وقت ڪسريٰ جو نياپو کيس ٻڌايو تہ هن ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو، صرف ڪجهہ بيت پڙهيائين، جن ۾ ڪسريٰ جي پيغام جو جواب هو. هن چيو تہ هاڻ اهو وقت اچي ويو آهي، جنهن ۾ قرآن پاڪ جي تلاوت ٿيندي. عَصا (لٺ) وارو صاحب پيدا ٿيندو يعني (حضور اڪرم صہ). سماوه جي نهر، جيڪا هزارن سالن کان سڪي پيئي هئي، سا وري جاري ٿيندي ۽ ساوي درياه سڪي خشڪ ٿي ويندو. فارس جو آتشڪده اُجهامي ويندو. مگر افسوس "سَطيح" جي زندگيءَ جو درخت هن دنيا ۾ نہ رهندو. اينترو بيان ڪري

پٽ ۾ ڪري پيو ۽ فوت ٿي ويو. آخرڪار الله تعاليٰ حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ جي هٿان فارس فتح ڪرايو. ان وقت فارس جو بادشاھ يزد گرد هو، جيڪو آخري بادشاھ هو.

فارس جو لشڪر مسلمانن جي مقابلي ۾ بيھي نہ سگھيو ۽ پڇي جند ڇڏايائون، مگر يزد گرد وري بہ پنھنجو پڳل لشڪر گڏ ڪري مقابلي ۾ آيو؛ وري بہ شڪست کاڌائين. ان بہ-ٽي دفعا اهڙيءَ طرح مسلمانن جي هٿان بار بار شڪستون کاڌيون. آخرڪار حضرت عثمان ذوالنورين رضہ جي زماني ۾ خراسان ڏانھن ڀڄي ويو ۽ اُتي ڪنھن جهڳڙي ۾ ڪنھن اصفهانيءَ جي هٿان قتل ٿي ويو. انھن نشانين مان بتن جو ذليل ۽ خوار ٿي اونڌي منھن ڪرڻ بہ آهي.

جيئن تہ قريش قوم جو هڪ وڏو بت هو. قريش ان تي هر سال ميلو ڪندا هئا ۽ عيد وانگر خوشي ڪندا ۽ جشن ملھائيندا هئا. ڪيترا تہ اُن بت جي سامھون اعتڪاف ۾ ويھندا هئا. ولادت واري رات جو قريش ڪافرن ڏٺو تہ اهو سندن بت منھن ڀر اچي ڪريو تہ انھن ڪافرن وري ڪٽي ڪيس ساڳيءَ جاءِ تي بيھاريو تہ ٿوريءَ دير بعد وري مُنھن ڀر اچي ڪريو، وري ڪٽيُ ڪيس سڌو ڪيائون تہ ٽئين دفعي بہ اچي منھن ڀر ڪريو. هنن جڏهن اهوحال ڏٺو، سي ڏاڍا فڪرمند ۽ غمگين ٿي پيا. پوءِ چا ڪيائون جو بت کي سندس جاءِ تي بيھاري رسن سان مضبوط ڪري ڪٽي بَڌائون ان وقت ان بت مان هيءُ آواز اچڻ لڳو:

تَردي بمولؤد آضاعت بِنوره. جميع فجاج الارض باالشرق والغرب وخرت لہُ الاوثان طراً و رعدت. قلوب ملوڪ الارضِ جمعاً من الرُعب.

يعني: چاول کي چادر ڍڪائي ويئي، جنھن جي نور جا شعاع زمين کي مشرق کان مغرب تائين روشن ڪري رهيا آهن ۽ اُن نور جي حرارت کان ساري دنيا جا بت اونڌي منھن ڪري پيا. انهيءَ نور جي رعب ۽ دبدبي کان بادشاهن ۽ بهادرن جون دليون ڏڪي ويون آهن. (اهو بہ حضور ﷺ جن جي ولادت مبارڪ واري رات جو واقعو آهي.)

# هڪ خاص حقيقت جو مسئلو

جنهن وقت حضور ﷺ جن جي ولادت باسعادت ٿي چڪي هئي، ان وقت ابولهب جي ٻانهي، جنهن جو نالو ثوبيہ هو: سا اُتي حاضر هئي، تنهن پيار مان حضور ﷺ جن کي کڻي پنهنجي هنج ۾ کيو ۽ کين کير پياريو: پوءِ وڃي ابولهب کي بشارت ۽ مبارڪون ڏنائين تہ تنهنجي ڀاءُ عبداللّٰه جي گهر اڄ هڪ چنڊ جهڙو فرزند مليو آهي. ابولهب اها خوشخبري ٻڌي تہ پنهنجي ان ٻانهي ثوبيہ کي ان خوشيءَ ۾ آزاد ڪري ڇڏيائين. ابولهب هڪ ڪٽر ڪافر ۽ بعد ۾ حضور ﷺ جن جو بدترين دشمن ثابت ٿيو، جنهن جي باري ۾ اللّٰه تعاليٰ جل جلالهُ سورة تبت يَدَا نازل فرمائي. هو ڪافر ٿي، ڪفر تي مئو.

مٿي بيان ڪيل حقيقت يعني وِلادت واري خوشيءَ سبب اللّٰه تعاليٰ ان مٿان هر سومر جي رات ۽ سومر جو سڄو ڏينهن جَهنّم جي عذاب کي موقوف ڪري ڇڏيو آهي، باقي ڏينهن ۾ کيس سخت عذاب ٿيندو رهندو آهي. پر جيڪي حضور ﷺ جا اُمتي ميلاد مبارڪ جي رات ۾ مولود شريف، صلواتون ۽ سلام پڙهن ٿا ۽ غريبن، مسڪينن کي کاڌا کارائين ٿا ۽ حضور ﷺ جن جي ولادت واري رات جاڳي صلواة ۽ درود ۽ نفلن پڙهڻ ۾ گذارين ٿا ۽ پنهنجو مال خدا جي راهہ ۾ ان رات خرچ ڪن ٿا، خدا جي ڏنل مال کي سرڪار مدينہ ﷺ جن جي پيدائش جي خوشيءَ ۾ خرچ ڪن ٿا، اللّٰه پاڪ انهن نيڪ بندن کي انهيءَ نيڪيءَ جو ڪوبہ ثواب نہ ڏيندو ڇا؟

افسوس آهي انهن سياه دل مسلمانن جي حال تي، جيڪي ميلاد شريف ۽ درود وسلام ڪان ماڻهن کي روڪين ٿا.

ثوبيہ جي ايمان آڻڻ ۾ اختلاف آهي. ڪن چيو تہ ايمان آندو هئائين ۽ ڪن چيو آهي تہ ايمان آندو ائس. واللّٰه اعلم بالصّواب. مگر ولادت شريف جي وقت ۽ تنهن بعد انهيءَ ثوبيہ حضور ﷺ جن کي کير

پيارِيو آهي، تنهن لاءِ حضور ﷺ جن سندس تمام گهڻي عزت ۽ ادب ڪندا هئا.

هجرت کان پوءِ مديني پاڪ مان سندس واسطي ڪپڙا وغيره ۽ ٻيو انعام اڪرام به موڪليندا رهندا هئا. ثوبيه جي وفات خيبر واري جنگ کان پوءِ سن ٨ هجريءَ ۾ ٿي. مڪه معظم جي فتح جي وقت جڏهن حضور ﷺ جن مڪه شريف ۾ تشريف فرما ٿيا ته اُن وقت به ثوبيه جي عزيزن قريبن جي باري ۾ پڇا ڪئي هئائون ته سندس ڪو عزيز قريب آهي؟ معلوم ٿيو ته ڪوبه ڪونهي.

(ڪذافي روضة الاحباب و ڪذا في المذاهب)

عجيب اتفاق آهي جو انهيءَ بيبي ثوبيه، حضرت حمزه رضه حضور ﷺ جن جي چاچي کي به ننڍپڻ ۾ کير پيارِيو هو. انهيءَ ڪري حضور ﷺ جن جي حضرت حمزه رضه سان رضائي ڀاءُ واري نسبت به ليکبي آهي.

صحيح روايت مان معلوم ٿئي ٿو ته رسول اللّٰه ﷺ جن پنهنجي والده ماجده حضرت بيبي آمنه رضه جن جو کير مبارڪ صرف ست ڏينهن پيتو، تنهن بعد ڪيترو وقت بيبي ثوبيه کين کير پياريندي رهي. تنهن کان پوءِ حضرت بيبي حليمه سعديه رضه سندس ڳوٺ ڪٺي ويئي ۽ سندن پرورش ڪئي، جنهن جو ذڪر ڇهين باب ۾ ايندو.



# باب ڇهون

## حضرت عبدالله رضہ جي وفات

حضرت عبداللہ رضہ جي وفات مدينہ منّوره ۾ ٿي. پاڻ ان زماني ۾ واپار جي سلسلي ۾ ٻين قريش تاجرن سان گڏجي شام جي ملڪ ويا هئا. اُتان جڏهن واپس موٽيا تہ واٽ مدينہ پاڪ جي پاسي کان هئي، سو جڏهن مدينہ پاڪ کي ويجها پهتا تہ سندن طبيعت ناساز ٿي پيئي، تنهن لاءِ قافلي کان نڪري سندن عزيزن بني نّجار قبيلي ۾ مدينہ پاڪ هليا ويا. پاڻ سڳورا ڪجھہ ڏينهن مدينہ پاڪ ۾ بيماريءَ سبب رهي پيا. قافلوجڏهن مکه معظم پهتوتہ حضرت عبدالمطلب رضہ جن قافلي وارن کان حضرت عبداللہ رضہ جي لاءِ پڇيو. انهن جواب ڏنو تہ اسين ڪيس بيماريءَ جي حالت سبب مدينہ پاڪ ۾ بني نّجار قبيلي ۾ ڇڏي آيا آهيون. اها خبر ٻڌڻ شرط حضرت عبدالمطلب رضہ جن پنهنجي وڏي فرزند حارث رضہ کي روانو ڪيو تہ وڃي حضرت عبداللہ رضہ کي مڪہ معظم ۾ وٺي اچي. مگر جڏهن حارث رضہ مدينہ طيّبه ۾ پهتو تہ حضرت عبداللہ سڳورو انتقال ڪري چڪو هو. انا لله و انا اليه راجعون. ڪين (دار نابغه) ۾ دفنايو ويو. مگر ڪن روايتن ۾ آيو آهي تہ مقام اَبواءِ ۾ دفن ڪيا ويا. اَبواءِ مدينه پاڪ جي ويجهو هڪ مقام آهي. اها روايت گهٽي مشهور آهي.

حضرت ابن عباس رضہ کان روايت آهي تہ جنهن وقت عبداللہ رضہ جن وفات ڪئي تہ ان وقت سيني ملائڪن خدا پاڪ جي درگاه ۾ مناجات عرض ڪئي تہ اي اسان جا خالق ۽ پروردگار! اسان جي سردار ۽ تنهنجي حبيب محمّد ڪريم صہ جا والد ماجد رضہ اڄ دنيا مان رحلت ڪري ويا. اڄ حضور ڪريم صہ جن يتيم ٿي ويا آهن. هاڻي سندن ڪفالت ڪير ڪندو؟ اللہ جلشانہ فرمايو تہ اي

ملائڪو! انهن جو ڪفيل ۽ نگهبان، حافظ ۽ ناصر مان آهيان، اوهين انهن تي درود ، صلواة ۽ سلام پڙهندا رهو.

## حضرت بيبي حليمه سعديه (دائي سڳوري)

جيئن تہ مٿي بيان اچي ويو آهي تہ نبي ڪريم صہ جن پنهنجي والده ماجده حضرت بيبي آمنه رضہ جن جو کير مبارڪ صرف ستن ڏينهن پيتو، پوءِ ڪجهہ وقت ثوبيہ رضہ جو کير پيتائون ۽ ان بعد حضرت بيبي حليمہ سعديه رضہ جن کي اهوشرف حاصل ٿيو. بيبي حليمہ سعديہ رضہ جو جهڙو نالو مبارڪ حليمہ رضہ آهي، پاڻ سڳوري سندس نالي مطابق نهايت حليم طبع، باوقار ۽ نيڪ سيرت بيبي هئي. پاڻ سڳوري عرب جي مشهور قبيلي بني سعد بن بڪر مان آهن، جنهن قبيلي جي مٺي زبان ۽ فصاحت، بلاغت، اخلاق ۽ سندن آبادي واري علائقي جي معتدل ۽ سٺي آبهوا ساري عرب ۾ مشهور آهي. رسول اللّٰه صہ جن اصحابن سڳورن کي فرمائيندا هئا تہ مان عربن ۾ سڀني کان فصيح آهيان، انهيءَ لاءِ جو مون سعد بن بڪر قبيلي جو کير پيتو آهي.

حضور اڪرم صہ جن جنهن زماني ۾ حضرت بيبي حليمہ رضہ جن وٽ پرورش پائي رهيا هئا ، انهيءَ زماني جا جيڪي معجزا ظهور پذير ٿيا آهن، تن جو بيان لکڻ کان ٻاهر آهي. هتي ڪجهہ مختصر بيان ڪيو ويندو.

انهيءَ زماني ۾ عرب ۾ اهو رواج هوندو هو جو شهرن وارا امير ۽ سکيا ماڻهو پنهنجن ننڍڙن ٻارن کي کير پيارڻ ۽ جهنگل جي آبهوا ۾ پرورش پائڻ لاءِ ٻهراڙيءَ جي زالن کي اُجرت تي ٻار ڏيئي ڇڏيندا هئا تہ جيئن هو ان سٺي آبهوا ۾ پلجي تندرست ۽ بهادر بڻجن ۽ ٻئي طرف ماءُ بہ آزاد رهي.

ابن اسحاق رضہ ابن راهويا، ابو يعليٰ رضہ ۽ طبراني رضہ بيهقي، اهي سڀئي حضرات بيبي حليمہ رضہ کان نقل ٿا ڪن تہ

بيبي صاحبہ فرمايو تہ مان قبيلي بني سعد بن بڪر وارين عورتن سان گڏجي مڪہ معظم ان لاءِ آيس تہ من ڪو ٻار ملي تہ ان کي اُجرت تي پالڻ لاءِ وٺي وڃان، ڇو جو ان وقت اسان جي علائقي ۾ سخت ڏڪار هو، ڏڪار بہ اهڙو سخت هو جو آسمان مان هڪ ڦڙو پاڻيءَ جو نٿي وَسو، مال مرڻ جي حال ۾ پهچي ويو هو، ماڻهن جي کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ هو. مون وٽ هڪ مادي گڏهہ ۽ هڪ مادي اُٺ هئي، جيڪي ويچاريون اچڻ وقت رستي ۾ ٿڪي بيهي ٿي رهيون، منجهن هلڻ جي طاقت نہ هئي. منهنجو مرد ۽ منهنجو ننڍڙو ٻارڙو بہ مون سان گڏ هئا. مڪہ معظم پهچڻ بعد سڀيئي عورتون شهر ۾ هليون ويون؛ جن وڃي امير ماڻهن ۽ سُکي گهرن جا ٻار پالڻ لاءِ هٿ ڪري ورتا ۽ مون کي ڪوبہ ٻار هٿ نہ آيو. مون ٻڌو تہ ٻيا سڀيئي ٻارڙا مايَن هٿ ڪري ورتا آهن، فقط هڪ يتيم ٻار حضرت عبداللّٰہ رضہ مرحوم جو ٻچڙو، حضرت عبدالمطلب رضہ جي گهر، حضرت بيبي آمنہ رضہ جي هنج ۾ آهي، جنهن کي يتيميءَ سبب ڪا عورت کڻڻ پسند نٿي ڪري تہ متان اُجرت يا انعام گهٽ ملي يا يتيم هجڻ سبب نہ بہ ملي.

واہ ڙي قسمت حضرت بيبي حليمہ سعديہ رضہ جي! ڪيس ڪوبہ ٻار نہ مليو ۽ مليو تہ ڪير مليو، ٻنهي جهانن جو سردار خدا جو حبيب ﷺ مليو. (سُبحان اللّٰہ).

بيبي حليمہ سڳوري فرمائي ٿي تہ مون اها ڳالهہ دل ۾ پڪي ڪري ورتي تہ خالي هرگز نہ وينديس. اگر هيءُ ٻچڙو ﷺ يتيم آهي تہ پلي مون کي ڪجهہ ملي يا نہ ملي، مگر هن معظم شهر مان خالي هٿن پنهنجي ڳوٺ هرگز نہ وينديس، اهو يتيم ﷺ سانديينديس. مون پنهنجي انهيءَ عزم ۽ پڪي ارادي جي حقيقت پنهنجي مرد سان ڪئي، جنهن وڏي خوشيءَ سان مون کي اجازت ڏني. اسا جي قبيلي جي عورتن مون کي گهڻوئي سمجهايو تہ يتيم ٻار جي توکي ڪهڙي اُجرت ملندي ۽ ڪهڙو انعام ملندو، وڏيڪ تون پنهنجي مرضيءَ

واري آهين. اُنهن ويچارين کي ڇا خبر ته اهو معصوم، جنهن جو پيءُ وفات ڪري ويو آهي اهو ڪير آهي؟

هيءُ يتيم سڀ کان سڳورو ﷺ اُهي عظيم ۽ افضل شخصيت جا مالڪ آهن، جن جي اِمامت ۽ سرداريءَ تي سڀيئي پيغمبر عليه ۽ ساري دنيا جا جِنّ ۽ انسان ۽ آسمانن جا ملائڪ فخر ڪندا. هيءُ يتيم ﷺ اهو يتيم ﷺ آهي، جيڪو ساري دنيا کي هدايت جي نور سان روشن ڪندو. هيءُ اهو يتيم ﷺ آهي جو حيوان نماانسانن کي پنهنجي علم ۽ هدايت ۽ حڪمت سان صحيح صحيح اشرف المخلوقات بنائي ڇڏيندو. هيءُ دُرِّ يتيم محمد ﷺ آهي.

حقيقت هن حال جي، ظاهر ڪريان ذري،
ته لڳي ماٺ مروئن کي، ڏونگر پون ڏري،
وجن وڻ ٻري، هوند اوڙ اُيڙي ڪونه ڪو.
"ڀٽائي رحه"

بيبي حليمه رضه سڳوري فرمائي ٿي ته اها ساري حقيقت مون پنهنجي مرد سان بيان ڪئي ۽ چيومانس ته مون کي جيڪڏهن ڪو ٻيو ٻار نه مليو آهي ته پرواه ڪانهي، آءٌ اهو يتيم ﷺ فرزند کڻي هلي پاليندس، سندس خدمتم ڪنديس، پوءِ ڪجهه مون کي ملي يا نه ملي، مگر خالي هلڻ منهنجي لاءِ هڪ عار آهي. منهنجي مرد وڏي خوشيءَ سان مون کي اجازت ڏني. پوءِ آءٌ اتان سڌو حضرت بيبي آمنه رضه جي گهر پهتيس ۽ ساڻس ساري حقيقت بيان ڪيم. پاڻ فرمايائين ته مون کي ڪوبه اعتراض ڪونهي - بيشڪ تون محمّد ﷺ جن کي کڻي وڃي ڪير پيار ۽ خدمت ڪر: پوءِ جيڪي تنهنجي مقدر ۾ هوندو، سو توکي ملندو. اُن وقت سرڪار دو عالم، سيّدالڪونين ﷺ جن پنهنجي بستري مبارڪ تي آرام فرمائي رهيا هئا، سندن بدن مبارڪ هيٺيان سبز رنگ جو حرير وڇايل هو ۽ مٿان اڇي چادر پيل هئي. جنهن وقت آءٌ ويجهي ويس ته سندن بستري مبارڪ مان مشڪ ۽ عنبر کان

ٻه وڏيڪ خوشبوءِ جون لهرون اچي رهيون هيون ۽ پاڻ منيءَ ننڊ ۾ گهونگهرا هٽي رهيا هئا. حضور ﷺ جن جي ننڊپڻ ۾ گهونگهرن هڻڻ جي عادت هوندي هئي، مگر آواز مِنو، نرم ۽ هلڪو هوندو هو، جو هرڪنهن ٻڌڻ واري کي وڻندو هو.

حضرت بيبي حليمه سعديه سڳوري فرمائي ٿي ته مون آهسته آهسته سندن مٿان چادر هٽائي؛ سندن منهن مبارڪ چوڏهينءَ جي چنڊ کان ٻه وڌيڪ روشن ۽ منّور ڏٺم، سندن سونهن ۽ حُسن، جلوو ۽ جمال ڏسي دل و جان سان قربان ٿيڻ لڳيس. بيتاب ٿي کين پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ کڻي ورتم ۽ سيني سان لڳايم. جنهن وقت مون پنهنجوهٿ سندن سيني مبارڪ تي رکيو ته پاڻ سڳورن مرڪي پنهنجا ٻئي نيڻ کولي مون ڏانهن نهاريو اها سندن نگاهه ڪرم جي نگاهه منهنجي ساري بدن ۾ اثر ڪري ويئي.

نبيءَ ﷺ جي لطف و ڪرم جي نگاهه ٿي جنهن تي،
قسم خدا جو انهيءَ کي ٻئي جهان مليا.
"خاطي" ٺٽوي

بيبي حليمه فرمائي ٿي ته جنهن وقت حضور ﷺ جن اکيون کولي مرڪي مون ڏانهن نهاريو، ان وقت سندن اکين مبارڪن مان هڪ نور نڪتو، جيڪو آسمان تائين پرواز ڪري ويو. اهو حال ڏسي مون فرط محبّت مان کين ٻنهي اکين مبارڪن جي وچ تي سندن پيشانيءَ کي چميو ۽ هنج ۾ کڻي کين ساڄي طرف واري ٿنج پيارڻ لڳيس، پاڻ ڪريمن ﷺ وڏيءَ خوشيءَ سان قبول فرمائيءِ کير پيتائون. وري مون ڏائي طرف جي ٿنج سندن حوالي ڪئي ته منهن مبارڪ ڦيري ڇڏيائون ۽ نه پيتائون.

حضرت ابن عباس رضه فرمائين ٿا ته الله تعاليٰ پنهنجي ڪرم ۽ فضل سان انهيءَ ننڍڙيءَ عمر ۾ ٻه حضور ﷺ جن کي الهام فرمائي ڇڏيو هو ته عدل ۽ انصاف کان ڪم ونن، ڇو جو حضرت بيبي حليمه

سڳوريءَ کي به ته هڪ ڪير پياڪ ٻار تئن تي هو، سو انهيءَ جو حق چڏي ڏنائون ۽ ڪڏهن به اهو پاسو نه ورتائون، يعني ٻئي طرف جو کير هميشه پنهنجي رضائي ڀاءُ لاءِ ڇڏي ڏيندا هئا.

حضرت بيبي حليمه سڳوري فرمائي ٿي ته پوءِ آءٌ حضرت بيبي آمنه رضہ کان موڪلائي، حضور ﷺ جن کي کڻي پنهنجي مرد وٽ آيس ۽ سموري حقيقت جيڪا مون ڏٺي هئي، سا ڪري ڪيس ٻڌايم. منهنجي مرد حضور ﷺ جن کي کڻي پنهنجي گود ۾ ويهاريو. سندن نوراني صورت ۽ جلوو جمال ڏنائين، سو بيساخته سندن حُسن ۽ جمال تي دل سان فدا ٿي پيو ۽ انهيءَ وقت ڪعبة الله شريف ۾ وڃي شڪراني جا سجدا ادا ڪرڻ لڳو. انهيءَ وقت، مان پنهنجي مادي اُٺ وٽ ويس، ڇا ڏسان ته سندس ٿڻ کير سان پريا پيا آهن، حالانڪه اُن کان اڳ هن ويچاريءَ جي ٿڻن ۾ هڪ ڦڙو به کير جو نه هو. ٿوريءَ دير بعد منهنجو مرد به آيو، تنهن اها حقيقت اچي ڏٺي ۽ اُن ڏُهي کير کڻي آيو. پوءِ پاڻ به پيتائين ۽ اسان به پِي ڍؤ ڪيو. شڪرانا انهيءَ ربّ جا، اسان جي بک لٿي. هن کان اڳي اسان ڪڏهن ڪا شيءِ ڍؤ ڪري نه کاڌي هئي ۽ نه پيتي هئي.

اُن رات اسان سمهي آرام ڪيو. منهنجي مرد مون کي چيو ته اي حليمه، توکي لک لک مبارڪون هجن، جو تو هن مبارڪ هستيءَ کي کڻي ورتو. تون ڏسين ٿي ته پاڻ کي هن فرزند جي ملڻ بعد ڪيڏي نه برڪت ۽ خوشي حاصل ٿي آهي. اهوسارو سبب هن پاڪ شخصيت جي صدقي ۾ آهي. مون کي اُميد آهي ته اجان به وڏيڪ خير ۽ برڪتون پاڻ کي حاصل ٿينديون.

بيبي صاحبہ رضہ فرمائي ٿي ته پوءِ اسين ٽي راتيون مڪه معظم ۾ ترسي پياسون. مون ڏٺو ٿي ته مون کي هڪ نور جو حلقو (گهيرو) حضور ﷺ جن جي چوڌاري ڏسڻ ۾ ايندو هو. هڪ رات مون ڏٺو ته هڪ شخص ساوَن ڪپڙن سان حضور ﷺ جن جي سيرانديءَ بيٺو آهي، مون يڪدم پنهنجي مرد کي جاڳايو ۽ ڪيس چيم

تہ هينئر هينئر مون ڏنو تہ هڪ شخص هن ٻچڙي ﷺ جي سيرانديءَ کان بيٺو هو. اُن جواب ڏنو تہ اي حليمه، خاموش رھہ. اهڙين ڳالهين کي لڪائي رک، ڇو جو مون کي مڪہ معظم جي ماڻهن کان معلوم ٿيو آهي تہ جنهن رات کان هيءُ ٻچڙو ﷺ مليو آهي، انهيءَ رات کان يهودين ۽ نصارن جو ڪاڏو حرام ٿي پيو آهي، سک ۽ آرام ڦٽي پيو اٿن، سو سندن حفاظت ڪرڻ ضروري آهي. پوءِ واپس ٿيڻ وقت اسين حضرت بيبي آمنه رضہ کان موڪلائي روانا ٿيا سون. شهرکان ٻاهر اچي مان پنهنجي مادي گڏهہ تي سوار ٿيس ۽ حضور ﷺ جن کي مون پنهنجي هنج ۾ رکيو تہ اها منهنجي سواريءَ واري گڏهہ نهايت چست ۽ چالاڪ ٿي پيئي ۽ پنهنجو ڪنڌ ڪڍي تيز تيز هلڻ لڳي. جڏهن سندس نگاه ڪعبة اللّٰه شريف تي پيئي تہ ڪعبة اللّٰه شريف ڏانهن منهن ڪري ٽي دفعا سجدي وانگر پنهنجو ڪنڌ جهڪايائين، تنهن کان پوءِ واٽ وٺي هلڻ لڳي. مڪہ معظم ڇڏڻ وقت نعري وانگر هڪ زوردار آواز ڪيائين تنهن بعد رواني ٿي ۽ اهڙي تہ تيز هلڻ لڳي جوقبيلي وارن جي سيني وهٽن کان اڳي نڪري ويئي. سيني عورتن کي انهيءَ ڳالهہ تي حيرت لڳي ۽ مون کان پڇڻ لڳيون تہ اي بنت ذُويب! ڇا هيءَ اهائي گڏهہ آهي، جنهن تي سوار ٿي تون اسان سان گڏ آئي هئينءَ؟ مون جواب ڏنو تہ خدا جو قسم هيءَ اهائي آهي، مگر هن فرزند ﷺ جي ڪا برڪت آهي، جنهن هن کي ايتري طاقت بخشي آهي. انهن بہ اهو جواب ڏنو تہ بيشڪ اسان مڪہ معظم ۾ ٻڌو آهي تہ اللّٰه تعاليٰ هن فرزند ﷺ کي وڏو مرتبو بخشيو آهي.

بيبي حليمه رضہ فرمائي ٿي تہ اسين پنهنجي ڳوٺ ڏانهن وڃي رهيا هئاسين تہ رستي ۾ جيڪو بہ ٻڪرين جو ولر ۽ ڌڻ مليو ٿي تہ انهن ٻڪرين مون سان ڳالهايو ٿي تہ اي حليمه رضہ، توکي اها خبر آهي تہ تنهنجو کير پيئندڙ ڪهڙي هستيءَ جو مالڪ آهي؟ هيءُ محمّد ﷺ اللّٰه تعاليٰ جو محبوب ۽ نبي آخرالزّمان آهي. تمام ڪائنات ۾ سيني کان افضل آهي. ان واٽ ۾ مون ٻنهي طرفن کان هيءُ آواز

ٻہ ٻڌا ٿي تہ اي حليمه رضہ ، اللّٰه تعاليٰ توکي هن فرزند جي سبب بزرگي عطا ڪري ڇڏي آهي. قبيلي بني بڪر بن سعد ۾ سڀني عورتن کانءِ تنهنجو درجو وڏو ڪيو اٿس. واٽ ۾ اسين جتي بہ منزل ڪندا هئاسون تہ اللّٰه تعاليٰ ان جاءِ کي سرسبز ۽ شاداب بنائي ڇڏيو. حالانڪہ اهو زمانو سخت ڏڪار جو هو. آخر اسين منزل بہ منزل پنهنجي ڳوٺ پهتاسون، ساري عرب کان انهيءَ ڏڪار جو اثر اسان جي واديءَ ۾ زياده هو. هيءُ زمين جو ٽڪرو اهڙو تہ خشڪ ۽ ويران ٿي ويو هو جو ڪٿي بہ ساوڪ نظر ئي نہ ايندي هئي. خدا جي قدرت اسان جي ڳوٺ پهچڻ کان پوءِ منهنجون ٻڪريون جنهن بہ طرف چرڻ لاءِ ويندڙيون هيون تہ شام جو اللّٰه جي رحمت ۽ برڪت سان پيٽ ڀري واپس ٿينديون هيونءِ منجهن ايترو تہ کير پيدا ٿيو جو اسان جو پورو ڪٽنب پيٽ ڀري کير پيئندا هئاسون، پوءِ جيڪو باقي بچندو هو سو وري ٻين پاڙيسرين کي پياري ڇڏيندا هئاسون. اسان جي قوم وارن جڏهن اهو حال ڏٺو تہ چوڻ لڳا تہ بيشڪ اها برڪت انهيءَ فرزند ﷺ جي سبب اللّٰه تعاليٰ حلميه رضہ جي مال ۾ وڌي آهي. پنهنجن پنهنجن ڌنارن کي چيائون تہ جنهن طرف حليمه رضہ جون ٻڪريون چرڻ وڃن اوهين بہ اوڏانهن ڪاهي ويندا وڃو تہ من پنهنجن جانورن ۾ بہ ان جو اثر ٿئي. آخرڪار اسان جي قوم وارن سندن ٻڪريون بہ اسان جي ٻڪرين سان گڏي چرائڻ شروع ڪيون تہ انهن ۾ بہ کير بيحساب ٿي پيو ۽ ٻڪريون بہ ٿلهيون متاريون ٿي پييون.

حضور اڪرم ﷺ جن جي صدقي ۾ ساري قبيلي ۾ خير ۽ برڪتون نازل ٿي ويون. بيبي صاحبہ رضہ فرمائي ٿي تہ حضور ﷺ جن جڏهن ڳالهائڻ جهڙا ٿيا تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن هيءَ دعا فرمائيندا رهندا هئا، جيڪا آءُ ٻڌندي هيس.

اللّٰه اَڪبر اللّٰه اَڪبر الحمدللّٰهِ رّب العالمين و سُبحان اللّٰهِ بڪُرةَ وّاصلا

رات جي وقت حضور صہ جن هيءَ دعا پڙهندا هئا.

لا الـه الاّ اللّهُ قُدّ وسآ نَامَتِ العُيونِ والّرحمٰن لاتا خذه سِنة وّلانَومٌ.

چانڊوڪي رات ۾ مان حضور صہ جن کي چنڊ سان ڳالهيون ڪندي ڏسندي هيس. پاڻ سڳورا صہ پينگهي ۾ ليٽي ليٽي چنڊ کي اشارا ڪندا هئا ۽ جنهن طرف بہ اشارو ڪندا هئا تہ چنڊ انهيءَ طرف جهڪي ويندو هو. آءٌ اهي حقيقتون پنهنجين اکين سان ڏسندي هيس. اهي سندن پينگهي واري وقت جا معجزا هئا.

بيبي صاحبہ فرمائي ٿي تہ حضور صہ جن ڪڏهن بہ ڪپڙن ۾ پيشاب ۽ ڪاڪوس نہ ڪندا هئا، جيئن ٻيا ٻي سمجهہ ٻار ڪندا آهن. سندن حاجت جو بہ هڪ وقت مقرر هوندو هو، ان وقت تي مون کي خبر پوندي هئي؛ پوءِ آءٌ وڃي صفائي وغيره ڪندي هيس. سندن منهن مبارڪ تي اگر ڪنهن وقت ڪير جو اثر رهجي ويندو هو، مون کي ياد نہ ايندو هو تہ عالم غيب مان ڪوشخص اچي سندن هڪ هڪ عضوو صاف ۽ پاڪ ڪري ويندو هو. اگر ننڊ جي حالت ۾ڪنهن عضوي تان ڪپڙوهٽي ويندو هو تہ پاڻ ڪريم صہ جن يڪدم فرياد ڪندا هئا تہ آءٌ وڃي اهو ڪپڙو درست ڪندي هيس. اگر مون کي دير لڳندي هئي تہ عالم غيب مان سندن اهو عضوو ڍڪڻ ۾ ايندو هو. جڏهن حضور صہ جن پنڌ ڪرڻ سکيا تہ پاڻ سڳورا ٻين ٻارن سان گڏ آهستہ آهستہ هلندا هئا. مگر راند روند وارن ٻارن کان انهيءَ عمر ۾ بہ پري رهندا هئا. پوءِ جڏهن ان عمرکان بہ ڪجهہ مٿيرا ٿيا تہ ٻارن کي راند روند ڪرڻ کان منع فرمائيندا هئا ۽ چوندا هئا تہ اسان کي کيل تماشي ۽ راند روند لاءِ پيدا نہ ڪيو ويو آهي، بلڪ الله جي بندگيءَ ۽ اطاعت لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي.

بيبي حليمه سعديه رضہ فرمائي ٿي تہ ٻين ٻارن کان حضورصہ جن نهايت تيزيءَ سان وڌي رهيا هئا. جيئن تہ حضور صہ جن هڪ

ڏينهن ۾ جيترو وڌندا هئا ٻيا ٻارهڪ مهيني ۾ اوترو واڌارو ڪندا هئا۽ هڪ مهيني ۾ ايترو واڌارو سدن جسم مبارڪ ۾ ٿيندو هو، جيترو ٻين ٻارن کي سال ۾ ٿيندو آهي. مان ڏسندي هيس جو روزانو آسمان مان هڪ نور لهي ايندو هو، اُهو نور سندن ساري جسم مبارڪ تي ويڙهجي ويندو هو، جنهن سان سندن جسم مبارڪ ۾ تجّلو پيدا ٿي ويندو هو.هڪ روايت ۾ هن طرح ٻه آهي ته روزانو ٻه اڇا پکي آسمان تان لهي ايندا هئا ۽ سندن جسم مبارڪ ۾ روپوش ٿي ويندا هئا.

حضور اڪرم ﷺ جن ننڍپڻ جي عمر ۾ ٻه نه ڪڏهن روڄ راڙو ڪندا هئا نه وري ڪڏهن ڪاوڙ ۽ ريس ڪيائون. ڪڏهن بدخُلقيءَ جو اظهار نه ڪيائون. ڳالهائڻ جي وقت ڪان وٺي سندن اهو دستور ٿي ويو هو جو جنهن ٻه شيءِ ۾ هٿ وجهندا هئا ته بسم الله الرّحمٰن الرّحيم چئي پوءِ هٿ وجهندا هئا.

بيبي حليمه رضہ فرمائي ٿي ته مون سندن هيبت ۽ دٻدٻي جي سبب پنهنجي مرد کي ويجهو اچڻ نه ڏنو، تان جو ٻه سال پورا ٿي ويا. آءٌ ڪڏهن ٻه حضور ﷺ جن کي پنهنجين اکين کان پري نه ڪندي هيس. هڪ دفعو مون نظر لڳڻ جي خوف کان هڪ يمني تختي، جا اڪثر نظر لاءِ ٻارن کي ڪنڌ ۾ ٻڌندا آهن، اُها سندن ڳچيءَ مبارڪ ۾ٻڌي ڇڏي. پاڻ سڳورن يڪدم اُها تختي ڳچيءَ مان لاهي ڀڃي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڦٽي ڪري ڇڏي ۽ فرمائڻ لڳا ته منهنجي حفاظت ڪرڻ وارو منهنجو رب جلّ جلاله آهي.

حضور ﷺ جن جڏهن ڪجهه وڏيرڙا ٿيا ته پوءِ پنهنجن رضائي ڀائرن سان گڏجي ٻڪريون چارڻ لاءِ هليا ويندا هئا. دستور مطابق هڪ ڏينهن انهن ڀائرن سان گڏجي ٻڪريون چرائڻ لاءِ ويل هئا، جڏهن اڌ ڏينهن گذري ويو هو، تنهن مهل حضرت بيبي حليمه رضہ جو فرزند [صفره] ابا ابا ۽ امان امان پڪاريندو ڀڄندو آيو ۽ اچي چوڻ لڳو ته اي امان، حضور ﷺ جن ۽ اسين گڏ ٻڪريون چاري رهيا

هئا سون اوچتو ڪي اجنبي ماڻهو آيا اُهي حضور ﷺ جن کي اسان جي وچ مان جهلي جبل تي وٺي ويا. اتي سندن پيٽ مبارڪ چيري وڌائون. پوءِ اسين اُتان پڄي آيا سون ۽ مون اچي اوهان کي خبر ڏني آهي. وڏيڪ اسين نٿا ڄاڻون تہ ڇا ٿيو ۽ سندن ڪهڙو حال ٿيو.

اها حقيقت ٻڌي حضرت بيبي حليمه رضہ پاڻ ۽ سندس مڙس پڄندا ڊوڙندا وڃي انهيءَ جبل تي پهتا. ڇا ڏسن تہ حضور ﷺ جن صحيح سلامت انهيءَ جبل مٿي ويٺا آهن ۽ آسمان ڏانهن نهاري رهيا آهن. جڏهن پاڻ سڀورن اسان کي ايندو ڏٺو تہ مرڪڻ لڳا.

ابو يعليٰ رضہ، ابن نعيم رضہ، ابن عساڪر رضہ، شدادبن اوس رضہ کان روايت ٿا ڪن تہ حضور ﷺ اهو مٿيون بيان هن طرح فرمايو تہ هڪ ڏينهن ليث بن بڪر ۾ مان پنهنجي رضائي ڀائرن سان گڏ ٻڪريون چارڻ لاءِ گڏجي ويس، ٻن پهرن جو وقت هو ، اوچتو ڇا ڏسان تہ ٽي شخص بيٺا آهن، انهن مان هڪ شخص جي هڪڙي هٿ ۾ سون مان ٺهيل ٿالهہ، برف سان ڀريل آهي، ٻئي هٿ ۾ چانديءَ جو ڪوُنرو اٿس. ٻئي شخص جي هٿ ۾ زمرد جو هڪ ٿانوَ سائي رنگ تي هو، سو بہ برف يا اولن سان ڀريل هو. ٽيون شخص آيو، سو مون کي منهنجي ساٿين جي وچ مان جهلي وٺي ويو. اها حالت ڏسي منهنجا ساٿي ڇوڪرا پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن ڀڄي ويا ۽ هيءُ شخص مون کي جبل تي وٺي وياءِ تمام نرمي سان زمين تي ليٽائي ڇڏيائون. انهن مان هڪ شخص منهنجي سيني مبارڪ کي دُن تائين چيري ڇڏيو، مگر مون کي ڪنهن بہ قسم جي تڪليف نہ ٿي ۽ اُن کان پوءِ انهن منهنجي سيني ۽ پيٽ جي هرهڪ نس ۽ هرهڪ عضوو کي انهيءَ برف سان ڌئي صاف ڪيو ۽ پوءِ انهن کي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي رکيائون.تنهن بعد اهو شخص اُٿي بيٺو ۽ ٻيو شخص اُن کي چوڻ لڳو تہ تون هٽي وڃ. پوءِ ٻئي شخص پنهنجو هٿ منهنجي پيٽ ۾ وجهي منهنجي دل سيني مبارڪ مان ڪڍي ورتي ۽ ان کي، انهيءَ برف سان خوب ڌوتائين۽ ان مان ڪارو خون جو ٽُڪتو ڪڍي ڦٽو ڪيائين

۽ چيائين تہ اهو شيطان جو حصو آهي ۽ انهن شخصن وٽ هڪ شيءِ هئي سا منهنجي دل ۾ پريائون. انهيءَ شيءِ کي (شڪبہ) چوندا آهن. پوءِ ان شخص، جنهن منهنجي دل کڍي ڌوتي هئي، سو هيڏانهن هوڏانهن اشارا ڪرڻ لڳو، جيئن انهن کان ڪا شيءِ گهري رهيو هجي. انهن مان هڪ شخص هڪ منڊي کڍي انهيءَ اشارن ڪرڻ واري شخص کي ڏني. انهيءَ نوراني منڊيءَ جي تجّلي جو تاب اکيون نٿي جهلي سگهيون. پوءِ ان منڊيءَ سان منهنجي دل تي مُهر لڳايائون. مهر لڳڻ شرط منهنجي دل نور سان لبريز ٿي ويئي، جنهن جا شعاع هر طرف پکڙجي ويا. اهو نورنّبوت، رسالت، علم ۽ حڪمت جو نور هو. انهيءَ ساري عمل کي اسين پنهنجي اکين سان ڏسي رهيا هئاسون، مگر ڪابہ تڪليف يا درد بلڪل محسوس نہ ٿيو. پوءِ جڏهن منهنجي دل وري منهنجي سيني ۾ رکيائون، ان مهل هن مهر جي ٿڌاڻ ۽ فرحت ۽ خوشي محسوس ٿي ۽ اها ٿڌاڻ ۽ فرحت اسان کي گهڻي وقت تائين محسوس ٿيندي رهي.

"مَواهب" جي مطابق تہ پاڻ ڪريمن ﷺ جن هيءُ لفظ فرمايا تہ (فوَجَدت بَردِ ذالک خاتم فِي صَدري) يعني: ان منڊيءَ جي ٿڌائي فرحت ۽ لذت اسَان جي سيني ۾ اڃا تائين محسوس ٿيندي آهي. سُبحان اللہ و بحمده.

"روضة الاحباب" ۾ آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ انهيءَ منڊيءَ واري ٿڌائي، فرحت ۽ خوشي، مان پنهنجي جوڙ جوڙ، نَس نَس ۽ هرهڪ رڳ ۾ محسوس ڪريان ٿو: تنهن مان سمجهجي ٿو تہ انهيءَ مهر وارو اثر حضور ﷺ جن جي پاڪ جسم ۾ ساري عمر رهيو هو.

هڪ روايت ۾ آيل آهي تہ سيّدالعالمين ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن اهي شخص منهنجي سيٺي کي ڇيري ڪيس غسل ڏيئي رهيا هئا تہ پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ ڳڙن جي پاڻيءَ سان غسل ڏيو. پوءِ انهن منهنجي سيني مبارڪ کي اُنهن ڳڙن جي پاڻي سان غسل ڏيئيءُ صاف ڪيو. دُعاءِ ماثوره جيڪا حضور ﷺ جن پاڻ پڙهندا هئا، ان ۾ بہ ذڪر آيل

آهي. جيئن تہ اللّهمہ اغسِل خطاياىَ بماءَ الثّلج والبرد. مقصد هر قسم جي پاڪائيءَ جو آهي.

جڏهن اهي ٽيئي شخص انهيءَ ڪم ڪان فارغ ٿيا تہ انهن منهنجي انهيءَ سيني جي چيريل جوڙ تان ڏن تائين پنهنجو هٿ ڦيرايو تہ اها جاءِ مٽجي، جهڙي اڳي هئي تهڙي ٿي ويئي. انهيءَ ساري عمل ۾ اسان کيَ ڪا ذري جيتري تڪليف بہ محسوس نہ ٿي. پوءِ هنن شخصن مون کي آهستہ آهستہ اُٺاريو ۽ اُنهن مان هرهڪ مون کي پنهنجي سيني سان لڳايو ۽ فرمائڻ لڳا تہ اي الله جا حبيب ﷺ! اگر اوهان کي اها خبر هجي تہ اللّه تعاليٰ اوهان کي ڪيڏو وڏو مرتبو، برڪتون، رحمتون ۽ خوبيون عطا فرمايون آهن تہ جيڪر اوهان جون اکيون مبارڪ روشن ٿي وڃن ها ۽ اوهين تمام خوش ٿيو ها. اُن بعد هنن شخصن پاڻ ۾ چيو تہ هاڻي پنهنجو ڪم پاڻ پورو ڪري ورتو. پوءِ اُهي مون کي اتي ڇڏي آسمان ڏانهن پرواز ڪري هليا ويا ۽ گهڻيءَ دير تائين مان اُنهن کي ڏسندو رهيس.

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ اهو سيني مبارڪ وارو نشان هڪ سڌي ليڪ وانگر سندن سيني مبارڪ کان ڏن تائين نظر ايندو هو.

عالم سڳورا لکن ٿا تہ قلب (دل) جو غسل سڀني نبين کي ڏنو ويو آهي، مگر اسان جي نبي ﷺ جن کي اهو غسل قلب ڪيئي دفعا ڏنو ويو آهي. جيئن تہ هڪ ڀيري ڇهن يا ستن سالن جي عمر مبارڪ ۾ سينو چيري صاف ڪيو ويو ۽ وري ڏهن سالن جي عمر مبارڪ ۾ اهو ساڳيو عمل دهرايو ويو. ٽيون دفعو معراج شريف واري مبارڪ رات ۾ سندن سينو مبارڪ چيري تنهن ۾ نور عرفان، رحمتون ۽ برڪتون ڀريون ويون هيون. (شرح مشڪواة شريف) ڪن عالمن چار دفعا اهو عمل لکيو آهي.

حضرت بيبي حليمہ رضہ اڳتي هلي فرمائي ٿي تہ انهيءَ (شق صدر) واري واقعي بعد اسان کي ۽ اسان جي قبيلي وارن کي

اهو فڪر اچي لڳو تہ متان اڳتي هلي ڪي دشمن حضور ﷺ کي ڪاتڪليف نہ پهچائين يا ڪو اهڙو ٻيو حادثو نہ ٿئي، جنهن ۾ اسان تي ڪا ڳالهہ اچي، تنهن لاءِ اسان صلاح ڪئي تہ حضور ﷺ جن کي مَڪہ معظم ۾ سندن ڏاڏي حضرت عبدالمطلب ۽ سندن والده صاحبہ جن وٽ پهچايو وڃي. اهو ارادو ڪري مون سفر جي تياري ڪئي ۽ حضور ﷺ جن کي پاڻ سان وٺي مڪہ معظم ڏانهن رواني ٿيس.

اسين جڏهن مڪہ شريف جي ٻاهران نواح ۾ پهتاسون تہ مون خيال ڪيو تہ شهر ۾داخل ٿيڻ کان اڳي حاجت ضروريءَ کان فارغ ٿي وٺان، سو مون ائين ڪيو جو حضور ﷺ جن کي هڪ جاءِ تي ڇانوَ ۾ويهاري آءٌ جهنگل ڏانهن هلي ويس. ٿوري دير بعد جڏهن آءٌ واپس آيس تہ ڇا ڏسان تہ جنهن جاءِ تي مون حضور ﷺ جن کي ويهاريو هو، اُن جاءِ تي پاڻ ﷺ موجود نہ آهن، مون آسپاس آواز ڏنا، مگر ڪو جواب نہ مليو. آخر ساري گرد و نواح ۾ ذرو ذرو ڪري تلاش ڪيم تہ بہ ڪو پتو نہ مليو. آخرڪار سخت پريشان ۽ مجبور ٿي آه زاري ۽ فرياد ڪرڻ لڳيس. مان پنهنجو مٿو پٽي "وا محمّداه وا محمّداه" پڪاريندي رهيس. ايتري ۾هڪ پوڙهو شخص لٺ تي ٽيڪ ڏيندو آيو ۽ مون کان روئڻ ۽ فرياد ڪرڻ جو سبب پڇيائين تہ مون کيس ساري حقيقت ڪري ٻڌائي تہ ان يڪدم مون کي چيو تہ ٻيبي تون غم نہ ڪر، آءٌ تنهنجي هر قسم جي مدد ۽ رهنمائي ڪندس. مان تو کي هڪ هنڌ وٺي ٿو هلان، اگر انهيءَ تنهنجي مدد ڪئي ۽ تومان راضي ٿيو تہ توکي ضرور محمّد ﷺ سان ملائي ڇڏيندو. مون پنهنجي گهٻراهٽ ۽ سخت پريشانيءَ سبب هن شخص کي پنهنجو محسن سمجهيو ۽ مون چيو تہ اي شخص! منهنجي جان بہ توتان قربان ڪريان جي تون اهڙي مون سان مدد ڪرين. مگر اهو مون کي ٻڌائي تہ اهو شخص ڪير آهي، جنهن وٽ تون مون کي مدد لاءِ وٺي ٿو هلين. هن شخص جواب ڏنو تہ ڇا توکي خبر نہ آهي تہ اُهو اسان جو وڏو بت آهي، جنهن جو نالو(هُبل) آهي. اهو وڏي مرتبي وارو آهي ۽ ماڻهن

جا ڏک ۽ تڪليفون دور ڪندو آهي. نعوذ با الله منها (نقل ڪفر، ڪفر نہ باشد) ۽ اُن کي خبر آهي تہ تنهنجو فرزند هينئر ڪٿي آهي. اها ڳالهہ ٻڌي مون اُن ٻڍي کي چيو تہ تو کي خدا خراب ڪري، ڇا توکي اها خبر نہ آهي تہ انهيءَ فرزند جي دنيا ۾ اچڻ واري مبارڪ رات ۾ بتن جو ڪهڙو حشر ٿيو هو. اهي سڀ پڇي ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيا هئا. وڏا بت منهن پر اچي اونڌا ڪريا هئا. مگر پوڙهي جواب ڏنو تہ تون انهن ڳالهين کي ڇڏي ڏي. تون وٽس هلي تہ ڏس ڪيئن تو توکي تنهنجو فرزند ملائي. لالچ ۽ مصيبت اچڻ ڪري لاچار مون کي انهيءَ پوڙهي ڪافر سان گڏ هُبل بت اڳيان وڃڻو پيو. پوءِ ان ٻڍي مون کي اُن بت جو طواف ڪرايو ۽ پاڻ نهايت عاجزيءَ سان سارو قصو ان بت اڳيان بيان ڪيائين. بت جي جسم مان آواز آيو تہ اي ٻڍا، منهنجي اڳيان هٽي وڃ. جنهن فرزند جليل القدرﷺ جو ذڪر تون منهنجي اڳيان بيان ڪري رهيو آهين، تنهنجو مون وٽ نالو ئي نہ وٺ ڇو جو انهيءَ ذات بابرڪات ﷺ جي هٿان اسان سڀني ننڍن ۽ وڏن بتن ۽ سندن پوڄارين جي تباهي ۽ بربادي ٿيڻ واري آهي. اُن جو رب نہ ڪڏهن ڪنهن جي هٿان ان کي شڪست ڏيندو ۽ نہ ڪيس ضايع ڪندو. ان جو رب هر جاءِ تي اُن جو حافظ ۽ نگهبان آهي.

بيبي حليمه سڳوري فرمائي ٿي تہ اها حقيقت ٻڌي آءٌ اتان سڌي حضرت عبدالمطلب جن جي گهر آيس ۽ سموري حقيقت بيان ڪري ٻڌايم ۽ روئڻ لڳيس. مون کين ٻڌايو تہ آءٌ تمام گهڻي حفاظت سان حضور ﷺ جن کي وٺي اچي رهي هيس، مگر عجيب اتفاق جي ڳالهہ آهي جو هن سبب جي ڪري حضور ﷺ جن مون کان گم ٿي ويا آهن. مون تمام گهڻي ڪوشش ڪئي، گهڻوئي ڳوليم، دانهون ڪوڪون ڪيم مگر پاڻ سڳورا ﷺ مون کي هٿ نہ آيا.

اها ڳالهہ ٻڌندي شرط حضرت عبدالمطلب جن جبل صفا ڏانهن روانا ٿي ويا ۽ صفا تي چڙهي وڏي بلند آواز سان قريش قوم کي آواز ڏيڻ لڳا تہ اي آل غالب، يڪدم سڀئي اچي مون وٽ گڏ ٿيو.

ٿوري دير ۾ سڀيئي قريش اچي حاضر ٿيا ۽ چوڻ لڳا ته اي اسان جا سردار! اڄ اوهان کي ڪهڙو معاملو پيش آيو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته اي قوم جا فرزندو! اڄ منهنجو فرزند محمّد ﷺ اتفاق سان گم ٿي ويو آهي، توهان سندن ڳولها ڪريو ۽ آءٌ به سندن تلاش ۾ وڃان ٿو. پوءِ ته يڪدم سڀئي قريش حضورﷺ جن جي ڳولا ۾ ڪي پنڌ ۽ ڪي پنهنجين سوارين تي سوار ٿي روانا ٿيا. حضرت عبدالمطلب رضه به پنهنجي سواريءَ تي چڙهي روانو ٿيو.

مڪه معظم جي آسپاس هرهڪ واديءَ ۽ جبلن ۾ گهڻي ڳولا ڪيائون. مگرحضور ﷺ جن نه مليا. آخر حضرت عبدالمطلب رضه جن ڪعبة الله شريف ۾ آيا ۽ ڪعبة الله جو طواف ڪيائون. پوءِ الله تعاليٰ جي بارگاه ۾نهايت عاجزيءَ سان دعا گهريائون. انهيءَ دعا جي حالت ۾ هاتف غيبيءَ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، جو چئي رهيو هو ته اي قريشيو! غم ۽ فڪر نه ڪريو، محمد ﷺ جو نگهبان خدا پاڪ آهي، جو هن جي نگهباني ڪري رهيو آهي. الله تعاليٰ کين ڪڏهن به اڪيلو نه ڇڏيندو. حضرت عبدالمطلب رضه جن عرض ڪيو ته اي هاتف غيبي! اسان کي اهوٻڌائي ته منهنجو فرزند محمّد ﷺ هينئر ڪٿي آهي؟ جواب مليو ته: حضور ﷺ جن تهامه جي واديءَ ۾ هن وقت هڪ وڻ جي ڇانو ۾وينا آهن. حضرت عبدالمطلب اها حقيقت ٻڌي يڪدم پنهنجيءَ سواريءَ تي چڙهي اُن واديءَ ڏانهن روانو ٿي ويو. رستي ۾ کين ورقه بن نوفل رضه مليو. اُهو به حقيقت ٻڌي ساڻن همراه روانو ٿيو ۽ ٻئي وادي تهامه۾ وڃي پهتا. ڏسن ته حضور ﷺ جن ڪجيءَ جي هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ وينا آهن ۽ اُن ڪجيءَ جا ڦڙها پيا ميڙين. حضرت عبدالمطلب کين سوال ڪيو ته (مَن اَنتَ يا غلام) پاڻ ڪريم ﷺ جن جواب ۾ فرمايو ته آءٌ محمّد بن عبدالله بن عبدالمطلب رضه آهيان. حضرت عبدالمطلب رضه جن فرمايو ته.اي منهنجا فرزند! منهنجي جان به توهان تان قربان، آءٌ اوهان جو ڏاڏو عبدالمطلب آهيان. پوءِ حضور ﷺ جن کي پنهنجي اڳيان سواريءَ تي ويهاري مڪه معظم

۾ وٺي آيا ۽ تمام گھڻو سون مال ۽ اُٺ وغيره حضرت عبدالمطلب رضہ
جن خيرات ڪيا ۽ سندن ملي وڃڻ جي خوشيءَ ۾ تمام گھڻو
صدقو ڪيائون.

بيبي حليمه رضہ فرمائي ٿي ته پوءِ مون کي تمام گھڻو مال ۽
قسمن قسمن جا انعام اڪرام ڏيئي خوش ڪري روانو ڪيائون. پاڻ
فرمائين ٿيون ته مون کي ايترو انعام مليو جو آءٌ مالامال ٿي
مڪ معظم کان پنهنجي قبيلي ڏي موٽيس. باقي انهيءَ گم ٿيڻ واريءَ
حقيقت ۾ ڪهڙي مصلحت هئي. اها الله پاڪ پاڻ ڄاڻي ٿو. بعض
عالمن سورة والضحيٰ جي آيت و وجدڪ ضالاً فَهَديٰ جو اهو تفسير
ڪيو آهي، مگر اهو راز خدا کي ۽ سندن حبيب ڪريم صہ جن کي
معلوم آهي، ٻئي ڪنهن کي خبر نه آهي.

بيبي حليمه سعديه رضہ جن کان پوءِ حضور صہ جن جي پرورش
۽ نگهداشت جو ڪم حضرت عبدالله رضہ جي ٻانهيءَ اُمّ ايمن رضہ
جي حوالي ڪيو ويو. اِها ٻانهي حضور اڪرم صہ جن کي ميراث ۾
ملي هئي.

مواهب لدنيہ مان معلوم ٿئي ٿو ته حضرت بيبي آمنہ رضہ جن
جي وفات کان بعد حضور صہ جن جي پرورش جو ڪم سندن ٻانهيءَ
اُمّ ايمن رضہ جي حوالي ڪيو ويو. بيبي اُمّ ايمن رضہ فرمائي ٿي
ته مون ڪڏهن به حضور صہ جن کي بک ۽ اُڃ جي شڪايت ڪندي نه
ٻڌو. ننڍپڻ ۾ ئي پاڻ ڪريم صہ جن جو اهو حال هوندو هو جو هڪ
پيالو آبِ زم زم جو صبح جو پيئندا، شام تائين ڪاڏي جي ڪابہ
شيءِ طلبَ نه ڪندا هئا. ڪڏهن ٻن پهرن جي مانيءَ کائڻ لاءِ آءٌ
کين عرض ڪندي هيس ته پاڻ سڳورا صہ فرمائيندا هئا ته مون کي
اڄان ڪا به ضرورت يا بک ڪانهي.

حضور صہ جن جي عمر مبارڪ جڏهن ستن سالن جي هئي ته
ان وقت سندن والده محترمہ بيبي آمنه رضہ سڳوري بيبي امّ ايمن رضہ

سان گڏجي پنهنجي والد صاحب يعني حضور ﷺ جن جي نانا رضہ سان ملڻ لاءِ مدينہ منوره ۾ قبيلي بني نجّار ڏانهن رواني ٿي. اُتي هڪ مهينو رهڻ کان پوءِ جڏهن واپس مڪہ معظم ڏانهن اچي رهيون هيون تہ انهيءَ سفر ۾ ئي ابواءِ جي مقام تي سندن انتقال ٿيو. (انا للّه وانّا اليہ راجعون) ابواءِ مديني پاڪ کي ويجهو هڪ ڳوٺ آهي. ڪتابَ لَکن ٿا تہ بيبي صاحبہ کي اُتي دفن ڪيو ويو، مگر هڪ روايت ۾ آيل آهي تہ سيّده آمنہ رضہ جي قبر مبارڪ مڪہ مڪرم جي مقام حجون ۾ ڪنهن مٿاهينءَ جاءِ تي آهي. ممڪن آهي تہ ابواءِ ۾ دفن ٿيڻ کان پوءِ سندس جنازو مبارڪ اُتان کڻائي مڪہ معظم جي انهيءَ مقام حجون ۾ دفن ڪيو ويو هجي. واللّه اعلم باالصواب. (مدارج النّبوة، حصو ٻيو).

حضرت بيبي آمنہ رضہ جن جي وفات بعد حضور ﷺ جن جي نگراني، ڪفالت ۽ پرورش حضرت عبدالمطلب رضہ جن فرمائي.

ابن عساڪر رضہ کان روايت بيان ٿيل آهي تہ هڪ دفعي مڪہ معظم ۾ سخت ڏڪار پيو. انهيءَ ڏڪار جي وقت ۾ مان پاڻ مڪہ معظم ۾ موجود هوس، مڪہ معظم جا ماڻهو گڏجي نماز استسقا لاءِ حضرت ابو طالب رضہ جن وٽ آيا. آيل ماڻهن ۾ ننڍا ٻار ۽ ٻيا بہ شامل هئا. انهن آيل ٻارن سان گڏ هڪ ٻچو، جيڪو تمام حَسين، جميل ۽ خوبصورت سج وانگر روشن چهري مبارڪ وارو بہ هو. حضرت ابو طالب انهيءَ فرزند کي ٻانهن کان جهلي وڃي ڪعبة اللّه شريف جي پٺ سان لڳائي ويهاريو ۽ کين عرض ڪيائون تہ بارش لاءِ خدا کان دعا گهرن. پوءِ انهيءَ جليل فرزند پنهنجي آشهد آڱر مبارڪ سان آسمان ڏي اشارو ڪيو ۽ دعا گهريائين. انهيءَ کان اڳ مڪہ شريف جي آسمان تي هڪ ڪڪر بہ ڪونہ هو، مگر دعا اجان جاري هئي تہ يڪدم ڪڪر اچي گڏ ٿيا ايڏي تہ زوردار برسات ٿي جو مڪہ معظم جي هر وادي، هر ندي ۽ نالو پاڻيءَ سان ڀرجي ويا.

اهو سج ڪان وڏيڪ روشن ۽ نوراني چهري وارو فرزند جليل پيلا ڪير هو؟ اهو سيّدالڪونين، حبيب خدا، محمّد مصطفيٰ ﷺ جن هئا.

جهان تنهنجو اسين توهان جا خدائي تنهنجي خدا بہ تنهنجو،
وجن لهي سپ هي غم اسان جا نصيب ٿئي جي ديدارتنهنجو!

فقير محمد اسماعيل ٿٽوي "خاطي"

•



# باب ستون

## حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جو حُسن ۽ جمال

يوسف جو ڏسي حُسن، زليخان ٿي ديواني،
يوسف جي اوهان کي ڏسي، صد بار ٿئي عاشق.
"خاطي" ٺٽوي

قارئين ڪرام جي اڳيان عرض آهي تہ منهنجو ايمان آهي تہ الله تعاليٰ حضور صہ جن کي ڪمال، خَلق ۽ نهايت اعليٰ ۽ عظيم صفتن ۽ وصفن سان گڏ ڪمال درجي جو ظاهري حسن ۽ جمال بہ عطا فرمايو آهي، جنهن جو مثال دنيا ۾ نٿو ملي سگهي.

لَمر يخلق الرّحمٰن مثل محمدا عداً علمي انّہُ لا يخلُق

يعني: نہ پيدا ڪيو الله تعاليٰ مثال محمّد صہ جن جو ڪڏهن بہ، يقين آهي تہ نہ وري قيامت تائين ڪو سندن مثال پيدا ٿيندو.

جن بزرگن، عالمن ۽ اصحابن سڀورن حضور صہ جن جي صورت مبارڪ جو بيان فرمايو آهي، تن پنهنجي بشريت مطابق تعريف ڪئي آهي. اها تعريف ۽ صفت درحقيقت صرف حضور صہ جن جي هڪ جهلڪ ۽ سندن نور ۽ تجليءَ جي سج مان هڪ شعاع آهي. درحقيقت حضور اڪرم صہ جن جي صورت مبارڪ ۽ سيرت مبارڪ جو بيان صحيح طور ڪوبہ عالم يا دانشمند بلڪہ اولياءَالله بہ ادا نٿو ڪري سگهي، سو مون کي ڪهڙي طاقت آهي جو سندن صفت جي باري ۾ ڪجهہ بيان لکي سگهان. مون "خاطي" گناهگار کي ڪهڙي قوت آهي جو سندن پاڪ هستيءَ جو بيان قلمبند ڪريان. مگر

الله تعاليٰ جو ڪو ڪرم ۽ بزرگن، استادن ۽ مرشد پاڪ جون دعائون ۽ خدا جي رحمت ۽ مرضيءَ سان لکي رهيو آهيان. باقي سيّدالڪونين ﷺ جن جي وصفن، سندن نور، حُسن ۽ جمال جي حقيقت خدا پاڪ کان سواءِ ڪو نٿو ڄاڻي سگهي.

هزار بار بشويم دهن ز مشک و گلاب،
هنوز نام تو گفتن کمال بے ادبيست.
"محمد جان قُدسي"

اگر هزار دفعا پنهنجو منهن، وات ۽ زبان مشڪ ۽ گلاب سان ڌوئان، تڏهن به اوهان جو پاڪ نالو وٺڻ سخت بي ادبي آهي.

حضرت امام بوصيري رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته:

(انّما مثلوا صفا تک لِلّناس کمامثل النّجو المآءَ)

يعني: سرڪار دو عالم ﷺ جن جي صفت ۽ تعريف لکڻ وارن کي صرف اها صورت نظر ۾ آئي، جيڪا رات جي وقت آسمان جي تارن جي صورت پاڻيءَ ۾ نظر اچي بس. مگر تارن جي اصليت ماهيت، وڏائيءَ ۽ سندن خاصيتن جو علم خدا کان سواءِ ڪوبه نٿو ڄاڻي، اسين صرف اهو چئي سگهون ٿا ته تارا آهن، چمڪن ٿا. بي خبر خدا کي آهي.

حضرت امام قرطبي رح پنهنجي ڪتاب (ڪتاب الصلواة) ۾ ڪنهن بزرگ جي حوالي سان نقل آندو آهي ته جيڪڏهن الله پاڪ حضور ﷺ جن کي سندن اصل حسن ۽ صورت مبارڪ سان هن دنيا ۾ موڪلي ها ته دنيا ۾ ڪنهن به شخص جي اکين کي حضور ﷺ جن جي صورت مبارڪ ڏانهن نظر ڪرڻ جو تاب ۽ طاقت نه ٿئي ها. سندن نور ۽ جلوي جو تاب آڻڻ جي ڪنهن اک کي اصل طاقت نه آهي. تنهن لاءِ منهنجو عرض آهي ته حضور ﷺ جن جي صورت مبارڪ جو جيڪو بيان آءٌ هن ڪتاب ۾ لکي رهيو آهيان، سو حضور ﷺ جن جي

صورت مبارڪ ۽ سندن حسن و جمال جو بدل هر گز هرگز نٿو ٿي سگهي. هيءَ ته فقط هڪڙو پاڇو يا عڪس آهي. تنهن کان وڌيڪ حقيقت خداوند ڪريم ئي ڄاڻي ٿو.

رحمتون ۽ برڪتون رب پاڪ جون دائم مدام،
يا رسول الله ﷺ اوهان تي لک صلواتون ۽ سلام.
"خاطي" ٺٽوي

## حضور ﷺ جن جي جسم پاڪ جو رنگ مبارڪ

حضور ﷺ جن جي رنگ مبارڪ جي باري ۾ جيڪي ڪتابن لکيو آهي، تنهن مطابق سندن جسم اطهر جو رنگ، روشن، ڳورو، جنهن ۾ سرخيءَ جي ڪجھ جهلڪ نظر ايندي هئي. ڪن عالمن جي ڪتابن ۾ هن طرح بيان ڪيو ويو آهي يعني (اسمر اللّون) جنهن جي معنيٰ آهي سفيد روشن ڳاڙهائيءَ مائل ڪڻڪ رنگ تي نظر ايندا هئا ۽ سندن منهن مبارڪ پُرگوشت ۽ گولائي تي نظر ايندو هو. اهو چهرو مبارڪ الله تعاليٰ جي نور جو آئينو هو، جنهن کي ڏسڻ وارو هر شخص جنهن کي خدا پاڪ دل جون اکيون ڏنيون هيون، سوسمجهي ويندو هو ته بيشڪ هيءُ انهيءَ ئي پيغمبر آخرالزّمان ﷺ جن جو چهرو مبارڪ آهي.

حضرت عبدالله بن سلام رضه يهودين جو وڏو عالم هو، مگر جنهن وقت سندن نظر حضورﷺ جن جي مبارڪ نوراني چهري تي پيئي ته سندن منهن مان بي اختيار هي لفظ نڪتا: (وجههُ ليس بوجه ڪّذاب) يعني: بيشڪ هي منهن مبارڪ سچي ۽ صادق هستي جو آهي. ڪوڙ ڳالهائڻ وارن ۽ ڪوڙن جو چهرو هرڳز اصل ٿي نٿو سگهي. ائين چئي ڪلمون پڙهي مسلمان ٿي ويو.

(خَصائص ڪبريٰ) (مشڪواة شريف) (فضل الصدقة)

حضور اڪرم ﷺ جن جي رخِ انور، منهن مبارڪ جي تعريف ڪرڻ جي ڪنهن ڪي طاقت آهي. سندن چهري مبارڪ ۾ الله پاڪ جو نور ۽ اهڙي ڪشش هوندي هئي، جو ڪيترائي ڪافر حضور ﷺ جن جي منهن مبارڪ ڏسڻ ڪان انهيءَ لاءِ گهبرائيندا هئا ته متان سندن انهيءَ نوراني صورت جو اثر اسان جي دل تائين پهچي وڃي ۽ اسان ڪي مسلمان ٿيڻو پوي. اهي پليت اگر سيّدالعالمين ﷺ جن ڪي ڪنهن گهٽيءَ مان ايندي ڏسندا هئا ته ڪيترائي ٻيءَ گهٽيءَ مان نڪري ويندا هئا. جيئن سندن صورت مبارڪ تي نظر نه پئجي وڃي ۽ دل نرم ٿي سندن دين قبول نه ڪري وٺي. هوڏانهن وري حضور ﷺ جن جي پروانن جو اهو حال هو جو سندن چهري مبارڪ جي شمع تي هر وقت جان ۽ مال سان قربان ٿيڻ لاءِ تيار هوندا هئا.

حضرت ابابڪر صديق رضه فرمائين ٿا ته مون دنيا ۾ منهنجي محبوب محمّد مصطفيٰ ﷺ جن ڪان وڌيڪ مبارڪ ۽ حَسين و جميل ڪنهن ڪي ٻه نه ڏٺو آهي. منهنجا حبيب ﷺ دنيا جي هرهڪ صورت ڪان وڌيڪ حَسين ۽ جميل آهن.

حضرت براءِ بن عازب رضه فرمائي ٿو ته رسول الله ﷺ جن سڀني انسانن ڪان وڌيڪ سهڻا ۽ خوش اخلاق هئا. (صحيح بخاري)

حضرت ابن ابي هاله رضه جن فرمائين ٿا ته حضور ﷺ جن جو چهرو مبارڪ مون ڏٺو ته چوڏهينءَ جي چنڊ ڪان به وڌيڪ روشن نظر آيو.

حضرت جابربن سمره رضه فرمايو ته مون چوڏهين تاريخ جي رات ۾ حضور ﷺ جن ڪي هڪ ڪليل جاءِ (ميدان) تي ڏٺو. چوڏهينءَ جو چنڊ به پنهنجي آب و تاب سان نصف النّهار (اڌ آسمان) تي چمڪي رهيو هو. وري جو حضور ﷺ جن جي منهن مبارڪ ڏانهن نظر ڪيم ته قسم خدا جو مون ڪي رسول اڪرم ﷺ جن جو منهن مبارڪ چنڊ ڪان هزارها درجا وڌيڪ روشن ۽ چمڪندڙ حسين ۽ جميل نظر آيو. مون بار بار چنڊ ڪي ڏٺو، وري سرڪار دو عالم ﷺ

جن جي چهري مبارڪ ڪي ڏٺم، هر حالت ۾ مون ڪي سندن نوراني چهرو مبارڪ چنڊ ڪان بيحد گهڻو خوبصورت نظر آيو؛ چنڊ ويچاري جي ڇا طاقت آهي جو سندن حسن مبارڪ سان مقابلو ڪري سگهي.

حضرت ابن عساڪر رضہ، حضرت أم المؤمنين بيبي عائشه رضہ کان روايت ٿو ڪري تہ مان هڪ رات جو ڪو ڪپڙو سبي رهي هيس. اتفاق سان منهنجي هٿ مان سُئي ڪري پيئي. اونداهيءَ جي سبب مون گهڻوئي ڳوليو، مگر مون ڪي سئي هٿ نہ آئي. ايتري ۾ حضور ﷺ جن گهر ۾ تشريف فرما ٿيا تہ سندن منهن مبارڪ جي نور ۽ روشنيءَ سان سارو گهر ايتري قدر تہ روشن ٿي ويو جو اُها پَٽَ ۾ گم ٿيل سُئي مون ڪي پري ڪان صاف ظاهر نظر اچي ويئي. اهو سارو قصو مون حضور ﷺ جن سان عرض ڪيو. پاڻ فرمايائون تہ اي حُميره (حميره حضرت بيبي عائشه صديقه رضہ جو لقب مشهور آهي) سختي ۽ عذاب انهن ڪافرن جي لاءِ آهي، جيڪي ڪفر ۽ منهنجي دين سان دشمنيءَ ۽ نفرت سبب منهنجو نوراني چهرو ڏسڻ پسند نٿا ڪن ۽ محروم آهن.

اصحاب ڪرام رضہ فرمائين ٿا تہ اسان پنهنجي حبيب نبي ڪريم ﷺ جن جهڙو خوبصورت، نيڪ ۽ خوش خُلق، حليم طبيعت، عابد، زاهد ۽ فصيح لسان، رحم دل، سخي، صابر، بابرڪت ۽ غريبن، يتيمن، مسڪينن ۽ بيواهن جو اهڙو همدرد انسان نہ ڏٺوسون ۽ نہ ٻڌوسون.

هر چہ اسباب جمال هست رخ خوب تُرا،
همہ بر وجهہ ڪمال هست ڪمالِ يخفيٰ.

(كذا في المنتخب)

## حضور ﷺ جن جو سر (مٿو مبارڪ)

حضور ﷺ جن جو سر مبارڪ پري کان عام ماڻهن جي مٿن کان ڪجهه قدر وڏو نظر ايندو هو. مٿو گول وينل، بيحد سهڻو، هرهڪ وار مان عطر، مشڪ ۽ عنبر جي خوشبوءِ مهڪندي رهندي هئي. انهيءَ مٿي مبارڪ تي وري ڪارا ڳاڙهائي مائل سونهري، لهردار ۽ گهنگريدار وار مبارڪ ائين لڳندا هئا، جڻ ته خزان ۾ بهار اچي ويئي آهي. سندن پيشاني مبارڪ محراب دار، ڪشاده، نور ۽ روشنيءَ جو آئينو هو. انهيءَ سر مبارڪ جي ٻنهي پاسن هڪجهڙا سڌا ڪن سهڻا ۽ نرم نازڪ پاپڙيون هيون.

## پيشاني مبارڪ

اسان جي پياري نبي ڪريم ﷺ جن جي پيشاني فراخ ۽ ڪشادي، هر وقت نور سان روشن رهندي هئي. سجدي واري جاءِ تي سياه نشان جي بجاءِ بتيءَ وانگر روشن نور نظر ايندو هو. هر شخص انهيءَ نوري نشان کي پري کان ڏسي سگهندو هو. سندن پيشانيءَ مبارڪ ۾ سجدي واريءَ جاءِ کان هڪ نس سڌي ٻنهي ابروئن (ڀرونئن) جي وچ تائين هوندي هئي، جيڪا رات جو ڏئي جي لاٽ وانگر چمڪندي رهندي هئي. سندن ابرو مبارڪ (ڀئي پرون) سنها ڪمانيدار تمام سهڻا، اکيون وڏيون، مگر اجايون وڏيون به نه، پلڪن جا وار سهڻا ۽ ڊگها هوندا هئا. اکين مبارڪن جا تارا ڪارا، جن جي ٻنهي طرفن اکين مبارڪن ۾ لالائي صاف نظر ايندي هئي. مجموعي طور تي اکيون مبارڪ شربتي رنگ تي نظر ايندڙيون هيون. اکين مبارڪن جو وڏيڪ بيان اڳتي ايندو. حضور ﷺ جن جو پورو چهرو مبارڪ گول نظر ايندو هو. ڳلن تي سرخي ۽ چمڪ، جن مان جڻ ته نور ڦُٽي نڪري رهيو آهي.

# حضور صہ جن جا وار مبارڪ

حضور اڪرم صہ جن جي بدن مبارڪ جا وار نرم، نازڪ، ڳاڙهائيءَ مائل ڪارا هوندا هئا، جن ۾ سنهري چمڪ نظر ايندي هئي. مٿي مبارڪ جا وار نہ سڌا ۽ نہ شيدين جي وارن وانگر گهنڊيدار هوندا هئا، بلڪ ڪجهہ لهريدار گهنگريالا ۽ تمام سنها نرم هوندا هئا. انهن وارن مان همہ وقت مشڪ ۽ عنبر ڪان وڌيڪ خوشبوءِ ايندي رهندي هئي. جنهن جو بيان پهرين بہ ڪري چڪو آهيان. مٿي مبارڪ جي وارن جي ڊگهائيءَ جي باري ۾ مختلف روايتون بيان ٿيل آهن.

ڪن راوين فرمايو آهي تہ حضور صہ جن مٿي مبارڪ جا وار ڪنن تائين رکائيندا هئا. ڪن لکيو آهي تہ ڪنن مبارڪن جي اڌ تائين هوندا هئا. ڪي لکن ٿا تہ ڪنن جي پاپڙين تائين نظر ايندا هئا. ۽ ڪن وري ڪلهن مبارڪن تائين بيان فرمايا آهن. بهرحال ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ حجامت جي وقت پاڻ ڪريم صہ قلمي وار ڪنن تائين رکائيندا هئا: پوءِ جيئن جيئن درمياني ۽ وچ واري وقت ۾ وڌڻ جي حالت ۾ مختلف جاين تي نظر ايندا هئا، يعني جڏهن وار وڌڻ لڳندا هئا تہ ڪنن جي پاپڙين مبارڪن يا ڪلهن تائين نظر ايندا هئا.. (عليٰ هذالقياس) مگر انهن مختلف حالتن ۾ بہ سهڻي نبي صہ جن جا وار مبارڪ هرهڪ جاءِ تي موزون ۽ بيحد سهڻا ۽ پيارا لڳندا هئا. (صلي الله عليڪ يا رسول الله).

ڪڏهن ڪڏهن ڊگهي سفر جي حالت ۾ هوا جي سبب سندن وار مبارڪ اگر منتشر ٿي پوندا هئا تہ پاڻ ڪريم صہ جن انهن ڪي ڦٽي ڏيئي وچ تان سينڌ ڪڍي ڪين سڌو ڪندا هئا. پاڻ ڪريم صہ جن ڪڏهن بہ شوقيہ سينڌ پَٽي نہ ڪندا هئا، بلڪ اڪثر وارن مبارڪن ڪي سندن حال تي رهڻ ڏيندا هئا.

سونهاريءَ مبارڪ (ڏاڙهي) جا وار گول چهري تي اڪثر هڪ مٺ برابر يا ڪڏهن ڪڏهن ان کان زياده بہ نظر ايندا هئا. اهي مبارڪ وار نرم نازڪ ڪارا ڳاڙهائيءَ مائل هوندا هئا. رسول اڪرم ﷺ جن سونهاري مبارڪ جا وار شرعي حدِ تائين رکائيندا هئا. مڇن جا وار بلڪل ڪتائي ڇڏيندا هئا. حضور ﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي تہ منهنجا اُمتي مسلمانو! توهان ڪافرن جي رسمِ جي ابتڙ ڪريو، جو ڪافر ڏاڙهيون ڪوڙائين ٿا ۽ مڇون رکائين ٿا توهين مڇون ڪتايو ۽ ڏاڙهي مبارڪ رکندا ڪريو تہ توهان جي چهري مبارڪن مان بہ ڪافرن جي مخالفت نظر اچي. رحمتِ عالم ﷺ جن جڏهن حجامت ڪرائيندا هئا تہ سندن اصحاب سڳورا يڪدم انهن وارن مبارڪن کي هٿ ڪري ونندا هئا ۽ برڪت ۽ تبرڪ جي لاءِ پاڻ وٽ محفوظ ڪري رکندا هئا. هڪ وار بہ زمين تي نہ ڇڏيندا هئا. اُهي حضور ﷺ جن جا پروانا سندن نهن مبارڪ بہ پاڻ وٽ محفوظ ڪري رکندا هئا. ڪيترن ئي اصحابن سڳورن پنهنجي پوين کي نصيحت ڪئي هئي تہ اهي نبي ڪريم ﷺ جن جا نهن ۽ وار مبارڪ اسان جي ڪفن جي اندر اسان سان گڏ رکي پوءِ اسان کي دفن ڪجو. اُنهن مان ڪن جو بيان اڳتي ايندو. پوءِ سندن پويان سندن وصيت مطابق ائين ڪندا هئا.

حضور ﷺ جن جي آخري عمر ۾ سندن چهري مبارڪ تي ڪجھ وار سفيد نظر ايندا هئا. ڪتاب لکن ٿا تہ انهن جو ڪل تعداد ويھ هو، يعني ويھ وار اَڇا نظر ايندا هئا.

اُم المؤمنين حضرت بيبي اُمِّ سلمہ رضہ جن وٽ سرڪار دوعالم ﷺ جن جا ڪجھ وار مبارڪ هڪ دٻليءَ ۾ محفوظ هوندا هئا، جي ڪارا ڳاڙهائيءَ مائل هوندا هئا. ڪيترائي ماڻهو انهن مبارڪ وارن جي برڪت سان بيمارين جو ۽ بدنظر جو علاج ڪندا هئا. ڇا ڪندا هئا جو وارن مبارڪن کي هڪ پاڪ صاف پيالي ۾ رکي مٿان پاڻي وجهي رکندا هئا، پوءِ اهو پاڻي پيئندا هئا تہ اهو مرض ڇڏي ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن اها دٻلي ڪٽي پريل مٿ پاڻيءَ

جي ۾ وجهندا هئا ۽ اُن پاڻيءَ کي جدا جدا طريقن سان استعمال ڪري شفا حاصل ڪندا هئا.

(حديث صحيح بخاري باب الباس ما يذكُر في الشيبِ)

طبقات ابن سعد رضہ ۾ بيان آيو آهي تہ حضرت ابن سعد رضہ فرمايو تہ مون سان محمّد بن عبداللّٰه بن زيد رضہ جن بيان ڪيو تہ هڪ دفعو حضور ﷺ جن مون کي پنهنجو هڪ وار مبارڪ عنايت فرمايو. اهو وار مبارڪ ڳاڙهي رنگ تي مهندي لڳل مون وٽ محفوظ آهي. ياد رهي تہ حضور ﷺ جن سيني خضابن ۾ مهنديءَ کي تمام گهڻو پسند فرمايو آهي.

حضرت خالد بن وليد رضہ مخزومي، جيڪو اسلامي جنگين جو مشهور سپہ سالار ٿي گذريو آهي، اُن وٽ هڪ ٽوپي هوندي هئي. جنگ يرموڪ جي معرڪي وقت اها ٽوپي وڃائجي ويئي. حضرت خالد بن وليد پنهنجي لشڪر کي حڪم ڏنو تہ هر حالت ۾ ٽوپيءَ کي تلاش ڪيو وڃي. آخر گهڻي محنت ۽ تلاش بعد ٽوپي ملي ويئي. لشڪر وارن ڪائڻ ايتري قدر ٽوپيءَ جي تلاش ۽ ڳولا ڪرائڻ جو سبب پڇيو. پاڻ فرمايائين تہ هڪ دفعو حضور ﷺ جن عمرو ادا ڪيو، تنهن کان پوءِ جڏهن پنهنجا وار مبارڪ لهرايائون تہ ان وقت ڪيترائي ماڻهو سندن وار مبارڪ هٿ ڪرڻ لاءِ ڊوڙيا. انهيءَ حالت ۾ مون کي بہ چند وار مبارڪ هٿ اچي ويا. مون انهن پاڪ ۽ مبارڪ وارن کي پنهنجي ٽوپيءَ ۾ سبي محفوظ ڪري ڇڏيو آهي. اها ٽوپي جنهن بہ جهاد ۽ جنگ ۾ منهنجي مٿي تي هجي ٿي تہ اُن جنگ ۾ مون کي اللّٰه تعاليٰ فتح نصرت عطا فرمائي آهي.

ياد رهي تہ حضرت خالد بن وليد رضہ اسلام جي لاءِ ٤١ لڙايون لڙيون، اُنهن سيني ۾ فتح پاتائون؛ هڪ جنگ ۾ بہ ڪڏهن شڪست نہ ٿين.

اهڙيءَ طرح ٻئي ڀيري بہ هڪ سخت خطرناڪ جنگ ۾ اها ٽوپي گم ٿي ويئي. شفا شريف ۾ انهيءَ ٽوپيءَ جو بيان آيل آهي تہ انهيءَ ٽوپيءَ ۾ حضور ﷺ جن جا وار مبارڪ سبيل هئا. جنگ تہ مسلمان

فتح ڪري چڪا هئا: مگر خاص انهيءَ ٽوپيءَ جي خاطر حضرت خالد رضہ جن وري جنگ جو حڪم ڪيو، ايتري ۾ ڪافر بہ مضبوط ٿي چڪا هئا. مسلمانن پنهنجي سپہ سالار جي حڪم مطابق دوباره حملو ڪيو، جنهن ۾ ڪيترائي اسلام جا سپاهي شهيد ٿي ويا: مگر ٽوپي هٿ ڪري ورتائون. اصحابن سڀورن ٻئي دفعي حملي ڪرڻ جو سبب دريافت ڪيو. ڪي اصحاب سڀورا سخت ناراض بہ ٿيا ۽ اعتراض ڪرڻ لڳا. حضرت خالد رضہ فرمايو تہ هيءَ جو ٻئي دفعي مون حملي جو حڪم ڏنو، سو خالي ٽوپيءَ خاطر ڪونہ ڏنو هوم، ليڪن ان ۾ سيّدالڪونين ﷺ جن جا وار مبارڪ سبيل آهن، جي ائين نہ ڪريان ها تہ هڪ تمام وڏي عظيم نعمت کان محروم ٿي وڃان ها. ٻيو تہ وارن مبارڪن واري ٽوپي جيڪڏهن ڪافرن کي هٿ اچي وڃي ها تہ اها سخت بي ادبي ٿئي ها.

حضرت انس بن مالڪ رضہ جن وڏا ڀاڳ وارا اصحابي سڀورا هئا، جو مدينہ پاڪ ۾ گرميءَ جي وقت ٻن پهرن جو حضور ﷺ جن سندن گهر ۾ وجي آرام فرمائيندا هئا. پوءِ اگر ڪو وار مبارڪ سندن بستري مبارڪ تان ملي ويندو هو تہ حضرت انس رضہ جي والده ماجده بيبي اُم سليم رضہ ان کي تبرڪ وانگر محفوظ ڪري پاڻ وٽ رکندي هئي. بيبي صاحبہ جن هڪ دٻلي خاص ڪري انهن وارن ۽ نهن وغيره جي لاءِ مخصوص ڪري رکي هئي.

حضرت ثمامہ رضہ فرمائي ٿو تہ جڏهن حضرت انس بن مالڪ رضہ جن جي وفات جو وقت قريب آيو، تڏهن فرمايائون تہ اي ثمامہ رضہ! آءٌ توکي وصيت ٿو ڪريان تہ حضور ﷺ جن جا وار ۽ نهن مبارڪ منهنجي گهر ۾ هڪ دٻليءَ ۾ محفوظ آهن، اُهي منهنجي ڪفن ۾ رکي ڇڏجو ۽ منهنجي غسل جي پاڻيءَ ۾ ڪافور ۽ خوشبوءِ سان گڏ حضورﷺ جن جو ڪجهہ پگهر مبارڪ هڪ شيشيءَ ۾ منهنجي گهر ۾ رکيل آهي، اُن غسل واري پاڻيءَ ۾ اُهو پگهر ملائي پوءِ مون کي غسل ڏجو. پوءِ سندن وصيت مطابق اسان عمل ڪيو.

(ڪتاب الاستيذان).

حضرت ثابت بنافي رح بيان ٿو فرمائي ته حضرت انس بن مالک رضه جيڪو حضور ﷺ جن جو خاص خادم هوندو هو، تنهن هڪ ڏينهن مون کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ فرمايائين ته اي ثابت رضه، مان توکي هڪ وار مبارڪ حضور ﷺ جن جو ڏيان ٿو ۽ وصيت ٿو ڪريان ته منهنجي وفات بعد مون کي مٿينءَ حديث مطابق غسل ڏيڻ بعد اهو وار مبارڪ منهنجي زبان هيٺ رکجو ۽ ٻيا وار ۽ نهن منهنجي ڪفن سان گڏ رکي جنازي نماز پڙهي پوءِ انهن وارن ۽ نهن مبارڪن سان گڏ قبر ۾ مون کي دفن ڪجو. پوءِ اسان سندن وصيت مطابق عمل ڪري سندن جسد مبارڪ کي دفن ڪيو. (اُصابه)

حضرت عمر بن عبدالعزيز رضه جن جي وفات جو وقت جڏهن قريب آيو، تڏهن حضور ﷺ جن جا ڪجهه وار ۽ نهن جيڪي وٽن محفوظ هئا، اهي گهرايائون ۽ وصيت فرمايائون ته اهي وار ۽ نهن مبارڪ منهنجي ڪفن جي اندر رکي پوءِ مون کي دفن ڪجو. پوءِ اسان انهن جي وصيت مطابق ائين ڪيو ۽ پاڻ اُنهن وارن ۽ نهن مبارڪن سان گڏ دفن ڪيا ويا. سبحاَن اللّٰه وبحمده.

حضور اڪرم ﷺ جن وارن ۾ اڪثر تيل جو استعمال ڪندا هئا. هونئن به سندن جسم پاڪ معطر بلڪ عطر ۽ عنبر کان به وڌيڪ خوشبودار هوندو هو. تاهم پاڻ سڳورا عمدي عطر کي پسند فرمائيندا هئا ۽ ڪو شخص اگر بطور هديي يا تحفي جي عطر پيش ڪندو هو ته پاڻ ڪريم ﷺ قبول فرمائيندا هئا ۽ سيني اصحابن سڳورن ۽ مؤمنن کي به حڪم فرمايو اٿن ته جمعي جي ڏينهن غسل ۽ وضو ڪريو، تنهن بعد پاڪ صاف ڪپڙا پائي ڪا خوشبوءِ يا عطر لڳائي تنهن بعد جمعي جي نماز لاءِ مسجد ڏي اچو.

(صحيح بخاري)

صفت تنهن سيّد جي ڪري سگهندو ڪير،
پوڄيان تن جا پير، پسيو جن پرينءَ کي.
"خاطي" ٺٽوي

# حضور صہ جن جي هڪ وار مبارڪ جو عجيب قصو

اسان جي هن وطن سنڌ جي شهر روهڙيءَ ۾ بہ هڪ وار مبارڪ حضور صہ جن جو موجود آهي، جنهن جي زيارت هر سال هزارين ماڻهو ساري ملڪ جي دور دراز حصن مان اچي ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح هڪ وار مبارڪ ضلع ٺٽي جي شهر شاهبندر ۾ هڪ مسجد شريف ۾ بہ موجود آهي؛ مگر مون کي انهن مبارڪ وارن جي هتي پهچڻ جي باري ۾ ڪوبہ احوال معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. ها، هڪ وار مبارڪ جو مڪمل احوال مون کي هٿ آيو آهي، جيڪو ڪشمير ۾ مسجد بَل شريف ۾ رکيل آهي. اهو قصو هن طرح آهي ۽ مدينہ منوره مان محمد حَسام الدين صاحب هن وار مبارڪ جي باري ۾ هن طرح فرمائي ٿو تہ:

حضور صہ جن جو اهو وار مبارڪ سندن آل مان نسل درنسل هڪ ٻئي وٽ منتقل ٿيندو آيو ٿي، تان جو سترهين صدي عيسويءَ جي اوائل ۾ اهو وار مبارڪ انهيءَ سيّد خاندان جي هڪ بزرگ شخص سيّد عبدالله جي ورثي ۾ آيو. ان زماني ۾ اهو خاندان مدينہ منوره ۾ رهندو هو، مگر ڪنهن ڳالهہ تان حاڪمِ وقت ۽ سيّد عبداللہ صاحب جي پاڻ ۾ نااتفاقي ٿي پيئي، وقت جي حاڪم ناراض ٿي سيّدعبدالله صاحب جي ملڪيت ضبط ڪري ورتيءِ سيّدعبداللہ صاحب کي مدينہ منوره مان هليو وڃڻ جو حڪم صادر فرمايو. حضرت سيّد عبداللہ ٻيو سڀ مال ۽ ملڪيت مدينہ پاڪ ۾ ڇڏيو، مگر سڀ کان قيمتي ۽ بابرڪت تحفہ، جن ۾ حضور صہ جن جو اهو وار مبارڪ ۽ حضرت علي ڪرم اللہ وجہ جن جي دستار مبارڪ ۽ سندن گهوڙي جي زين مبارڪ ۽ ٻيا تبرڪات پاڻ سان کڻي مدينہ طيبہ مان هجرت ڪري روانا ٿيا. پاڻ پنهنجي خاندان سان گڏ رفتہ رفتہ سفر ڪري هندستان ۾ اچي پهتا. اهو واقعو سن ١٦٣٣ع جو آهي.

اُن وقت اعليٰ حضرت شهنشاه شاهجهان رح جي بادشاهي هندستان ۾ هئي. سندن نهرايل جامع مسجد شريف اڄ بہ ننئي شهر ۾ آب و تاب سان موجود آهي.

بادشاه شاهجهان هن سيّدخاندان جو نهايت قدر ڪيو ۽ سدن آجيان ڪئي. وڏي عزت ۽ احترام سان ڪين پاڻ وٽ مهمان رکيائين ۽ سندن ڪفالت جي لاءِ بيجاپور جي علائقي ۾ هڪ وڏي جاگير عطا فرمايائين. پوءِ اهو بزرگ سيّد صاحب پنهنجي خاندان سان گڏ بيجاپور جي علائقي ۾ سندن جاگير ۾ وڃي رهڻ لڳو. ڪجهہ زندگيءَ جا ڏينهن گذارڻ بعد سيّد عبدالله صاحب وفات فرمائي، جنهن بعد اهي مبارڪ شيون ۽ تبرڪات سندن فرزند سيّد حامد جي تحويل ۾ آيون. خدا جي قدرت جو حضرت عبدالله جي وفات بعد جاگير هوندي بہ سندن خاندان رفتہ رفتہ بلڪل غريب ۽ مفلس ٿي ويو، ايستائين جو سندن نوبت فاقہ ڪشيءَ کي وڃي پهتي. اهو سترهين صدي عيسويءَ جو واقعو آهي.

انهيءَ زماني ۾ هڪ تاجر خواجہ نورالدين نالي ڪشمير جو رهاڪو واپار جي سلسلي ۾ بيجاپور ۽ گولڪنڊي جي رياستن ۾ ايندو هو، اُن جي ملاقات سيّد حامد سان ٿي ويئي. سيّد حامد صاحب پنهنجي مفلسي ۽ تڪليفن جو اُن تاجر سان بيان ڪيو. ان صاحب جڏهن انهيءَ سيّد خاندان جي تڪليفن ۽ مصيبتن جو ذڪر ٻڌو، سو تمام غمگين ٿيو ۽ هڪ وڏي رقم بطور قرض سيّد حامد صاحب کي پيش ڪيائين. انهيءَ سوداگر خواجہ نورالدين ڪشميريءَ کي سيّد حامد جي دوستيءَ جي طفيل انهن مبارڪ شين جي ديدار جو شرف بہ حاصل ٿيو. مگر انهن پاڪ ۽ مبارڪ شين جي ديدار کان پوءِ انهيءَ تاجر جي زندگي پلٽجي ويئي. ان دنيا جون سڀيئي خواهشون ترڪ ڪري ڇڏيون ۽ حضور ﷺ جن جوعشق ۽ محبت سندس دل ۾ گهر ڪري ويئي، ۽ حضور ﷺ جن جو وار مبارڪ ڪنهن بہ قيمت تي حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو.

آخر پنهنجي دل جي بيقراري ۽ وار مبارڪ جي حصول خاطر سيّد حامد اڳيان پنهنجي دلي خواهش جو اظهار ڪيائين ۽ ڪنهن به قيمت تي وار مبارڪ وٺڻ جو خيال سيّد حامد سان ظاهر ڪيائين. پر سيّد حامد صاحب جن ڪيس صاف انڪار ڪري ڇڏيو ۽ فرمائڻ لڳا ته اي نورالدين، ڪجهه هوش ڪر، ڇا تون مون کي اسان جي هن اَبدي ۽ مقدس خزاني کان محروم ڪرڻ چاهين ٿو؟ خواجه نورالدين، سيدحامد کي ڏاڍيون منتون ۽ آزيون ڪيون، مگر سيّدحامد جن ڪيس بلڪل جواب ڏنو. خواجه نورالدين بلڪل مايوس ٿي ويو ۽ رات ڏينهن حضور ﷺ جن جي محبت ۽ فراق ۾ روئڻ پٽڻ ۽ آه بڪا ڪرڻ ۾ گذارڻ لڳو. وار مبارڪ جي حاصل ڪرڻ کان نااميد ٿيڻ سبب سندس حالت بگڙندي ويئي.

خدا جي قدرت، جوهڪ رات سيّدحامد جن خواب ۾ حضور ﷺ جن کي ڏٺو ته حضور ﷺ جن فرمائي رهيا آهن ته اي سيّد حامد! خواجه نورالدين کي مايوس ۽ نااميد نه ڪر. هيءَ اسان جو وار مبارڪ سندن حوالي ڪري ڇڏ. سيّد حامد انهيءَ خواب ڏسڻ شرط حضور ﷺ جن جي ارشاد مطابق اها اَبدي دولت تاجر جي حوالي ڪري ڇڏي. تاجر جا سڀئي غم ۽ فڪر لهي ويا، هو ايتري قدر ته خوش ٿيو جو زندگيءَ ۾ ڪڏهن به اهڙو خوش نه ٿيو هو. ڀلا ڇونه خوش ٿئي، ساري دنيا جي بادشاهيءَ کان وڌيڪ قيمتي دولت ڪيس ملي ويئي، سو اهو اَبدي خزانو کڻي پنهنجي وطن ڪشمير ڏانهن روانو ٿيو. وڏين خوشين ۽ ڌام ڌوم سان سفر ڪري رهيو هو. رستي ۾ جتان به سفر ڪيائين ٿي، ماڻهو وار مبارڪ جي ديدار ڪرڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا ٿي؛ تاجر انهن کي زيارت ڪرائيندو، سفر ڪندو اچي لاهور پهتو. لاهور ۾ ماڻهن کي وار مبارڪ جي خبر اڳيئي پهچي ويئي هئي، ماڻهو تاجر جي انتظار ۾ هئا. تاجر جڏهن لاهور پهتو ته شهر ۽ ڀرواري جا هزارين ماڻهو سندس رهائش گاه تي اچي گڏ ٿيا ۽ وار مبارڪ جو ديدار ڪري فيض حاصل ڪيائون.

انهن ڏينهن ۾ بادشاه اورنگزيب عالمگير لاهور ۾ موجود هو، تنهن کي اها خبر پيئي، تنهن يڪدم تاجر کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ حڪم فرمايائين ته وار مبارڪ حاضر ڪري. تاجر اهو مبارڪ وار آڻي بادشاه اورنگزيب اڳيان پيش ڪيو. بادشاه انهيءَ وار مبارڪ جي تصديق ۽ سچائي معلوم ڪرڻ لاءِ ان کي باه ۾ وڌو ته باه ڪوبه اثر نه ڪيو. وري بادشاه اُن کي اُس ۾ دوربينيءَ سان جاچي ڏٺو ته وار مبارڪ جو پاڇو نظر نه آيو. وري به بادشاه ان کي شربت مان بوڙي هڪ پليٽ ۾ رکيو، مگر مک سندس ويجهو اصل نه آئي. بادشاه کي خاطري ٿي ويئي ته اهو مبارڪ وار برابر حضور صہ جن جو ئي آهي، تنهن پنهنجن وزيرن کي چيو ته تاجر مون کان جيتري به دولت گهري، مان ڪيس ڏيڻ لاءِ تيار آهيان جي هو مون کي اهو وار مبارڪ ڏئي.وزيرن اها حقيقت تاجر سان بيان ڪئي ۽ ڪروڙها اشرفيون اَڇيائون، مگر ڪنهن به قيمت تي تاجر وار مبارڪ ڏيڻ لاءِ راضي نه ٿيو ۽ صاف انڪار ڪري ڇڏيائين. بادشاه کي ڪاوڙ لڳي، تنهن حڪم جاري ڪيو ته تاجرڪان اهو وار مبارڪ ڪسي اَجمير شريف ۾ خواجه معين الدين چشتي سنجري رح جي درگاه تي پهچايو وڃي ۽ اُتي ماڻهن جي زيارت لاءِ رکيو وڃي. بادشاھ جو حڪم فوراً عمل ۾ آندو ويو: تاجر کان اهو وار مبارڪ زبردستي وٺي اجمير شريف پهچايو ويو. اها خبر ٻڌي ساري شهر ۽ ڀراڙيءَ جي عام ماڻهن وٺي روج راڙو مچايو ۽ فرياد ڪرڻ لڳا ۽ احتجاج طور هڪ جلوس بنائي بادشاه وٽ حاضر ٿيڻ لاءِ روانا ٿيا ۽ رستي ۾ فرياد ڪندا آيا. اميرن ۽ وزيرن جڏهن اها حالت ڏٺي، تن شهرجي ڪن معزز ماڻهن کي پاڻ سان گڏي هڪ وفد تيار ڪيو ۽ بادشاھ جي درٻار ۾ وڃي ساري حقيقت بيان ڪيائون. انهيءَ ڪشمڪش ۾ وار مبارڪ کي اجمير شريف وئي ٩ ڏينهن گذري ويا. خواجه نورالدين ويچارو اهو صدمو سهي نه سگهيو ۽ لاهور ۾ ئي وفات ڪري ويو. وفات کان اڳ پنهنجي هڪ ذوست کي جنهن جو نالو (ميدانش) هو، وصيت ڪيائين ته ڪنهن به صورت سان بادشاه کان اگر وار مبارڪ حاصل ٿي سگهي

ته هٿ ڪري منهنجو جنازو ۽ وار مبارڪ منهنجي وطن ڪشمير ۾ پهچايو وڃي ۽ منهنجو لاش دفن ڪرڻ بعد وار مبارڪ جو اهو تبرڪ منهنجي مقبري وٽ رکائي ڇڏي.

وار مبارڪ اجمير شريف وئي ۹ ڏينهن گذريا هئا ته هڪ رات حضور ﷺ جن اورنگزيب بادشاه کي خواب ۾ حڪم فرمايو ته اي اورنگزيب! تو خواجه جي دل جو شيشو ڀڃي چُور ڪري ڇڏيو. هن جي دل اسان جي محبت ۽ عشق ۾ مست ۽ مخمور هئي، هو اهو صدمو نه سهي سگهيو ۽ وفات ڪري ويو. هاڻي بنا دير جي وار مبارڪ گهرائي خواجه جي جنازي سان گڏ سندس وصيت مطابق ڪشمير ۾ پهچائي ۽ خواجه جي وصيت کي جلد پورو ڪر.

اورنگزيب بادشاه صبح جو اُٿندي حڪم نامو جاري ڪيو ته وار مبارڪ جلدازجلد اجمير شريف مان واپس گهرايو وڃي ۽ ان کي اعليٰ درجي جي صندل جي پيتيءَ ۾ محفوظ ڪرائي، خواجه جي ميت سان گڏ ڪشمير (سرينگر) موڪليو وڃي. جلد کان جلد ان فرمان تي عمل ڪيو ويو ۽ خواجه جو جنازو ۽ وار مبارڪ ڪشمير روانا ڪيا ويا. رستي ۾ اهو خواجه صاحب جو جنازو ۽ وار مبارڪ جتان به لنگهيو ٿي، هزارين ماڻهو رستي تي ديدار ڪرڻ خاطر اچي حاضر ٿيا ٿي. آخر وار مبارڪ ۽ خواجه صاحب جو جنازو سرينگر پهچايو ويو ۽ وار مبارڪ کي مسجد صادق ۾ رکايو ويو ۽ خواجه صاحب جو جنازو انهيءَ مسجد شريف جي باغ ۾ دفن ڪيو ويو.

انهيءَ وار جي چوريءَ جو واقعو مشهور آهي. اهو واقعو هندستان جي هندو ذهنيت ۽ ڪافرانه عداوت جو کليو واضح ثبوت آهي. آخر انهن ڪافرن حڪمرانن جن اهو وار مبارڪ چوري ڪرايو هو، تن کي پنهنجو منهن ڪارو ڪري وار مبارڪ واپس ڪرڻو پيو. وار مبارڪ شناخت ۽ سڃاڻپ لاءِ ساڳي مسجد شريف (مسجد صادق خان) ۾ رکايو ويو. اها مسجد شريف سرينگر (مقبوضه ڪشمير) ۾ موجود آهي، جنهن کي هاڻي مسجد بَل جي نالي سان سڏيندا آهن.

الله تعاليٰ شال سڀني مسلمانن کي حضور ﷺ جن جي ماڪيءَ کان مٺي محبت عطا فرمائي. آمين.

الصّلواة والسّلام عليک يا حبيب الله صلي الله عليه وسلم.

حضور ﷺ جن جا ڀرون مبارڪ هڪٻئي کان ذرا جدا هوندا هئا، وچ ۾ اها روشن نس، جنهن جو ذڪر گذري چڪو آهي، صاف ظاهر روشن نظر ايندي هئي. مگر پري کان ڏسڻ سان ائين معلوم ٿيندو هو ته مٺي محمّد ﷺ جن جا ڀرون مبارڪ مليل آهن، مگر مليل نه هوندا هئا.

## نڪ مبارڪ

سيّدالانبياء ﷺ جن جو نڪ مبارڪ ڊگهو سنئون سڌو ۽ روشن چمڪندڙ نظر ايندو هو. حضور ﷺ جن جي نڪ مبارڪ جو درميانو (وچون) حصو اهڙو ته چمڪندڙ ۽ روشن نظر ايندو هو جو پري کان ڏسڻ وارو ائين سمجهندو هو ته سندن نڪ مبارڪ وچ مان مٿيرو آهي، مگر اها اُوچائي انهيءَ نور جي باري ۾ عالمن سڳورن لکيو آهي ته سندن ڳچي مبارڪ درمياني پوري صُراحيدار ۽ عاج کان زياده سفيد نظر ايندي هئي.

حضرت حَسان بن ثابت رضہ حضور ﷺ جن جي منهن مبارڪ جي تعريف هنن بيتن ۾ هن طرح ڪري ٿو:

مـتي اَيـبَـد فِي اَللـيلِ البّـهـيم جَـبـيـنَـهُ،
بـلـج مـثـل مـصـبـاح اَلدُجيٰ المُـتـوقـد.

انهن بيتن جي معنيٰ آهي ته جڏهن اونداهيءَ رات ۾ منهنجا حبيب ﷺ جن تشريف فرما ٿيندا هئا ته سندن پيشاني ۽ منهن مبارڪ بتيءَ وانگر چمڪندڙ ۽ روشن نظر ايندو هو. سندن سينو مبارڪ نهايت فراخ، ڪليل ۽ ڪشادو هوندو هو. انهيءَ سيني مبارڪ تي اهو سهٽو ڪنڌ مبارڪ ۽ مٿو مبارڪ اهڙا ته خوبصورت لڳندا هئا جو ڏسڻ وارا حيران ٿي ويندا هئا. سيني مبارڪ جو وڌيڪ بيان اڳيان ايندو.

## حضور صہ جن جا ڏند مبارڪ

شاه عبداللطيف ڀٽائي رح فرمائي ٿو تہ :

"ڏند تہ منڙي محبوب جا، سي هيرا لعل جواهر هئا."

حضور صہ جن جا ڏند مبارڪ تمام حَسين آبدار، موتين جهڙا جن جي وچ ۾ سنهيون سنهيون وٿيون هونديون هيون. اگر ڪنهن وقت مرڪڻ جي سبب ڪري ڏند مبارڪ نظر اچي ويندو هو تہ ان مان نور جي هڪ لاٽ نڪرندي نظر ايندي هئي. هڪجهڙا سنها، سهڻا، صاف ۽ چمڪدار هوندا هئا.

اي دوست ڇا بيان ڪريان حُسن يار جو،
مون ڪي انهيءَ آئيني ۾ الله نظر آيو.
فقير محمد اسماعيل نئوي "خاطي"

## حضور صہ جن جي جسم پاڪ ۽ سندن پگهر مبارڪ جي خوشبوءِ جو بيان

رسول الله صہ جن جي بدن مبارڪ جي کل مبارڪ نرم، نازڪ، ريشم کان بہ نفيس هوندي هئي. سندن ساري بدن مبارڪ مان هر وقت ۽ هر لمحي هڪ خَوشبوءِ، جنهن جهڙو اڄ ڏينهن تائين ڪو عطر، مشڪ يا ڪستوري نظر نہ آئي. وڏن وڏن دنيا جي بادشاهن ڪي لڳائڻ وارو عطر بہ سندن پگهر مبارڪ جي اڳيان ناڪاره ۽ هيچ هو. سندن والده ماجده حضرت بيبي آمنه رضہ فرمائي ٿي تہ مون کي جڏهن منهنجو فرزند محمّد صہ مليو تہ ان وقت مون ڏانهس نهاريو، ڇا ڏٺم تہ منهنجو ٻچڙو چنڊ کان بہ تمام زياده سهڻو ۽ حَسين آهي. سندن بدن مبارڪ مان پيدا ٿيڻ وقت ئي مشڪ، عنبر ۽ ڪستوريءَ کان بہ گهڻي تيز خوشبوءِ اچي رهي هئي (صحيح بخاري شريف )

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ اسان مشڪ، عنبر ۽ عطر ۾ اهڙي خوشبوءِ نہ ڏٺي، جهڙي حضور صہ جن جي پاڪ ۽ ظاهر بدن مبارڪ مان ايندي هئي.

(زرقاني علي المواهب ۽ صحيح بخاري شريف)

حضرت ابو هريره رضہ فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي هڪ شخص مدينہ منوره جو رهاڪو انصارن مان حضور صہ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله صہ، مون پنهنجي نياڻيءَ جو نڪاح ڪري ڏنو آهي، هاڻي سندس رخصتيءَ (ساهورن ۾ موڪلڻ) جو وقت اچي ويو آهي، سو سندس ڪپڙن ۾ لڳائڻ لاءِ عطر جي ضرورت آهي ۽ منهنجي گهر ۾ اهڙو ڪو عطر ۽ خوشبوءِ ڪونهي. تنهن لاءِ منهنجو عرض آهي تہ اوهان وٽ جيڪڏهن عطر موجود هجي تہ ان مان مون کي ٿورو عنايت فرمايو.

عربن ۾ اهو دستور آهي تہ جڏهن نياڻيءَ کي پنهنجي گهر رخصت ڪندا آهن تہ سندس ڪپڙن ۾ عطر ۽ خوشبوءِ لڳائيندا آهن. حضور صہ جن ڪيس فرمايو تہ هينئر تہ اسان وٽ موجود نہ آهي. ها، سڀاڻي هڪ صاف شيشي کڻي اچج. ٻئي ڏينهن اهو شخص شيشي کڻي حاضر ٿيو. اهو گرميءَ جو وقت هو، محبوب خدا صہ جن پنهنجي ٻانهن مبارڪ تان پگهر اُگهندا، ان شيشيءَ ۾ وجهندا آيا. جڏهن اها شيشي ڀرجي ويئي تہ ان شخص کي شيشي ڏيئي فرمايائون تہ تنهنجي نياڻيءَ کي چئو تہ هن شيشيءَ مان ذرو ذرو پنهنجي ڪپڙن کي لڳائيندي رهي. پوءِ هن شخص اها شيشي کڻي وڃي پنهنجي نياڻيءَ کي ڏني ۽ اُن ڇوڪريءَ اهو پگهر مبارڪ پنهنجن ڪپڙن ۾ لڳايو تہ اينتري خوشبوءِ پکڙجي ويئي جو سڀ حيران ٿي ويا. اُن کان پوءِ اها نياڻي هميشه اهو پگهر مبارڪ پنهنجي ڪپڙن کي لڳائيندي هئي. اها ڇوڪري جنهن بہ گهٽيءَ مان لنگهندي هئي تہ سندس ڪپڙن جي خوشبوءِ سان ساري گهٽيءَ ۾ مَهڪ پکڙجي ويندي هئي. ماڻهن انهيءَ ڇوڪريءَ جي گهر جو نالو ئي بيت الطّيبين (خوشبوءِ وارن جو گهر) رکيو. مدينہ منوره ۾ اهو گهر انهيءَ نالي سان مشهور ٿي ويو هو. (مواهب لدنيہ، طبراني، ابن عساڪر)

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ هڪ ڏينهن ٻن پهرن جو حضور صہ جن اسان جي گهر تشريف فرما ٿيا. ڪجهہ دير

ڳالهيون ٻوليون ڪرڻ بعد آرام ڪرڻ جي خيال سان سمهي پيا، گرميءَ جو وقت هو سو آرام جي حالت ۾ ڪين پگهر مبارڪ ٿيڻ لڳو. منهنجي والده بيبي اُم سليم ڇاڪيو جو آهستہ آهستہ اهو پگهر مبارڪ اُگهي گڏ ڪرڻ لڳي ۽ هڪ شيشيءَ ۾ وجهندي رهي. جڏهن سرڪار دو عالم ﷺ جن آرام مان سجاڳ ٿيا تہ منهنجي والده ماجده کي فرمايائون تہ اي اُمّ سليم! هي ڇا ڪري رهي هئينءَ؟ منهنجي والده عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ، اوهان جو پگهر مبارڪ گڏ ڪري رهي هيس. ڇاڪاڻ جو آءٌ اوهان جي هن پگهر مبارڪ مان ٻہ ٽي ڦڙا جڏهن ٻئي تيل ۾ ملائيندي آهيان تہ اهو سڀ تيل عطر کان بہ زياده خوشبودار ٿي ويندو آهي، جنهن جو مثال ڪوبہ عطر يا خوشبوءِ نٿي ٿي سگهي. پوءِ اهو تيل مان هميشه پنهنجي وارن ۾ لڳائيندي آهيان. منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان قربان، انهيءَ لاءِ اوهان جو پگهر مبارڪ گڏ ڪري رهي هيس.

حضور ﷺ جن جي پگهر مبارڪ جا چند قطرا هٿ ڪرڻ لاءِ مدينہ پاڪ جا ماڻهو گهڻيون ڪوششون ڪندا هئا. انهيءَ پگهر مبارڪ جا چند ڦڙا جنهن بہ تيل ۾ مليل هئا تہ مدينہ منوره جا ماڻهو اهو تيل پنهنجن ٻارن جي نظر دور ڪرڻ ۽ ٻين بيمارين جي شفايابي لاءِ استعمال ڪندا هئا تہ اها نظر بد يا بيماري ڇڏي ويندي هئي.

حضرت انس رضہ ۽ ٻيا اصحاب سڳورا فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن مدينہ طيبہ جي جنهن بہ گلي مان گذرندا هئا تہ انهيءَ گهٽيءَ يا رستي ۾ اينتري خوشبوءِ ٿي ويندي هئي، جو بعد ۾ جيڪو بہ شخص اتان لنگهندو هو، سو بي اختيار چوندو هو تہ اڄ حضور ﷺ جن هتان گذري ويا آهن. (مسلم ۽ مواهب لدنيہ)

پر اڄ ڏينهن تائين مدينہ پاڪ جون گهٽيون ۽ رستا تہ ڇا، پر ساري شهر جي هر در ۽ ديوار مان انهيءَ خوشبوءِ جي مهڪ ايندي آهي. جنهن کي اُتي جا رهاڪو ۽ سندن ديدار لاءِ ويندڙ عاشق اڄ بہ محسوس ڪن ٿا ۽ روضي اطهر جي ديدار کان مشرف ٿين ٿا.

ابن بَطال رح پنهنجي ڪتاب ”وفاء الوفا“ ۾ فرمائي ٿو تہ جيڪو شخص مدينہ طيبہ ۾ رهائش اختيار ڪري ٿو تہ انهيءَ ماٿهو کي اُتي جي مٽي، جاين، درن، ديوارين، پاٽي، باغن، نخلستان ۽ ميون مان بہ اها مبارڪ خوشبوءِ محسوس ٿئي ٿي.

اَشبيلي رح فرمائي ٿو تہ مدينہ پاڪ جي زمين ۽ مٽيءَ مان هڪ اهڙي خوشبوءِ ايندي آهي، جنهن جو مقابلو ڪابہ خوشبوءِ نٿي ڪري سگهي، اها هڪ عجيب نعمت آهي .

حضرت ياقوت رح فرمائين ٿا تہ مدينہ طيبہ ۾ جڏهن برسات پوندي آهي تہ اُتي جي هوا ۾ هڪ عجيب ناياب خوشبوءِ پيدا ٿيندي آهي ۽ اُها معطر ۽ خوشبودار هوا هر طرف پکڙجي ويندي آهي. مدينہ منوره کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ ملڪ يا شهر ۾ اهڙي خوشبوءِ ڪٿي بہ نہ ايندي آهي.

حضرت ابو عبداللّٰه عطار خوب فرمايو آهي تہ :

بطَيّب رسول الله طَاب نَسيمَها،
فما المسکُ ماالکافور ماالصندلِ الرِطب.

يعني: رسول اللّٰه صہ جن جي خوشبوءِ مبارڪ سان مدينہ منوره جون هوائون بہ خوشبودار ۽ معطر ٿي ويون آهن. انهيءَ خوشبوءِ جي اڳيان مشڪ، عنبر، ڪافور ۽ صندل بہ ڪجهہ نہ آهن.

امام ابن سبع رح فرمائين ٿا تہ حضور صہ جن جي بدن مبارڪ تي مک ڪڏهن بہ نہ ويهندي هئي ۽ نہ وري سندن لباس مبارڪ تي ڪڏهن مک وينٺي. ڪڏهن بہ سندن ڪپڙن مبارڪن ۾ جون نہ پيئي، جا سندن جسم پاڪ کي ايذاءُ پهچائي سگهي. جُون هميشہگندي بدبوءِ واري پگهر، غلاظت ۽ ميرائي سبب پوندي آهي. حضور صہ جن جي پگهر مبارڪ جو بيان تہ توهان ٻڌي چڪا آهيو، مگر سندن ڪپڙو مبارُڪ بہ سندن جسم پاڪ تي ڪڏهن بہ ميرو نہ ٿيندو هو.

مرحبا سيّد مَکّي مَدني العَربي،
دلِ و جان باد فِدايت چه عجب خوش لقبي.

# اکين مبارڪن جو ڪجھ بيان

حضور صہ جن جي عمر مبارڪ پنجويهن سالن جي هئي. اُن زماني ۾ اُم المؤمنين حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ مڪ معظم ۾ هڪ وڏي ۽ مالدار بيبي هوندي هئي. پاڻ سڳوري پنهنجي طرفان ديانتدار ۽ ايماندار ماڻهن کي پري پري جي ملڪن ڏانهن وڏيون رقمون ڏيئي واپار لاءِ روانو ڪندي هئي، اُهي اتان تجارت ڪري نفعو ڪمائي ايندا هئا. بيبي اُنهن کي پنهنجو پنهنجو حصو ڏيندي هئي ۽ سندس حصي واري رقم پاڻ رکندي هئي.

حضور صہ جن جي ديانت، صداقت، ايمانداري، نيڪ خُلق ۽ ٻيون تمام نيڪ عادتون نبّوت جي ظهور کان اڳيئي مشهور هونديون هيون. مڪ معظم جا ڪافر بہ اُن زماني ۾ کين "امين" جي لقب سان سڏيندا هئا. بيبي خديجة الڪبريٰ سندن اهي مبارڪ عادتون ڏٺيون تہ کين اهو خيال پيدا ٿيو تہ اگر هھڙو نيڪ ۽ ديانتدار ۽ ايمان وارو شخص منهنجيءَ رقم سان منهنجي بدران تجارت ڪري تہ جيڪر منهنجو مال بہ ذرو ضايع نہ ٿئي ۽ نفعو بہ صحيح حاصل ٿيندو، سو حضورصہ جن کي گھرائي ساڻن اها حقيقت بيّان ڪيائين، پاڻ سڳورن انهيءَ ڳالھ کي قبول فرمايو ۽ بيبي صاحبہ جي هڪ غلام ميسره سان گڏ شام ملڪ ڏانهن تجارت لاءِ روانا ٿيا.

رستي ۾ بصرائيءَ جي هڪ ڳوٺ ۾ پڙاؤ (منزل) ڪيائون.اهو ڳوٺ شام جي ملڪ ۾ آهي. انهيءَ ڳوٺ ۾ نسطور نالي هڪ راهب جو عبادت خانو هو، حضور صہ جن انهيءَ عبادت خاني جي ويجهو ئي هڪ ڇانوَ واري وڻ هيٺ منزل انداز هئا.راهب جي نگاه اوچتو حضور صہ جن تي پئجي ويئي. نشانين ۽ وصفن مان سمجهي ويو تہ هيءُ اهوئي نبي آخرالزمان صہ جيڪو پيدا ٿيڻو هو، سو ئي تي سگهي ٿو. تنهن ميسره کي پاڻ وٽ سڏي پڇيو تہ هيءُ جيڪو نوجوان توسان گڏ آهي، تنهن جي اکين ۾ توکي سرخي نظر اچي ٿي؟ ميسره جواب ڏنو

ته ها، اها سرخي سندن اکين مبارکن ۾هميشه کان آهي ۽ کڏهن به اها لالائي جدا نٿي ٿئي. راهب جواب ڏنو ته مون کي هن نوجوان ۾ اهي ساڳيون نشانيون ۽ وصفون نظر اچي رهيون آهن، جيڪي اچڻ واري آخري رسول ﷺ جي باري ۾ اسان جي ڪتابن ۾ بيان ٿيل آهن.

حضور ﷺ جن جون اکيون مبارڪ قدرتي طور ائين نظر اينديون هيون، ڄڻ ته پيدائشي سُرمون اکين ۾پاتل آهي. تڏهن به پاڻ ﷺ جن سرمون پائيندا هئا ۽ پنهنجي اُمت کي به سرمي پائڻ جو تاڪيد فرمايو اٿن.

حضرت ابن عباس رضه فرمائي ٿو ته حضور ﷺ جن وٽ هڪ سُرميداني هوندي هئي، جنهن مان پاڻ سڳورا سُمهڻ وقت هر ڪنهن رات ٻنهي اکين ۾ ٽي - ٽي سرايون سُرمي جون پائيندا هئا. سُرمون هميشه رات جو سُمهڻ مهل پائيندا هئا. حضور ﷺ جن تاڪيد فرمايو آهي ته سرمون پائيندا ڪريو، جو اهو اکين جي روشني ۽ پلڪن کي وڌائي ٿو. سندن نوراني اکيون مبارڪ الله تعاليٰ جي نور جو مظهر هيون. انهن نوراني اکين جنهن شخص تي پنهنجي لطف ۽ ڪرم جي نگاه فرمائي، ان کي ٻئي جهان ملي ويا.

اللهم صّل عليٰ سيّدنا محمد و آلِ محمد عدد ما في علم الله صلواة دائمةً بدو امِ مُلک الله.

الله تعاليٰ، حضور ﷺ جن جي نگاه ۽ نظر مبارڪ جي تعريف قرآن پاڪ ۾ هن طرح فرمائي آهي: "ما زاغ البصر وما طغيٰ (سورت نجم)". حضور ﷺ جن جي نگاه مبارڪ ۾ الله تعاليٰ اهو اثر ڏنو هو جو جن شين کي اسان جي نظر ۽ نگاه نٿي ڏسي سگهي، جهڙوڪ: جن، ملائڪ، ديو، پريون، غيبي مخلوق ۽ ٻيون غيبي ۽ ڳجهيون شيون حضور ﷺ جن پنهنجي اکين مبارڪن سان آسانيءَ سان ڏسي سگهندا هئا.

امام بيهقي رح پنهنجي ڪتاب "خصائص ڪبريٰ" ۾ حضرت ابن عباس رضه کان روايت ٿو ڪري ته پاڻ ﷺ جن فرمايو ته

اسان جا پيارا نبي ﷺ جن ڪاري انڌيري رات ۾ بہ ائين ڏسي سگهندا هئا، جيئن اسين روشن ڏينهن ۾ ڏسي سگهندا آهيون.

حضرت امام احمد بن اسماعيل بخاري رح (صحيح بخاريءَ) ۾ فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ توهان جو رڪوع ۽ سجدو ڪرڻ بہ مون کان لڪل نہ آهي. بيشڪ توهين منهنجي پويان بيٺل هوندا آهيو، مگر مان توهان کي ائين ڏسي رهيو آهيان، جيئن پنهنجي اڳيان وارن کي ڏسي سگهجي ٿو.

حضرت امام مجاهد رح قرآن پاڪ ۾ فرمائين ٿا: "الذي يراکحين القوم و تقبلک في الساجدين" يعني: حضور ﷺ جن پنهنجي پويان بيٺل صفن وارن کي اهڙيءَ طرح ڏسي سگهندا هئا، جيئن پنهنجي اڳيان سجدي ڪرڻ وارن کي ڏسي سگهجي ٿو. الله تعاليٰ سندن نظر ۽ نگاه ۾ ايڏي قوت ۽ روشني عطا فرمائي هئي جو، جنن، ملائڪن ۽ شيطانن جهڙي غيبي مخلوق بہ ڪائنن پوشيده ۽ لڪل نہ هوندي هئي. حضور ﷺ جن انهن کي ائين ڏسندا هئا، جيئن پاڻ انسانن کي ڏسون ٿا. مدينہ منوره ۾ جڏهن مسجد نبويءَ جو بنياد وڌو ويو ۽ تعمير شروع ٿي، اُن زماني ۾ رسول الله ﷺ جن مدينہ پاڪ مان مڪہ معظم ۽ ڪعبة الله شريف کي چوڏاري ڏسندا پيا هئا. ساري مشرق ۽ مغرب جي زمين حضور ﷺ جن جي نگاه مبارڪ کان لڪل ۽ پوشيده نہ هئي. درحقيقت سندن نگاه ۽ نظر مبارڪ اڄ بہ هرهڪ اُمتيءَ تي هر جاءِ تي پهچي رهي آهي ۽ قيامت تائين اها ڪرم جي نگاهہ جاري رهندي.

اسان جو پيارو نبي ﷺ نبين جو سرتاج حيات النبي ﷺ آهي يعني زنده ۽ حيات آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ حضرت جعفر بن ابي طالب رضہ جن کي شهادت بعد جنت ۾ مون پنهنجين اکين مبارڪن سان ڏٺو تہ بين جنت جي ملائڪن سان گڏ پرواز ٿي ڪيائون، يعني اُڏامي رهيا هئا.

مشهور معروف روايت آهي تہ احزاب واريءَ جنگ جي وقت حضور ﷺ جن پنهنجي اصحابن سڳورن ساڻ گڏجي مدينہ شهر جي

بچاءُ لاءِ خندق (کاھي) کوٽي رهيا هئا. اِهو وقت حضور صہ جن ۽ اصحابن سڳورن لاءِ تمام سخت مشڪل جو وقت هو. هڪ طرف اناج ۽ ٻي کا کاڌي جي شيءِ نہ ملڻ ڪري اصحابن سڳورن ۽ خود حضور صہ جن کي ڪيئي وقت فاقي ۾ گذري ويندا هئا. مسلمان بک ۽ ڪمزوريءَ جي سبب نماز جي صفن ۾ بيٺل حالت ۾ ڪِري پوندا هئا. گهرن ۾ کجور جو هڪ داڻو جنهن وٽ نڪري ايندو هو سو وڏو خوش قسمت ۽ شاهوڪار هو. اهو هڪ داڻوبہ پاڻ نہ کائيندو هو، پر هر هڪ اصحاب سڳورو ان کي چوسي پوءِ ٻئي جي حوالي ڪندو هو. هڪ ڏينهن اصحابن سڳورن حضور صہ جن کي عرض ڪيو تہ يارسول اللّٰہ صہ! اسان کي ڪيئي ڏينهن گذري ويا آهن جو کاڌو نہ مليو آهي، هيڏانهن نظر مبارڪ ڪري ڏسو تہ هيءُ اسان پنهنجن پيٽن تي پٿر ٻڌي رکيا آهن ۽ خندق کوٽي رُهيا آهيون. حضور صہ جن پنهنجوجبو مبارڪ کڻي پيٽ مبارڪ اصحابن سڳورن کي ڏيکاريو ۽ فرمايائون تہ ڏسو اوهان جي پيٽن تي تہ هڪ هڪ پٿر ٻڌل آهي پر مون (محمّد صہ) جي پيٽ تي هي ٻہ پٿر ٻڌل آهن. اللّٰہ تعاليٰ پنهنجو حافظ ۽ ناصر آهي، انشاء اللّٰہ فتح پاڻ کي نصيب ٿيندي.

حضور صہ جن ۽ اصحاب سڳورا ڪم ۾ رڌل هئا تہ هڪ جاءِ تي هڪ وڏو ۽ سخت پٿر آڏو اچي ويو جو اصحاب سڳورن مان ڏاڍا ڏاڍا جوان بہ ٽوڙي نہ سگهيا. نبيءَ ڪريم صہ جن هڪ اوزار کڻي انهيءَ پٿر تي آيا. مٿينءَ بيان ٿيل حالت ۾ بہ انهيءَ پٿر کي ٽن ڌڪن ۾ ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڪيي ڇڏيائون. حضور صہ جن فرمايو تہ مون جنهن وقت پهريون ڌڪ انهيءَ پٿر تي هڻي وقفو ڪيو تہ اُن وقت شام جي ملڪ جا ڳاڙها محلات مون کي صاف نظر اچي رهيا هئا. ٻئي ڌڪ هڻڻ بعد مون نظر ڪئي تہ مون کي ڪسريٰ بادشاه جو سڄو محلات نظر اچي رهيو هو. ٽئين ڌڪ بعد پٿر بہ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو ۽ مون نگاه ڪئي تہ مون کي صنعا شهر جا دروازا نظر اچي رهيا هئا. (مِشڪواة شريف بحوالہ صحيحين) صنعايمن جي ملڪ ۾ آهي.

تاجدار مدينہ ﷺ جن مدينہ منوره ۾ تشريف فرما هئا تہ جنگ مُوتہ، جنهن ۾ حضرت زيد بن حارث رضہ، حضرت جعفر طيار بن ابي طالب رضہ ۽ حضرت عبدالله بن رواح رضہ جهڙا جليل القدر اصحاب رضہ كفارن سان انهيءَ جنگ ۾ مصروف ۽ پيڪار هئا. انهيءَ جنگ جي سموري حالت حضور ﷺ جن پنهنجن اصحابن سڳورن کي مدينہ طيّبه ۾ ٻڌائي رهيا هئا ۽ اُنهن اصحابن سڳورن جي شهادت جو احوال اکين سان ڏسي ۽ بيان فرمائي رهيا هئا.

سرڪار مدني ﷺ جن جي نظر ۽ نگاه جو شان بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. جهڙيءَ طرح الله تعالىٰ کين (لولاک لما خلقتُ الافلاک) جي خطاب سان نوازيو ۽ ساري ڪائنات جي پيدا ڪرڻ جو سبب بڻايو آهي، تهڙيءَ طرح سندن نگاه ۽ نظر کي بہ ايڏي وسعت عطا فرمائي آهي جو سندن نظرمبارک پوري ڪائنات تي حاوي آهي.

جليل القدرنبي حضرت موسىٰ كليم الله بارگاه الاهيءَ ۾ عرض ڪيو تہ موليٰ منهنجا، مون کي پنهنجو ديدار ڪرائي. جواب مليو تہ اي ڪليم ! تنهنجي نظر ۽ نگاه کي اها تاب ۽ طاقت نہ آهي، جو اسان جي ديدار جو شرف حاصل ڪري سگهين. آخرڪار نبيءَ جي دعا ۽ باربار جي دعا اثر ڪيو، جا منظور ٿي. ربّ جل جلاله ڪيئي هزار پردن مان سئيءَ جي ٻاڪي جيتريءَ جاءِ مان پنهنجونور، سو بہ حضرت موسىٰ عليه السلام جي سامهون واري جبل تي نازل فرمايو. بس پوءِ ڇا هو، جبل تہ سڙي خاڪ ٿي ويو، مگرحضرت موسىٰ عليه السلام جن، جو غَش ڪائي ڪريا تہ کين چاليهہ ڏينهن تائين هوش بہ ڪونہ هو. مگر اسان جو سهڻو سردار، منڙو اکين جو ٺار، محمّد ﷺ معراج واريءَ رات مبارک ۾ اُنهيءَ ربّ پاک جي حضور ۾ ايترو نزديک ۽ قريب هئا، جو اُهو ربّ پاک مالک الملک پاڻ فرمائي ٿو: "قَابَ قَوسينَ اَو اَدنىٰ" يعني: ايترا ويجها ۽ نزديک جيئن ڪمان جا ٻئي سِرا هڪٻئي جي مقابل ۽ قريب هوندا آهن. ڀلا اهڙي ڪا طاقت ڪِنهن نبيءَ يا وليءَ يا ملائڪ جي اکين ۾ پيدا ٿي سگهي ٿي، جو

ربّ پاڪ جي نور جي عين سامهون ويهي نہ صرف ڪيس ڏسي، مگر ساڻن چڱيءَ طرح ملاقات، ڳالهيون ٻولهيون راز و نياز جون رمزون ڳجهہ جو ڳالهيون بيان ڪري سگهي. سواءِ حضور ﷺ جن جي نہ ڪو ٿيو نہ ڪو ٿيندو.

اللّٰهمّ صَلِّ عليٰ سيّدنا محمدٍ وّ عليٰ آلهِ واصحابهٖ وبارڪ وسلّم.
يا صاحبَ الكمال و يا سيّدالبَشر مِن وجهِک المنيرِ لقد نوّرالقمر،
لا يمكن الثنآءُ كما كان حَقه بعد از خدا بزرگ توهي قصہ مختصر.

يعني: ڪل ڪائنات، جيڪا بہ خالق اڪبر خلقي آهي، تنهن ۾ اللّٰہ تعاليٰ کان بعد جيڪڏهن ڪا وڏي ۾ وڏي ۽ ڪامل بزرگ هستي آهي تہ اُها فقط سيّدالڪونين، تاجدار مدينه، پياري حبيب ڪريم رحمة للعالمين محمّد ﷺ جن جي هستي آهي بس.

اللّٰہ جي ذات وحده لاشريڪ بعد،
توکان وڏيڪ ناهي ڪو ڪل ڪائنات ۾.
فقير محمد اسماعيل نتوي "خاطي"

حضور ﷺ جن فرمايو تہ معراج واري مبارڪ رات ۾ اسان جي ملاقات جڏهن اللّٰہ جل جلاله سان روبرو ٿي ۽ ظاهري ۽ باطني علمن سان اسان کي نوازيو ويو، ڪي ظاهر ۽ ڪي ڳجهيون ڳالهيون اسان ۾ ٿيون ۽ اللّٰہ تعاليٰ پنهنجي رحمت، نور ۽ قدرت جو هٿ ڏگهوڪري اسان جي سيني مبارڪ تي رکيو. اُن هٿ جي فرحت ۽ ٿڌاڻ ۽ خوشي اسين اڄ بہ محسوس ڪريون ٿا. (سبحان اللّٰہ وبحمده).

حضور اڪرم ﷺ جن جي نوراني نگاهہ نظر مبارڪ جي قوت جو ڪجهہ بيان لکي آيو آهيان. حضور ﷺ جن نهايت باحياءَ ۽ شرميلا هوندا هئا. سندن حياءَ ۽ غيرت جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي، مگر انهن سندن باحياءَ ۽ شرميلي سهڻين مبارڪ اکڙين مان جنهن بہ انسان تي ڪرم جي نگاهہ ٿي ويئي تہ بس اُن جا ٻئي جهان سَنواري ڇڏيائين ۽ جنهن شخص تي سندن قهر و غضب جي نظر پيئي تہ اُن جو

ٻيڙو ئي غرق ٿي ويو ۽ سندس ٻئي جهان برباد ٿي ويا. حضورﷺ جن کنهن به شخص تي غصي ۽ ڪاوڙ جي نگاهه نه ڪندا هئا، مگر جن جي مقدر ۾ ازل کان ئي سياهي لکيل هئي. پاڻ ڪڏهن به ڪنهن کي پِٽ پاراتو نه ڪندا هئا، مگر سندن بدران الله تعالىٰ اُنهن دشمنن کان پورو پورو بدلو وٺندو هو.

بيهقي رضہ، حضرت ابو هريره رضہ کان روايت ٿو ڪري ته مجموعي طور تي حضور ﷺ جن جو منهن مبارڪ ڪشادو، ڪليل، اکيون مبارڪ وڏيون ڪاريون ڳاڙهائيءَ مائل، پرون ڪمان وانگر، ڳل مبارڪ هموار گولائيءَ مائل ، لب مبارڪ (چپ) سنها نرم نازڪ هڪجهڙا هموار، سرخ جن مان نور نڪرندو نظر ايندو هو. ڏند مبارڪ سنها، سهڻا آبدار، موتين وانگر چمڪندڙ هوندا هئا، جن جي وچ ۾ سنهيون سنهيون وٿيون هونديون هيون. جنهن وقت رسولِ اڪرم ﷺ جن گفتگو ڪندا هئا ته ان مهل انهن وٿين مان نور نڪرندو نظر ايندو هو، جنهن کي سامهون وارو شخص صاف صاف ڏسندو ۽ محسوس ڪندو هو. پاڻ ﷺ جن اونداهي رات ۾اگر ڪنهن اونداهي گهر ۾ بيهي ڳالهائيندا هئا ته سندن ڏندن مبارڪن جي نور جي روشنيءَ سان اهو گهر روشن ٿي ويندو هو.

حضورﷺ جن کي اوٻاسي اصل ڪونه ايندي هئي. اگر ڪنهن شخص کي نماز ۾ اوٻاسيون تنگ ڪنديون هجن ته هو ان وقت اهوخيال ڪري ته اسان جي نبي ﷺ جن کي ڪڏهن اوٻاسي نه ايندي هئي ته انشاء الله تعالىٰ اُن شخص کي نماز ۾ وري ڪڏهن اوٻاسي نه ايندي.

## اخلاق حَسنه جو هڪ بينظير مثال

هيءُ مشهور واقعوجنگ اُحد جو واقعو آهي. انهيءَ جنگ ۾ حضور ﷺ جن جا سامهون وارا ٻه ڏند مبارڪ شهيد ٿيا هئا ۽ انهيءَ جنگ ۾ وڙهندي حضور ﷺ جن جو چاچو حضرت حمزو رضہ شهيد

ٿيو هو. اها جنگ اُحد جبل جي دامن ۾ مڪہ معظم مان لشڪر وٺي آيل ڪافرن سان لڙي ويئي هئي. مڪہ شريف جا قريش ڪافر پنهنجون عورتون بہ ان جنگ ۾ پاڻ سان گڏ وٺي آيا هئا.

[اسلام جي ابتدائي جنگين ۽ معرڪن جو احوال، جيڪي رسول اڪرم ﷺ جن جي زماني ۾ ڪافرن سان لڙيون ويون، تن سڀني جو مڪمل احوال انشاءالله تعاليٰ هن ڪتاب کان پوءِ جيڪو ڪتاب "حيات رسول ﷺ" لکڻ جو ارادو اٿم. اگر الله تعاليٰ جي مدد ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جي رحمت شامل رهي ۽ حياتيءَ وفا ڪئي تہ ان ۾ ناظرين ڪرام جي اڳيان پيش ڪندس].

اُنهن عورتن ۾ ابو سفيان جي زال هِنده بہ آئي هئي. انهيءَ جنگ ۾ جڏهن وحشيءَ لڪي حملو ڪري پنهنجي نيزي سان حضرت حمزه رضہ جن کي شهيد ڪري وڌو تہ هنده يڪدم ڊوڙي سندن جنازي تي آئي، ٻيون ڪافر زالون بہ اچي گڏ ٿيون. هنده ڇاڪيو جو حضرت حمزه شهيد رضہ جو سينو چيري سندن دل ۽ جيرومبارڪ ڪڍي چٻاڙڻ لڳي. اهو سارو منظر حضورﷺ جن انهيءَ جنگ ۾ ڏسي رهيا هئا. مگر الله الله! جڏهن مڪہ معظم فتح ٿيو ۽ عام معافي جواعلان ڪيو ويو، تڏهن هِنده بہ اچي مسلمان ٿي ويئي. حضور ﷺ جن کيس فرمايو تہ اي هِنده! تنهنجي ڪلمون پڙهي مسلمان ٿيڻ سبب مون تہ توکي سڀ ڪجهہ معاف ڪري ڇڏيو، مگر اي هندہ! تون جڏهن بہ منهنجي مجلس ۾ اچڻ ۽ ويهڻ چاهين تہ هڪ طرف ٿي ويهندي ڪر، جوتنهنجي سامهون ويهڻ سبب مون کي اُحد وارو واقعو ياد اچي وڃي ٿو ۽ اهوسارو منظر منهنجي اکين سامهون ڦرڻ ٿو لڳي، تنهن ڪري تون منهنجي نظرن ۽ نگاه کان پاسيري ٿي ويهندي ڪر. اهو ان ڪري ڪندا هئا تہ متان اسان جي ڪا جلال ۽ غيض و غضب واري نگاه هن تي نہ ٿي وڃي.

اهڙيءَ طرح حضرت حمزه رضہ جي قاتل وحشيءَ جڏهن اسلام قبول ڪيو، تڏهن سيّد عالم ﷺ جن کيس فرمايو تہ اي وحشيؑ! تون ۽

هنده جڏهن ٻه اسان جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ته اسان جي نگاهن کان پاسيرا ٿي ويهندا ڪريو، ڇو جو اوهان کي ڏسي اسان کي جنگ اُحد وارو واقعو ياد اچيو وڃي.

## حضور ﷺ جن جي دشمن لاءِ دعا

مڪي شريف جي ڪافرن جڏهن حضور ﷺ جن کي بيحد تڪليفون پهچايون ۽ سندن جان جي لاڳو پوڻ لڳا ۽ اسلام جي دعوت کي نڪرائي ڇڏيائون، تڏهن رسول اللّٰه ﷺ جن اسلام جي دعوت ۽ ربّ جو پيغام پهچائڻ لاءِ طائف جوقصد فرمايو. طائف جي ڪافرن جڏهن اسلام جي دعوت ٻڌي ۽ پنهنجن ٻتن جي باري ۾ اعلان ٻڌو ته يڪدم دشمن بنجي ويا. شهر جي ننڍن وڏن مٿن ايترا پٿر وسايا، جو سندن جسم پاڪ جو رت مبارڪ وهي جُتيءَ ۾ اچي گڏ ٿيو. انهيءَ سفر ۾ حضرت زيد بن حارث رضہ، جو اجان ننڍيءَ عمر جو ڇوڪرو هو، سو ٻه ساڻن گڏ هو. انهن تڪليفن کان بعد طائف وارا باز نه آيا انتهائي دشمنيءَ جي سبب پنهنجا پاليل ڪتا، حضور ﷺ جن ڏانهن ڪولي ڇڏيائون، جيئن هن اجنبي ۽ نئين آيل کي ڪائي ڇڏين. مگر نبين ۽ ولين جو گوشت الله تعاليٰ هر جانور تي حرام ڪيو آهي. سو ڪتا جڏهن اوڏا آيا ته سندن قدمن مبارڪن تي پنهنجو مٿو رکي ماٺ ڪري جهنگل ڏانهن منهن ڪري هليا ويا. چون ٿا ته ڪوبه ڪتو ان ڏينهن کان بعد پنهنجي مالڪ وٽ واپس نه آيو خبر نه آهي ته ڪيڏانهن هليا ويا.

سيّد الڪونين ﷺ جن زخمن سان چُور چُور ٿي هڪ باغ جي قريب ڇانوَ ۾ اچي ويٺا، حضرت زيد بن حارث رضہ ٻه ساڻن گڏ هو. ايتري ۾ حضرت جبرائيل عليه السّلام تشريف فرمائيو ۽ اچي عرض ڪيائين ته يا رسول اللّٰه ﷺ! اللّٰه تعاليٰ مون کي سلام ڏيئي اوهان ڏي موڪليو آهي ۽ فرمايو اٿس ته اوهان منهنجي دين ۽ پيغام کي طائف

وارن تائين پهچائڻ جي جيڪا ڪوشش ۽ محنت ڪئي سا به مون ڏٺي ۽ اُنهن نالائقن منهنجي حبيب ﷺ سان جيڪو ورتاءُ ڪيو سو به ڏٺم. اي جبرائيل عليه السّلام! جبلن تي جيڪو ملائڪ مقرر آهي تنهن کي پاڻ سان وٺي منهنجي حبيب ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي. اگر توهان کي اُهي حڪم ڏين ته اهي طائف جا جبل، طائف شهر جي مٿان ليٽائي سڄي شهر کي نابود ڪري ڇڏيو ته بلڪل دير نه ڪجو يا ٻيو ڪوبه حڪم توهان ٻنهي کي ڏين بنا دير اُن تي عمل ڪريو. سو يارسول الله ﷺ! اسين ٻئي حاضر ٿيا آهيون، جيڪو حڪم فرمايو اِئين ڪريون. هاڻي ٻڌو ته رحمة اللعالمين ﷺ جن ڇا ٿا فرمائين.

اي (اخي) منهنجا ڀاءُ جبرائيل عليه السّلام! مان قومن لاءِ قهر يا عذاب بڻجي ڪونه آيو آهيان، تباهيءَ يا بربادي جو حڪم مان رحمت اللعالمين ﷺ ڪيئن ڏيئي سگهان ٿو. آءٌ ته ساري جهان لاءِ رحمت ٿي آيو آهيان. منهنجي ربّ جي بارگاه ۾ اها دعا آهي ته الاهي تون هنن کي هدايت ڏي ته هي جَهنّم جي باه کان بچي وڃن. ڀلا جي هنن کي هدايت نصيب ۾ نه آهي ته مَن هنن جي اولاد کي خدا جل جلاله هدايت نصيب ڪري ته ٻين جي پوڄا ۽ جَهنم جي عذاب کان بچي وڃن.

بلغ العلیٰ بکماله ڪشف الدّجیٰ بجماله،
حسنت جميع خصاله صلوّا عليه وَآله.

## حضور ﷺ جن جي زبان مبارڪ جو بيان

حضور ﷺ جن جي زبان مبارڪ جي اها تعريف ۽ صفت آهي جو الله تعاليٰ جو موڪليل پورو قرآن پاڪ سندن زبان مبارڪ تي نازل ٿيو ۽ سندن ئي زبان مبارڪ مان اسان کي اها عظيم نعمت حاصل ٿي.

قرآن پاڪ جو اهو هڪ عظيم معجزو آهي، جو سندس آيتن جي مقابلي ۾ هڪ بلڪل ننڍڙي آيت بہ اڄ ڏينهن تائين ڪو شخص گهڙي ۽ بنائي نہ سگهيو. قرآن پاڪ کي الله تعاليٰ نور فرمايو ۽ اها پاڪ زبان، جنهن مان اسان قرآن پاڪ ٻڌو، اها زبان ڇا آهي هڪ نور جو ٽڪرو آهي. انهيءَ زبان مبارڪ مان نڪتل هڪ هڪ لفظ دلين ۾ پيوست ٿي ويندو هو. سندن آواز نرم ڇٽو فصيح؛ ڪين بلاغت ۾ انتها درجي جو ڪمال حاصل هوندو هو. حضور ﷺ جن جڏهن ڪجهہ فرمائيندا هئا تہ زبان مبارڪ مان ڇڻ تہ نور جا موتي هڪ هڪ ٿي ڪري رهيا آهن. سندن تقرير يا ڳالهائڻ جي وقت جيڪا هوا انهيءَ جاءِ ۾ هوندي هئي سا ساري معطر ۽ خشبوءِ سان ڀرجي ويندي هئي. انهيءَ هوا جي مهڪ ۽ خوشبوءِ سيني جي دلين کي موهي ڇڏيندي هئي.

اُم المؤمنين حضرت بيبي عائشه صديقه رضہ فرمائي ٿي تہ: رسول الله ﷺ جن جڏهن ڪو ڪلام فرمائيندا هئا تہ سندن ڳالهائڻ اسان جي ڳالهائڻ جهڙو نہ هوندو هو، بلڪہ سندن هر لفظ شَستہ ۽ صاف جنهن کي هرڪو ٻار ننڍو ۽ وڏو خوب چڱيءَ طرح سمجهي سگهندو هو ۽ ياد ڪرڻ چاهيندو هو تہ ياد بہ ڪري سگهندو هو.

حضرت بيبي اُمّ مُعبد رضہ فرمائي ٿي تہ حضور ﷺ جن جو ڳالهائڻ تمام نرم، نفيس، مٺو، حق ۽ باطل ۾ فرق ڪرڻ وارو، نہ حد کان وڌيڪ ۽ نہ گهٽ ڇڻ تہ موتين جي هڪ لڙي آهي، جنهن مان ڪي آبدار موتي هڪ هڪ ٿي ڪِري رهيا آهن. سبحان الله! ان سان گڏ خوشبودار مَهڪ هڪ عجيب بَهار پيدا ڪري ڇڏيندي هئي.

اوهان سواءِ بهارن ۾ ڪوبہ لطف نہ هو،
توهان جي آئي خزان ۾ عجب بهار آئي.

”خاطي“ ٺٽوي

# حضور ﷺ جن جي سر مبارڪ مٿان ڪڪر ڇانوَ ڪندا هئا

حضور ﷺ جن اجان ڪير پياڪ ٻار جي حالت ۾ هئا تہ سندن معجزن جو کليو اظهار ٿيڻ شروع ٿي ويو هو، بلڪہ ان کان بہ گهڻو اڳي.

مشهور واقعو آهي تہ حضور ﷺ جن اجان بيبي حليمه سعديه رضہ جن وٽ پرورش پائيندا هئا، اُن وقت بيبي صاحبہ سندن تمام گهڻو خيال رکندي هئي، پنهنجين اکين کان اصل پري ٿيڻ نہ ڏيندي هئي. مگر هڪ ڏينهن اهڙو اتفاق ٿيو جو پاڻ ڪنهن ڪم ۾ مصروف هئي، ٻن پهرن جو وقت هو، ان وقت حضور ﷺ جن پنهنجي رضائي ڀيڻ شيماءَ سان گڏ ٻڪريون چارڻ واري جبل ڏانهن نڪري ويا، ان وقت سندن عمر مبارڪ پنجن، ڇهن سالن جي هئي. ڪجهہ دير بعد بيبي صاحبہ جن، جو ساريو تہ ٻئي ڀاءُ ڀيڻ ڪونہ آهن. سا اُن گرمي ۾ سندن تلاش لاءِ جهنگ ڏي رواني ٿي ويئي، آخر ان جبل وٽ کين ڳولي وجي لڌائين ۽ پنهنجي نياٽيءَ شيماءَ کي چوڻ لڳي تہ تو هي ڇا ڪيو، هن ههڙيءَ گرميءَ ۾ تون پنهنجي ڀاءُ کي وٺي جهنگل ڏي نڪري آئي آهين، هن تنهنجي ننڍڙي ڀاءُ (محمّد ﷺ) جن کي ڪيڏي نہ تڪليف پهتي هوندي. شيماءَ جواب ڏنو تہ نہ امان، اسان ٻنهي ڀاءُ ڀيڻ کي ڪابہ تڪليف نہ ٿي. ڇو جو منهنجي ڀاءُ محمّد ﷺ مٿان هڪ ڪارو ڪڪر ڇانوَ ڪري هلندو رهيو. اُن ڇانوَ ۾ اسين ٻئي ڀاءُ ڀيڻ هليا آياسين. جتي پاڻ ﷺ بيٺا ٿي تہ اتي ڪڪر بہ بيهي رهيو ٿي، وري جڏهن پاڻ ﷺ جن هليا ٿي تہ ڪڪر بہ مٿان هلندو رهيو ٿي، جو اسين اچي هتي پهتا آهيون. بيبي حليمه رضہ وري بہ پنهنجي نياٽيءَ کان پڇيو تہ ڇا اها ڳالهہ سچي آهي؟ شيماءَ جواب ڏنو-تہ امان خدا جو قسم تہ اها ڳالهہ بلڪل سچ آهي.

(ڪتاب خصائص ڪُبريٰ، سُيوطي، روايت ابن سعدرضہ ۽ ابونعيم رضہ)

اهڙيءَ طرح جڏهن پياري نبي صہ جن جي عمر ٻارهن سالن جي هئي تہ پنهنجي چاچي حضرت ابوطالب سان گڏ ۽ ٻين قريشن سان گڏجي ملڪ شام جو سفر ڪري رهيا هئا، واٽ ۾ بحيره راهب جي عبادت خاني وٽ اوتارو ڪيائون. راهب يڪدم حضور صہ جن ڪي سجاڻي ورتو ۽ ڪين پاڻ وٽ گهرايو. جڏهن پاڻ سڀ‍ڳورا ان راهب ڏانهن وڃڻ لڳا تہ مٿانئن هڪ ڪڪر ڇانوَ ڪري هلي رهيو هو، جنهن ڪي اُن راهب ۽ ٻين سڀني ماڻهن ڏٺو. (ترمذي)

جـي آءٌ مـســڪـين عــاجــز آهـيــان پـيـنـو گــدا،
مـون ڪي پرواه ناهي، تون آهين منهنجو سردار سيٺ.

"ديوان گل سنڌي"

•



# باب اٺون

## حضور صہ جن جي منهن مبارڪ جي لعاب (پڪ مبارڪ) ۽ ان جي برڪتن جي باري ۾

حضور اڪرم ﷺ جن جي منُهن مبارڪ ۾ جيڪو پاڻي رهندو هو. اهو پاڻي بيمارن ۽ مريضن لاءِ بلڪل آبِ شفا هوندو هو. جنهن جا مثال هزارين ملن ٿا.

قلعي خيبر جي فتح واري ڏينهن حضرت علي ڪرم الله وجه جن جون اکيون مبارڪ اٿي آيون هيون ۽ منجهن تمام گهڻي تڪليف ۽ درد هو. حضور ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجه جن کي پاڻ وٽ گهرائي پنهنجي منهن مبارڪ مان ٿورو لعاب ڪيو، سندن اکين مبارڪ تي لڳايائون. بس بروقت اکيون اکين جهڙيون ٿي ويون ۽ تمام درد تڪليف سڀ دور ٿي ويو.

هجرت وارو واقعو عام مشهور آهي تہ حضور ﷺ جن جڏهن غارِثور ۾ تشريف آوَر ٿيڻ لڳا ٿي، تنهن وقت حضرت ابابڪرصديق رضہ ان غار کي پهرين تہ پنهنجي چادر مبارڪ سان ٻهاري بلڪل صاف ڪيو ۽ پوءِ جيڪي بہ سوراخ اُن غار ۾ هئا، تن کي اها چادر مبارڪ ڦاڙي بند ڪرڻ لڳا؛ ٻيا سڀ ٽُنگ ۽ سُوراخ بند ڪري ڇڏيائون، مگر هڪ سوراخ رهجي ويو ۽ چادر وارو ڪپڙو کٽي پيو. پاڻ سڳوري ڇا ڪيو جو ان سوراخ تي پنهنجي پير جي کُڙي رکي بند ڪيائون. پوءِ حضور ﷺ جن کي پنهنجي هنج مبارڪ ۾ آرام سان سمهاري پاڻ سڳورا ويٺا رهيا، اهو رات جو وقت هو، ان سوراخ ۾، جنهن تي پاڻ کُڙي رکي هئائون، ان ۾ هڪ نانگ هو، جو ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ۾ بار بار کين ڏنگڻ لڳو. پاڻ سڳورا برداشت ڪندا رهيا. آخر نانگ جو زهر اثر ڪرڻ لڳو. سندس بَدن مبارڪ زرد ٿي ويو. سارو بدن ڏکڻ

لڳو. اکين مان گرم گرم لڙڪ وهڻ لڳا- مگر محبوب جي آرام ۾ خلل پوڻ جي خوف کان اُف نہ ڪيائون. سندن اکين مان چند قطرا رسول الله ﷺ جن جي چهري انور مبارڪ تي ڪِريا. پاڻ ڪريمن ﷺ جن اکيون کوليون، جان نظر ڪن تہ حضرت ابابڪر صديق رضہ جن جي حالت نازڪ ڏٺائون. فرمايائون اي ابابڪر رضہ! هيءَ ڇا ٿي ويو آهي؟ حضرت ابابڪر صديق رضہ جواب ۾ عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ منهنجي هن پير هيٺان ڪو موذي ڪِيڙو آهي، جوڏنگي رهيو آهي. مگر مون کي ان جي ڪا پرواہ نہ آهي. افسوس ۽ ارمان اهو اٿم تہ اوهان جوآرام خراب ڪري وڌم. حضور ﷺ جن حڪم ڪيو تہ پير مٿي ڪڻ. پير مٿي ڪنيائون. رسول الله ﷺ جن پنهنجي پِڪَ مبارڪ ڪڍي اُن زخم تي لڳائي. زخم ۽ سور يڪدم لهي ويو ۽ شفا ٿي ويئي.

ڪي راوي روايت ٿا ڪن تہ اهو نانگ پوءِ ٻاهر نڪري آيو. اهو ڪارو نانگ هو، جنهن حضور ﷺ جن جي قدمن مبارڪن تي پنهنجو سِر رکي عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! حضرت عيسيٰ عليه السلام جو هڪ واعظ ڪنهن مجلس ۾ مون ٻڌو هو، جنهن ۾ اوهان جون وصفون ۽ نشانيون بيان ڪيائين ۽ اهوبہ چيو هئائون تہ اهو پيغمبر آخرالزمان جڏهن هجرت ڪندو تہ ثورَ نالي غار ۾ اچي رهندو، سو مون اوهان جي محبت ۾ هن غار جي ڳولا شروع ڪئي؛ آخر اهو غار اچي لڌم ۽ هن ڪي پنهنجو گهر بنائي رهڻ لڳس تہ الله تعاليٰ اگر مون کي زندگي بخشي تہ مان انهيءَ آخري رسول ﷺ جو ضرور ديدار ڪندس. يارسول الله ﷺ مون انهيءَ محبت ۽ فراق ۾ ۽ اوهان جي انتظار ۾ پنج سؤ ورهيہ هن غار ۾ گذاريا. جڏهن منهنجي مراد پوري ٿيڻ جو وقت اچي ويو. اوهان جي خوشبوءِ سان سارو غار گلستان بنجي ويو، سمجهي ويس تہ اوهين تشريف فرما ٿي چڪا آهيو. پنهنجي ڏر جي منهن وٽ اچي ڏٺم تہ بند پيو آهي. پوءِ ڪَرب ۽ بيچيني ۽ مجبوريءَ سبب مون ڏنگڻ شروع ڪيو تہ من منهنجي سوراخ جو منهن کُلي تہ

وجي ديدار ڪريان. هاڻي الله تعاليٰ منهنجي دل جون مرادون پوريون ڪيون. مان اوهان جي رفيق ۽ دوست رضہ جي زخم مان سمورو زهر چوسي ٿو وٺان. پوءِ ان نانگ اُهو زهر چوسي ڪڍي ورتو. چون ٿا تہ ڪاري نانگ جي عمر هزار سالن تائين ٿيندي آهي. والله اعلم.

دلبر جي ديدار لئہ، هو رات و ڏينهن روئن،
نڪي ڪائين ڪاچ ڪي، نڪي سُک سمهن،
سواءِ حُب حبيب جي، بي ڪا تات نہ تِن،
اچيو مُحب ملن، اهڙن عاشقن ڪَي.
فقير محمد اسماعيل نئوي "خاطي"

حضرت رفاع بن رافع رضہ بيان ٿو فرمائي تہ بدر جي جنگ ۾ اوچتو هڪ تير اچي منهنجيءَ اک ۾ لڳو. مون ائين سمجهيو تہ منهنجي اک صفا نڪري ويئي. انهيءَ وقت مان حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. پاڻ ﷺ جن پنهنجي منهن مبارڪ مان ٿورو لعاب ڪڍي منهنجيءَ اک واري زخم تي لڳايو تہ بروقت اها اک جهڙي پهرين هئي اهڙي ٿي ويئي ڪو زخم يا تڪليف نہ رهي.

حضرت محمد بن طالب رضہ جي هٿن تي رڌل ڪاڏي جو ڪُنون ڪري پيو ۽ گرم ڪاڏو سندن هٿن تي پيو، جنهن سبب سندن هٿ سڙي پيا. حضور ﷺ جن جي لعاب مبارڪ لڳائڻ سان اُنهيءَ وقت صحيح ٿي ويا ڪابہ تڪليف باقي نہ رهي.

حضرت عمرو بن معاذ بن جموح انصاريءَ رضہ جو پير وڍجي پيو. حضور ﷺ جن پنهنجي لعاب مبارڪان تي لڳائي تہ پيرٺيڪ ٿي ويو.

(ڪتاب زادلعاد، جنگ بدر- اُصابہ عمر و بن معاذ انصاري رضہ)

حضرت ابوقتاده انصاري رضہ بيان ٿو فرمائي تہ محرم سنہ ٧هہ ۾ غزوه ذي قّرد ۾ ڪافرن سان جنگ ڪندي اوچتو هڪ تير منهنجي منهن تي اچي لڳو. تير تہ مون ڪڍي ڦٽو ڪيو، مگر منهنجو منهن سجو سُجي پيو. حضور ﷺ جن مون ڪي ڏٺو، فرمايائون تہ قتاده رضہ!

هيءُ چا ٿيو آهي؟ مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! تير لڳو آهي. پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ هيڏانهن اچ. مان نزديڪ ويس تہ پاڻ ﷺ جن پنهنجي منهن مبارڪ مان لعاب ڪڍي تير واري زخم تي لڳايو تہ زخم بہ ڇٽي ويو ۽ سوج بہ لهي ويئي، مگر ان ڏينهن کان پوءِ ڪنهن بہ جنگ ۾ منهنجي منهن تي ڪنهن تير يا تلوار اثر نہ ڪيو ۽ نہ ڪڏهن خون نڪتو.

اصحابن سڳورن هڪ دفعي هڪ پاڻيءَ جوڏول حضور ﷺ جن لاءِ آندو. پاڻ ﷺ جن اُن مان ڪجهہ پاڻي پيتو، باقي بچيل پاڻي انهيءَ کوهہ ۾ وجهي ڇڏيائون. اُن ڏينهن کان پوءِ ان کوهہ جي پاڻيءَ مان مُشڪ ۽ عنبر کان بہ وڌيڪ خوشبوءِ ايندي هئي.

حضرت انس رضہ جن جي گهر ۾ هڪڙو کوهہ هو، جنهن جو پاڻي کارو هوندو هو. حضور ﷺ جن پنهنجي منهن مبارڪ مان لعاب جو ذرو ڪڍي اُن ۾ وڌو. اهو کوهہ اهڙو تہ مِٺو ۽ لذيذ خوشبودار ٿي پيو جو ساري مدينہ پاڪ جي کوهن ۾ اهڙو مِٺو ۽ خوشبودار پاڻي نہ هو، جهڙو انهيءَ کوهہ جو پاڻي ٿي پيو.

رسول اڪرم ﷺ جن هميشه عاشوري جي ڏينهن ۾ مديني پاڪ جا ننڍڙا ٻار گهرائي انهن جي منهن ۾ پنهنجي منهن مبارڪ جو لعاب ٿورو ٿورو وجهندا هئا تہ اُنهن ٻارن کي ڪڏهن بہ نظر نہ لڳندي هئي ۽ نہ وري ڪا بہ بيماري ٿيندي هئي. ڪير پياڪ ٻار تہ اُن ڏينهن سڄو ڏينهن کير نہ پيئندا هئا. اگر ڪنهن ٻار کي ڪا بيماري اچِيئي هوندي هئي تہ اها بہ انهيءَ لعاب مبارڪ جي برڪت سان ڇڏي ويندي هئي.

حضرتہ عامر بن ڪُريز قريشي عشيمي رضہ پنهنجي ننڍڙي فرزند عبدالله کي سرڪارِ مدني ﷺ جن جي حضور ﷺ ۾ وٺي آيو. پاڻ ﷺ جن پنهنجي منهن مبارڪ مان لعاب ذرو ڪڍي انهيءَ ٻار جي منهن ۾ وڌو تہ هوخوشيءَ سان ان کي ڳڙڪائيٰ ويو. حضور ﷺ جن فرمايو تہ هي فرزند "مَسقي" آهي. مَسقي ڍاول کي چوندا آهن. حضرت عبدالله مَسقي رضہ جڏهن وڏو ٿيو تہ جنهن بہ پٿر ۾ ٽنگ ڪندو هو يا زمين ۾

ڪڏ ڪوڻيندو هو تہ اُنان مٺو پاڻي نڪري ايندو هو. اِهو هو حضور ﷺ جن جي زبان مبارڪ مان نڪتل لفظن جو اثر . (بيهقي حاڪم خصائص ڪبريٰ)

حضرت عتبہ بن فرقد رضہ جنهن حَضرت فاروق اعظم رضہ جي خلافت جي وقت موصل کي فتح ڪيو هو، تنهن جي زال بيبي اُمّ عاصم رضہ بيان ٿي فرمائي تہ عتبہ رضہ جي گهر ۾ اسين چار عورتون هونديون هيوسين. چارئي عطر ۽ خوشبوءِ جي لڳائڻ ۾ هڪ ٻيءَ کان وڌيڪ ڪوشش ڪنديون هيوسين، مگر عتبہ رضہ صرف سادو تيل استعمال ڪندو هو. تڏهن بہ سندن بدن مان اسان سڀني عورتن کان وڌيڪ معطر خوشبوءِ ايندي هئي. جڏهن ٻاهر نڪرندا هئا تہ ماڻهوحيران ٿي پڇندا هئا تہ اي عتبہ رضہ! اوهان هيءَ ڪهڙي خوشبوءِ لڳائي آهي، اسان ڪڏهن بہ هن کان وڌيڪ خوشبوءِ نہ سونگهي آهي. هڪ ڏينهن مون عتبہ رضہ کان پڇيو تہ اسين تنهنجون گهرَ واريون خوشبوءِ لڳائڻ ۾ هڪ ٻين کان وڌيڪ ڪوشش ڪريون ٿيون مگر پوءِ بہ اوهين اسان کان تمام گهڻو خوشبودار لڳو ٿا . اوهان وٽ اهوڪهڙو عطر آهي؟ عتبہ رضہ جواب ڏنو تہ حضور ﷺ جن جي زماني ۾ منهنجي ساري بدن تي ڦُڙهہ ۽ زخم ٿي پيا هئا ، سو حضور ﷺ جن وٽ پيش ٿي ڪين پنهنجي بدن جي تڪليف جو حال بيان ڪيم. سرڪارِ دوعالم ﷺ جن فرمايو تہ عتبہ رضہ پنهنجا اهي ڪپڙا لاهي گوڏ ٻڌي اچ. پوءِ آءٌ گوڏ ٻڌي اچي حاضر ٿيس. پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجي منهن مبارڪ جو لعاب ڪڍي منهنجي بدن تي مکيو. پوءِ اهي زخم ۽ ڦُڙهہ وغيره تہ ڇڏي ويا ، مگر منهنجي ساري بدن ۾ اُها خوشبوءِ پيدا ٿي ويئي آهي جا سڀني خوشبوئن کان اعليٰ ۽ افضل آهي ۽ هر هڪ ماڻهو انهيءَ خوشبوءِ ۾ حيران آهي. (حديث "طبراني" )

حضرت بيبي عُميره بنت مسعود رضہ روايت ٿي ڪري تہ اسين پنج ڀيڻون هيونسين. هڪ ڏينهن پنجئي گڏجي حضور ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيونسين. رسول الله ﷺ جن ان وقت (قديد)

يعني سُڪل ۽ پڪل گوشت ڪائي رهيا هئا. پاڻ ﷺ جن هڪ ٽڪرو گوشت جو پنهنجي منهن مبارڪ وارو ڪڍي پنهنجن مبارڪ هٿن سان اسان کي عنايت فرمايو. جنهن کي اسان پنجن ئي پاڻ ۾ ورهائي کاڌو. آخر عمر تائين ڪڏهن بہ اسان جي منهن ۾ نہ بدبوءِ ٿي ۽ نہ ئي ڪا بيماري ٿي. (اُصابہ عميره بنت مسعود رضہ)

خيبر واريءَ جنگ ۾حضرت مسلمه بن الاڪوع رضہ کي لڙائيءَ ۾ اهڙو ڌڪ لڳي ويوجو هر ڪنهن سمجهيو ٿي تہ شهيد ٿي ويندا. رسول الله ﷺ جن سندن زخم تي ٽي دفعا پڙهي دم ڪيو. تنهن کان پوءِ منهن مبارڪ مان لعاب ڪڍي ان زخم تي لڳايائون زخم بلڪل ٺيڪ ٿي ويو ۽ درد تڪليف سڀ ختم ٿي ويئي.

هڪ ڏينهن هڪ نهايت بدزبان عورت حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي ۽ ڪائنن سندن منهن مبارڪ جي پِڪَ (لعاب) جو ذرو گهريائين. حضور ﷺ جن پنهنجي منهن مبارڪ مان لعاب جو ذرو ڪڍي ڪيس ڏنو. سو هن عورت پنهنجي منهن ۾ وڌو. ان ڏينهن کان پوءِ ڪڏهن بہ اُنهيءَ عورت جي منهن مان بدزباني ٻڌڻ ۾ نہ آئي.

صلح حديبہ وارن ڏينهن ۾ رسول الله ﷺ جن حُديبہ جي مقام تي اقامت فرمائي. تمام وڏو لشڪر ساڻن همراه هو. اسلامي لشڪر حُديبہ جي کوهہ مان پاڻي پرڻ شروع ڪيو. ماٺهو تمام گهڻا هئا، پاڻي ختم ٿي ويو ۽ کوهہ سڪي ويو. اها حالت ڏسي حضور ﷺ جن هڪ ٿانوَ ۾ ٿورو پاڻي گهرايو ۽ وضو فرمائڻ لڳا. هڪ گرڙي پاڻيءَ جي پنهنجي منهن مبارڪ مان ڦيرائي اُن کوهہ ۾ وڌائون. حُديبہ واري اُن کوهہ ۾ اهڙي تہ برڪت ٿي پيئي جو پاڻيءَ سان پرجي ويو. جيترا ڏينهن اسلامي لشڪر اتي رهيو، اوترا ڏينهن عام طرح پاڻي استعمال ڪندا رهيا. اڄ ڏينهن تائين ان کوهہ جو پاڻي ختم نہ ٿيو آهي.

## حضور ﷺ جن جي هٿن مبارڪن جو بيان

حضور اڪرم ﷺ جن جون ٻانهون ڏگهيون ۽ ڏونرا گوشت سان پريل نظر ايندا هئا، ڪلها مبارڪ نہ اجايا ٿلها نہ اجايا سنها پورا پُنا،

سينو مبارڪ ڪشادو ۽ فراخ، گردن مبارڪ ڪان وني هڪ تمام سنهي وارن جي قطار ڏُن مبارڪ تائين هلي ويندي هئي. عالمن لکيو آهي ته اها ليڪ شَقِ صدر (سيني مبارڪ) ڪي بار بار چيرڻ سبب هوندي هئي. سندن ڪَرايون ڊگهيون، هٿ نهايت نرم ۽ نازڪ ريشم کان به وڌيڪ نرم، آنڱريون ڊگهائيءَ مائل تمام سهٽيون حَسين نازڪ ۽ نفيس هونديون هيون.

حضرت انس رضہ فرمائي ٿو ته مون حضور ﷺ جن جي هٿن مبارڪن جهڙي نرم، فرحت بخش ۽ ٿڌي شيءِ ڪابه ڪونه ڏٺي. نه ريشم اهڙو ٿي سگهي ٿو ۽ نه دَيبا. نه وري سندن جسم پاڪ جي خوشبوءِ جهڙي ڪا خوشبوءِ ڏٺيم. (صحيح بخاري)

حضور ﷺ جن جي دستِ شفاجو ڪهڙو بيان ڪريان. سندن سخا جا هٿ ايترا ته ڊگها آهن، جو اَڄ ڏينهن تائين ڪوسائل سندن در تان خالي نه ويو آهي ۽ نه قيامت تائين ڪو خالي ويندو، بلڪ قيامت ۾ به ڪو ونڻ وارو ته هجي، هتي اصل دير نه آهي.

حضور اڪرم ﷺ جن سان جڏهن ڪوشخص هٿ ملائيندو هو ته اُن خوشقسمت شخص جي هٿن مان رسول پاڪ ﷺ جن واري اها خوشبوءِ ايندي رهندي هئي. جيڪڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪنهن ٻچي جي مٿي تان هٿ ڦيرائي ڇڏيندا هئا ته اهوٻچو خوشبوءِ ۾ ٻين کان وڌيڪ ڏسڻ ۾ ايندو هو.

حضرت جابر بن سمره رضہ فرمائي ٿو ته مون حضور ﷺ جن سان گڏ اڳينءَ جي نماز پڙهي. نماز پڙهڻ بعد جڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجي گهر ڏانهن روانا ٿيا ته آءٌ به سندن پويان روانو ٿيس. رستي ۾ ننڍڙا ٻار حضور ﷺ جن جي سامهون آيا، پاڻ ﷺ جن اُنهن مان هرهڪ جي منهن تي هٿ مبارڪ ڦيرايو ۽ منهنجي منهن تي به پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايائون. مون کي سندن مبارڪ هٿن مان اهڙي ته ٿڌائي، فرحت ۽ خوشبوءِ حاصل ٿي، جو مون ائين سمجهيو ته حضور ﷺ جن ڪنهن عطر سان ڀريل پيتيءَ مان پنهنجو مبارڪ هٿ ڪڍي منهنجي منهن تي ڦيرايو آهي. (صحيح مسلم ۽ مواهب لدنيہ)

حضرت وائل بن حجر رضہ فرمائي ٿو تہ جڏهن بہ مان حضور ﷺ جن سان مُصاحفو ڪندو هوس يا ڪڏهن منهنجو بدن پاڻ ﷺ جن جي بدن مبارڪ سان لڳي ويندو هو تہ اُن جو اهو اثر ٿيندو هو جو ڪيترو وقت منهنجي بدن ۽ هٿن مان مشڪ ۽ ڪتوريءَ کان بہ وڌيڪ خوشبوءِ ايندي رهندي هئي.

حضرت يزيد بن اَسود رضہ فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن مون سان پنهنجو هٿ، هٿ سان ملايو. ڇا ڏنم تہ اهو هٿ مبارڪ ڪتوريءَ ۽ مشڪ کان وڌيڪ خوشبودار ۽ برف کان زياده ٿڌو هو. (مواهب لدنيہ)

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي:

[يَدُالله فَوقَ ايديهم (الخ سورة فتح]).

يعني: اي حبيب اَوهان جو هٿ مبارڪ اصحابن سڳورن جي هٿ مٿي آهي ۽ منهنجو هٿ اوهان جي هٿ مبارڪ جي مٿان رکيل آهي.

مڪہ معظم جي فتح واري ڏينهن حضور ﷺ جن ڪعبة الله شريف ۾ تشريف فرما ٿيا. اُن زماني ۾ ڪعبة الله شريف جي قريب مڪہ شريف جي ڪافرن ٽي سؤ سٺ بُت ننڍا وڏا پنهنجي پوڄا لاءِ گڏڪري رکيا هئا. حضور ﷺ جن ڪعبة الله جي حد مان ڪجھہ پٿريون پنهنجن مبارڪن هٿن ۾ کڻي انهن تي ڪلمون شهادت پڙهي اُنهن بتن ڏانهن ڦٽيون ڪيون ۽ پنهنجي لڪڻ سان ڪين اشارو ڪيو. اشاري ڪرڻ شرط سيئي نقلي خدا ڌڙا ڌڙ اچي مُنهن ڀر ڪريا ۽ ڀڃي ٽڪرا ٽڪرا ٿيا. انهن هٿن مبارڪن جي هڪ اشاري سان چنڊ بہ ٽڪرا ٿي اچي لٿو. انهن هٿن جي مبارڪ آنگرين جي لڳڻ سان جبلن ۽ پٿرن مان مني ۽ ٿڌي پاڻيءَ جا چشما جاري ٿي ويا، بلڪہ بعض معجزن ۾ تہ خود اهي آنگريون مبارڪ پاڻ مني ۽ ٿڌي پاڻيءَ جو چشمو بنجي ويون، جن جو بيان ايندو.

حضرت آبيض بن حَمّال رحہ جي منهن مبارڪ تي ڏدِ نڪتي جا اينترو تہ وڌي ويئي جو چهرو ئي بدلجي ويو. هڪ ڏينهن ڪين حضور ﷺ

جن پاڻ وٽ گهرائي پنهنجا شفا جا هٿ مبارڪ سندن منهن تي گهمايا، بس اُنهيءَ ڏينهن شام تائين ڏڍ جوڪو نالو نشان نہ رهيو.

حضرت شرجيل رحہ جي هٿ ۾ ترئ مٿان هڪ اهڙي ڳنڍ هوندي هئي جو گهوڙي جو لغام يا تلوار جو قبضو جهلي نہ سگهندا هئا. تن هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن سان اها شڪايت بيان ڪئي. پاڻ ڪريمن ﷺ جن پنهنجي هٿ مبارڪ جي ترئ اُن ڳنڍ تي مَلي ٿوري دير بعد اها ڳنڍ غائب ٿي ويئي. هٿ هٿن جهڙو ٿي ويو.

(دلائل حافظ ابونعيم)

هڪ عورت پنهنجو پٽڙو وٺي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيائين تہ يارسول الله ﷺ! منهنجي پٽ کي جِنّ جو اثر آهي يا چريائي آهي، جيڪا ڪنهن بہ حيلي سان ٺيڪ نٿي ٿئي. ٻنهي جهانن ۾ شفا ڪندڙ شافيءَ پنهنجو دست شفا ان ٻار جي سيني تي ڦيرايو. ڇوڪري کي يڪدم اُلٽي آئي؛ سندس پيٽ مان ڪاري ڪُتي جو ننڍو مثل ٻچو نڪتو، ڇوڪري کي يڪدم آرام ٿي ويو.

اُحد جي جنگ ۾ حضرت قتاده رضہ کي هڪ تير اک ۾ اچي لڳو. اک جو تارو نڪري ڳل تي لٽڪيو رهيو هو. حضور ﷺ جن تارو ڪٽي اک ۾ ساڳيءَ جاءِ تي رکيو ۽ اک تان پنهنجو شفا وارو هٿ ڦيرائي ڇڏيو. بس اک، اک جهڙي ٿي ويئي. ڪو شخص نہ چوندو هو تہ هيءَ اُها تير لڳل اک آهي، يا ڪڏهن ڪو هن اک کي صدمو پهتو هو.

حضرت عبدالله بن عتيڪ رضہ هڪ مردود يهوديءَ کي رات جو قتل ڪرڻ بعد سيڙهيءَ تان اونداهيءَ ۾ لهندي ڪِري پيا. سندن ٽنگ صفا ٽٽي پيئي. کين رسول الله ﷺ جن اڳيان آندو ويو. حضور ﷺ جن فرمايو تہ عبدالله ٽنگ ڏِکي ڪر. عبدالله رضہ ٽنگ ڏِکي ڪئي، حضور ﷺ جن اُن ڀڳل ٽنگ تي پنهنجامبارڪ هٿ ڦيرايا. ٽنگ اهڙي تہ چاڪ چڱي ڀلي ٿي پيئي جوڪو بہ نٿي چئي سگهيو تہ هيءَ ٽنگ ڪڏهن ڀڳي بہ هئي.

حضرت عائذ بن سعيد رضہ عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ اوهين پنهنجو هٿ مبارڪ منهنجي منهن تي گهمايو. حضور ﷺ جن وڏيءَ خوشيءَ سان سندس منهن تي پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايو تہ اُن جوچهرو نوراني ٿي ويو.

حضور ﷺ جن هڪ دفعي حضرت عبدالله بن عبد رضہ ۽ عبدالرحمان بن عبد رضہ ٻنهي ڀائرن جي مٿي تان پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايو هو ۽ دعا ۽ برڪت فرمائي هئي. اُهي ٻئي ڀائر جڏهن وار لهرائيندا هئا تہ جنهن جاءِ تي حضور ﷺ جن جو هٿ مبارڪ لڳو هو، اُهي وار ٻين وارن کان اڳ پيدا ٿي ايندا هئا، جيڪي صاف نظر ايندا هئا.

جڏهن چضرت عبدالرحمان بن زيد بن خطّاب قريشي عدوي رضہ ڄائو تہ سندس نانو ابو لبانہ کيس حضور ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ کڻي آيو. حضور ﷺ جن اُن ننڍين ڄاول ٻچي جي مٿي تان هٿ ڦيرايو ۽ دعا فرمايائون. پوءِ اُن دعا جو اهڙو اثر ٿيو جو حضرت عبدالرحمان رضہ جڏهن وڏو ٿيو تہ سندس منهن مبارڪ همسہ نوراني ڏسڻ ۾ ايندو هو. اگر پاڻ ٻين گهڻن ماڻهن ۾ ويٺو هوندو هو تہ سڀني کان مٿيرو ۽ اوچو نظر ايندو هو.

حضور ﷺ جن حضرت قتاده رضہ بن مَلحان قيسيءَ جي منهن تي هٿ ڦيرايو هو. پوءِ پاڻ جڏهن بلڪل ضعيف پوڙهو ٿي ويو ۽ سندس ٻيا سڀ عضوا ڪمزور ٿي ويا، مگر منهن مبارڪ نوجوانن کان بہ وڌيڪ سهڻو ۽ نوراني لڳندو هو.

حضور ﷺ جن قيس بن زيد ڪوڙهيءَ جي مٿيٗ تي هٿ مبارڪ رکي دعاءِ برڪت فرمائي، اُن جيٗ ڪوڙهہ تہ ڇڏي ويئي پر هو سؤ ورهين جو ٿي پوءِ هن دنيا مان وفات ڪري ويو.

هجرت واري سفر ۾ حضور ﷺ جن پنهنجي رفيق ۽ دوست، حضرت ابابڪر صديق رضہ سان گڏ سفر ڪري رهيا هئا. هڪ هنڌ هڪ شخص ٻڪريون چاري رهيو هو. حضور ﷺ جن اُن شخص کي سڏ

ڪري فرمايو تہ اسين مسافر آهيون، اسان کي پنهنجي ٻڪرين مان ڪجهہ کير ڏي. اُن عرض ڪيو تہ هي جيترين بہ ٻڪريون آءُ چاري رهيو آهيان تن ۾ هڪ بہ اهڙي ٻڪري ناهي جنهن ۾ کير هجي. جي نہ تہ آءُ اڪين سان اوهان مسافرن کي کير ڏُهي ڏيان ها. حضور ﷺ جن ڪانئس اجازت وٺي هڪ ٻڪري جهلي تنهن جي ٿڻن تي پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايو پوءِ حضرت ابابڪر صديق رضہ ٻڪريءَ کي ڏهڻ لڳا. پاڻ ٻنهي بزرگ هستين کير پِي ڍؤ ڪيو ۽ ٻڪرار کي بہ ڍؤ ڪري کير پياريائون. ٻڪرار ويچارو حيران ٿي ويو تہ هيءُ ڇا ٿيو. آخرڪار پڇڻ لڳوتہ اوهين ڪير آهيو؟ حضور ﷺ جن جواب ۾ فرمايو تہ مان الله جو نبي ۽ رسول ﷺ آهيان ۽ هيءُ منهنجو دوست ۽ رفيق ابوبڪر صديق رضہ آهي. ٻڪرار ڳالهيون تہ اڳيئي ٻڌي چڪو هو تہ مڪہ معظم ۾ رسول اڪرم ﷺ جن پيدا ٿيا آهن، سو اُتي ڪلمون شريف پڙهي مسلمان ٿيو.

اهڙيءَ طرح مُعبد رضہ وٽ هڪڙي پوڙهي ضعيف ٻڪري هوندي هئي، جيڪا پنهنجو ساه ڪٽي چرڻ لاءِ جهنگل ۾ بہ نہ وڃي سگهندي هئي. حضور ﷺ جن پنهنجو هٿ مبارڪ ان ٻڪريءَ جي ٿڻن تي ڦيرايو تہ اها بہ کير ڏيڻ لڳي ويئي.

حضرت مدلوڪ فزاري رضہ بيان ٿو ڪري تہ منهنجو آقا مون کي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ وٺي آيو. مون اسلام آندو ۽ مسلمان ٿيس. حضور ﷺ جن منهنجي لاءِ دعاءِ خير ۽ برڪت فرمائي ۽ منهنجي مٿي تان هٿ مبارڪ ڦيرايائون. منهنجا مٿي جا وار ساري عمرڪارا ئي ڪارا رهيا هڪ وار بہ اڇو نہ ٿيو.

حضرت معاويہ بن ثوربن عباده رضہ پنهنجي فرزند بشر رضہ کي حضور ﷺ جن جي بارگاهہ ۾آندو. عرض ڪيائين تہ يارسول الله ﷺ منهنجي فرزند بشر کي منهن تي هٿ ڦيرايو. حضور ﷺ جن حضرت بشر جي منهن تان هٿ ڦيرايو. حضرت بشر رضہ جن جي منهن مبارڪ تي حضور ﷺ جن جي هٿ مبارڪ جونشان چنڊ وانگر ظاهر هوندو ه

۽ حضرت بشر رضہ جنھن بہ بيمار تي هٿ ڦيرائيندا هئا تہ الله تعاليٰ ان کي شفا فرمائيندو هو.

سرڪار مدني ﷺ جن حضرت بشر رضہ جي والد حضرت معاويہ جن جي مٿي تان بہ هٿ ڦيرايو هو، سو حضرت بشر رضہ پنهنجي والد جي ساراھہ ۾ چوندو هوتہ:

وَ ابي الذّي مسح النبيّ ﷺ براءسهِ وَ دعاء له باالخير والبركات

يعني: منهنجو والد صاحب اُهو تہ آهي جنھن جي مٿي تي سيدالانبياءﷺ جن پنهنجو رحمت وارو هٿ مبارڪ ڦيرايو هو ۽ ان لاءِ دعاءِ خير ۽ برڪت ڪئي هئي.

حضرت يزيد بن قنافہ بن طائي رضہ حضور ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو. سندس مٿو بلڪل گنجو هو، جنھن تي نالي ماتر هڪ وار بہ نہ هو. حضور ﷺ جن سندس مٿي تان هٿ ڦيرايو تہ انهيءَ وقت وار نڪرڻ شروع ٿيا.

ابن دَريد رحہ فرمائي ٿو تہ آءٌ بلڪل نامرد هوس. حضور ﷺ جن منهنجي منهن ۽ مٿي تي پنهنجا هٿ مبارڪ گهمايا تہ مان ڪامل مرد بنجي ويس.

حضرت يسّار رضہ جي نياڻي عَمره رضہ فرمائي ٿي تہ منهنجو والد حضور ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ حاضر ٿيو. حضور ﷺ جن کيس مٿي تي هٿ ڦيرايو ۽ بہ چادرون۽ هڪڙي تلوار کيس عنايت فرمايائون. منهنجي والد صاحب جي مٿي جا وار ساري عمر اڇا نہ ٿيا، ڪارا ئي ڪارا رهيا.

حضرت ابو زيد بن اخطب انصاري رضہ خزر جي قبيلي مان انصار هو، سو فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن منهنجي منهن ۽ مٿي تان پنهنجا هٿ مبارڪ ڦيرايا هئا. منهنجي عمر هڪ سؤ سالن کان بہ مٿي ٿي ويئي، مگر منهنجي ڏاڙهي ۽ مٿي جي وارن مان هڪ وار بہ اڇو نہ ٿيو. سبحان الله!

حضرت ابوسنان رضہ جي مٿي ۾ منھن تي حضور ﷺ جن ھٿ مبارڪ گھمايا ھئا. ھو نوي ورھين جي عمر ۾ بہ بلڪل جوان نظر ايندو ھو.

حضرت ابوغزوان جڏھن اجان ڪفر جي حالت ۾ ھو، ان وقت حضور ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ حاضر ٿيو. حضور ﷺ جن فرمايو تہ تنھنجو نالو ڇا آھي. عرض ڪيائين تہ ابو غزوان. رسول الله صہ جن ستن ٻڪرين جو سمورو کير آڻي ڪيس پيش ڪيو. ابو غزوان اھو سڀ کير پي ويو. ان بعد رسول الله ﷺ جن ڪيس اسلام جون خوبيون،ڀلايون ۽ برڪتون سمجھايون ۽ اسلام جي دعوت ڏنائونس. ھو ڪلمون پڙھي مسلمان ٿيو. ٻئي ڏينھن حضور ﷺ جن فقط ھڪ ٻڪريءَ جو کير ابوغزوان رضہ کي آڻي ڏنو تہ اھو بہ پورو پي نہ سگھيو ۽ بچائي ڇڏيائين.

حضرت سُھيل بن رافع رضہ کجور جا ٻہ سير کن کڻي ۽ پنھنجي نياڻيءَ عَميره کي پاڻ سان گڏ وٺي بارگاھہ نبويءَ ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله ﷺ مون کي ۽ منھنجي ھن نياڻيءَ کي دعا ڪريو. حضور ﷺ جن نياڻيءَ جي مٿي تي ھٿ مبارڪ ڦيرايو. بيبي عَميره رضہ فرمائي ٿي تہ مان قسم خدا جو ڪڻي چوان ٿي تہ جنھن وقت حضور ﷺ جن منھنجي مٿي تي پنھنجو ھٿ مبارڪ رکيو تہ ان ھٿ مبارڪ جي ٿڌاڻ مون پنھنجي سيني تائين محسوس ڪئي ۽ اڄ تائين انھيءَ ھٿ مبارڪ جي فرحت، لذت ۽ ٿڌائي مان محسوس ڪندي آھيان.

حضرت مُسائب بن يزيد رضہ جو آزاد ڪيل غلام عطاءَ رضہ بيان ٿو ڪري تہ مون ڏٺو تہ منھنجي آقا مُسائب جي ڏاڙھيءَ جا وار اڇا ڪپھہ جھڙا ٿي ويا آھن ۽ مٿي جا وار ڪارا ئي ڪارا آھن. مون منھنجي آقا کان انھن جو سبب پڇيو. ھن جواب ڏنو تہ ننڍپڻ ۾ آءٌ بہ ننڍن ڇوڪرن سان گڏ راند ڪري رھيو ھوس. حضور ﷺ جن اتان اچي گذريا اسان کي راند ڪندي ڏٺائون ۽ سلام فرمايائون، اسان سيني

جواب ۾ وعليڪم السلام عرض ڪيو. حضور ﷺ مون کي سڏي منهنجي مٿي تان پنهنجو هٿ مبارڪ گهمايو ۽ دعا فرمايائون ته الله تعاليٰ توکي برڪت عطا فرمائي؛ سو جتي سيد عالم ﷺ جن جو هٿ مبارڪ لڳي چڪو آهي اُتي جا وار هرگز اڇا نه ٿيندا.

حضرت عبدالله بن مسعود رضہ بيان ٿو فرمائي ته ننڍپڻ ۾ مان عقبہ بن ابي معيط جون ٻڪريون چاريندو هوس. هڪ ڏينهن رسول الله ﷺ جن ۽ سندن رفيق حضرت ابابڪر صديق رضہ مون وٽ جهنگل ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ فرمايائون ته ڇوڪرا، اسان کي ڪجهه کير پيار. مون عرض ڪيو ته ٻڪريون پَرايون آهن، آءٌ فقط چارڻ وارو آهيان. تنهن تي پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته ڀلا اهڙي ڪا ٻَٺ هن ڌڻ ۾ آهي، جنهن تي اجان نر نه پيو هجي. مون عرض ڪيو ته ها، مگر اها ڇا کير ڏيندي. مون هڪ ٻَٺ جهلي حضور ﷺ جن جي اڳيان حاضر ڪئي، جنهن تي اجان نَر نه چڙهيو هو، پر ٿڻ بہ ظاهر ڪونہ هئا. صرف ذرا ذرا نشانيون هيون. حضور ﷺ جن اُن ٻَٺ جي ٿڻن تي هٿ مبارڪ ڦيرايو ته هڪ وڏو ٿڻ ظاهر ٿي آيو. اُن ٿَڻِ مان حضور ﷺ جن پاڻ پنهنجي مبارڪ هٿن سان کير ڏُهي ڀرين مون کي ۽ حضرت ابوبڪررضہ پياري ڍؤ ڪرايو. تنهن کان پوءِ پاڻ ڪريمن ﷺ پيتو. پوءِ ان ٿڻ کي حڪم ڪيائون ته چڙهي وڃ، تہ اهو ٿڻ چڙهي ويو. ٻَٺِ جهڙي اڳي هئي تهڙي ٿي ويئي. اهو معجزو ڏسي مون عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ مون کي دعا ڪريو. پاڻ ڪريمن ﷺ منهنجي مٿي تي پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايو ۽ دعا فرمائي ته الله تعاليٰ توکي علم عطا فرمائي. پوءِ انهيءَ وقت مون حضور ﷺ ۽ حضرت ابابڪر صديق رضہ جي سامهون اسلام قبول ڪيو ۽ مسلمان ٿيس.

حضرت محمد بن انس بن فضالہ انصاري اوسي رضہ بيان ٿو فرمائي ته جنهن وقت رسول الله ﷺ جن مڪہ معظم کان هجرت ڪري مدينہ منوره ۾ رونق افروز ٿيا، اُن وقت مان ٻن هفتن جو ٻار هوس، مون کي حضور ﷺ جن جي بارگاهہ عاليہ ۾ کڻي آيا. حضور ﷺ جن

منهنجي مٿي تان پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايو ۽ دعا فرمائي، تنهن بعد ارشاد فرمايائون تہ هن فرزند جو نالو منهنجي نالي تي محمد رکو، مگر سندس ڪُنيت منهنجي نہ رکجو.

حضرت محمد بن اَنس رضہ جو فرزند يونس رضہ بيان ٿو ڪري تہ منهنجو والد تمام ٻڍو ضعيف ٿي ويو. سندس ساري بدن جا وار بلڪل سفيد ٿي ويا، مگر مٿي جا وار ڪارا ئي ڪارا رهيا.

حضرت عباده بن عثمان زرقيءَ رضہ جي مٿي تان حضور ﷺ جن هٿ مبارڪ گهمايا هئا ۽ دعا ڪئي هئائون. حضرت عباده رضہ اسي سالن جي عمر کي پهتا، مگر سندن هڪ وار بہ اڇو نہ ٿيو.

حضرت بشير بن عقربہ رضہ بيان ٿا فرمائين تہ منهنجو والد صاحب مون کي رسول الله ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ وٺي ويو. پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ هيءُ ڪير آهي؟ منهنجي والد جواب ۾ عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ هي منهنجو فرزند آهي. پاڻ ڪريم ﷺ جن مون کي پاڻ وٽ سڏي ويهاريو ۽ منهنجي مٿي تان پنهنجو دستِ شفا ڦيرايو ۽ مون کان پڇيائون تہ پٽ تنهنجو نالو ڇا آهي، مون عرض ڪيو تہ منهنجو نالو بُحير آهي. پاڻ ڪريمن ﷺ جن فرمايو تہ، نہ نہ، تنهنجو نالو بُحير نہ پر بشير آهي. ان ڏينهن کان پوءِ منهنجو نالو بشير ٿي ويو، آءٌ صفا ٻاتو هوندو هوس، سڌو ڳالهائي ڪونہ سگهندو هوس. حضور ﷺ جن پنهنجي مُنهن مبارڪ مان لعاب جو ذرو ڪڍي منهنجي منهن۾ وڌو. بس اُنهيءَ وقت منهنجي لُڪنت ۽ ٻاتائي ڇڏي ويئي ۽ زبان صاف ۽ فصيح ٿي پيئي. منهنجي مٿي جا وار هميشه ڪارا رهيا.

رسول الله ﷺ جن حضرت حَذيمہ بن عاصم عڪليءَ رضہ جي منهن تي پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايو هو، سو آخر عمر ۽ وفات تائين بلڪل جوان نظر ايندو هو. سندس منهن مبارڪ هميشه چمڪندڙ ۽ تابان (روشن) نظر ايندو هو.

حضرت فراش بن عمرو رضہ پنهنجي پيءُ سان گڏجي خدمت پاڪ ۾حاضر ٿيو ۽ مٿي جي سور جي شڪايت ڪيائين. پاڻ صہ جن ڪيس

پنهنجي سامهون ويهاريو. پوءِ پنهي اکين جي وچ واري چمڙي جهلي چڪيائون. سور تہ انهيءَ مهل لهي ويو، مگر جتي پاڻ ڪريم ﷺ جن جون مبارڪ آڱريون لڳيون هيون اُتي وار نڪري آيا.

حضرت عمرو بن تُغلب رضہ جي مٿي ۽ منهن تي رسول پاڪ ﷺ جن پنهنجا هٿ مبارڪ ڦيرايا هئا، اهي سؤورهين جي ڄمار ڪي پهتا ۽ سندس مٿي ۽ ڏاڙهيءَ مبارڪ جا وار جوانن وانگر ڪارا هوندا هئا.

حضرت اُسيد بن ابي آياس ڪنافي رضہ جي سيني تي رسول پاڪ ﷺ جن هٿ مبارڪ ڦيرايو هو، تنهن جو اثر اهو ٿيو، جو حضرت اُسيد جڏهن بہ ڪنهن اونداهي گهر يا انداهيءَ رات ۾ نڪرندا هئا تہ آسپاس روشني ٿي ويندي هئي. (معجم صغير طبراني)

حضرت علامہ سيّوطي رحہ حضرت انس رضہ کان روايت ٿو ڪري تہ رسول الله ﷺ جن جو نڪاح جڏهن حضرت اُم المؤمنين بيبي زينب بنت جحش سان ٿيو تہ منهنجي والده ماجده بيبي اُم سليم جن تحفي طورڪجور، پنير ۽ گيهہ ملائي هڪ طعام تيار ڪيو، جنهن کي عرب ۾ (حَيس) چوندا آهن. اهو طعام هڪ ٿانوَ ۾ وجهي مون کي ڏيئي فرمايائين تہ اي انس رضہ! هيءُ طعام کڻي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ وڃي پيش ڪر ۽ منهنجا سلام عرض ڪر ۽ عرض ڪجانءِ تہ يا رسول الله ﷺ منهنجا ماءُ پيءُ ۽ منهنجي جان اوهان تان قربان، هيءُ تحفو اوهان جي لاءِ منهنجي والده ماجده موڪليو آهي، ان کي قبول فرمايو وڃي. آءٌ اهو ٿانوَ کڻي رسول پاڪ ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيس ۽ جيڪي بہ منهنجي والده ماجده مون کي فرمايو هو سو عرض ڪيم. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ اي انس رضہ اهو ٿانوَ کڻي هڪ طرف ڪري رک. مون اهو ٿانوَ هڪ طرف رکي ڇڏيو. وري پاڻ فرمايائون تہ هاڻي فلاڻي فلاڻي اصحابن سڳورن کي سڏي اچ ۽ پيو جيڪو بہ مسلمان توکي رستي ۾ ملي، تنهن کي بہ دعوت ڏيئي منهنجي گهر موڪل. آءٌ اتان روانو ٿيس. رستي ۾ جيڪو شخص مون کي مليو ٿي تنهن کي دعوت ڏيندو ويس. پوءِ اصحاب ڪرامن کي وٺي رسول پاڪ ﷺ جن جي گهر پهتس. ڇا ڏسان تہ سندن گهر مبارڪ ۾

ٿن سؤ ماڻهن کان مٿي دعوت کائڻ لاءِ اچي حاضر ٿيا اهن. رسول الله ﷺ جن ان طعام تي پنهنجو هٿ مبارک ڦيرايو ۽ برکت جي دعا فرمايائون. پوءِ اُنهن ماڻهن مان ڏهن ڏهن ماڻهن جي ٽوليءَ کي سڏي ويهاري کارائيندا ويا. اُنهن ڏهن کائي پيٽ ڀريو ٿي تہ وري ٻيا ڏهہ ماڻهو آيا ٿي. (اعليٰ هذاالقياس) اهڙيءَ طرح سيئي کائي پيٽ ڀري روانا ٿيا، تنهن بعد سيني اصحابن سڀورن ان مان کائي ڍؤ ڪيو ۽ پاڻ ﷺ جن بہ تناول فرمايو تنهن کان پوءِ مون کي فرمايائون تہ انس رضہ هاڻي هيءُ ٿانوَ اوهان جي گهر کڻي وڃ. مون اهو ٿانوَ کنيو، نٿوسمجهان تہ آڻڻ وقت اهو ٿانوَ ڳرو هو يا هاڻي کڻي وڃڻ وقت ڳرو آهي.

رسول اکرم ﷺ جن جڏهن هجرت فرمائي ۽ مدينہ طيبہ ۾ تشريف فرما ٿيا، تنهن وقت حضرت سلمان فارسي رضہ هڪ يهوديءَ وٽ غلام ۽ سندس ڪم ڪار ڪندا هئا. حضور ﷺ جن ان يهودي کي حضرت سلمان جي آزاد ڪرڻ لاءِ فرمايو. اُن يهوديءَ ٻن شرطن تي حضرت سلمان رضہ کي آزاد ڪرڻ جو واعدو ڪيو. شرط هي هئا: هڪ تہ حضرت سلمان فارسي اُن يهوديءَ کي ۴۰ اوقيہ سود ادا ڪري. ٻيو شرط هيءُ هو تہ ٽي سؤ وڻ کجين جا حضرت سلمان پوکي پاڻي ڏيئي وڏا ڪري. اهي جڏهن پڪو ڦر ڏين، پوءِ حضرت سلمان فارسي آزاد آهي. پاڻ ڪريم ﷺ جن اهي يهوديءَ وارا ٻئي شرط قبول فرمايا.

حضور ﷺ جن مدينہ پاڪ جي سيني انصار اصحابن کي گڏ ڪيو، ڪين فرمايائون تہ سيئيئ انصار ۽ مهاجر ملي سلمان رضہ جي مدد ڪريو، جيئن هو هڪ يهوديءَ جي غلاميءَ کان آزاد ٿي وڃي. مدينہ پاڪ جي انصار اصحابن سڀورن پنهنجن پنهنجن باغن مان کجين جا ٻچا يعني ننڍا ننڍا وڻ آڻي حاضر ڪيا ۽ حضرت سلمان فارسيءَ کي اُن يهوديءَ جي باغ ۾ لڳائڻ لاءِ ڏنائون. نبي ڪريم ﷺ جن پاڻ پنهنجي مبارڪ هٿن سان اهو هڪ هڪ کجيءَ جو ٻچو، اُن باغ ۾ لڳايو. فقط هڪڙو ٻچو ڪنهن ٻئي شخص لڳايو. الله تعاليٰ سندن هٿن مبارڪن جي برکت سان اهو ڪرم ڪيو جو انهن کجين اُنهيءَ سال ڦر ڏنو، سو پچي تيار ٿيو، مگر فقط هڪ اُها کجي جنهن کي ٻئي

ڪنهن شخص لڳايو هو، تنهن ڦر نہ ڏنو، تنهن کي وري ڪڏائي امام الانبياء ﷺ جن پنهنجي مبارڪ هٿن سان لڳايو، جنهن اُنهن اڳين ڪجين جي پچڻ تائين ڦر بہ پيدا ڪيو ۽ انهن سان گڏ پچي تيار بہ ٿي ويو. اهو سڀ فصل يهوديءَ کي ڏنو ويو.

هڪ شرط تہ پوروٿي ويو، مگر اجان ٻيو شرط چاليهن اوقين سون وارو رهيو. الله تعاليٰ اُن لاءِ بہ هڪ سبب پيدا ڪيو جو هڪ شخص کي پٽر جي کاڻ مان ڪڪڙ جي بيضي جيڏو سون جو ٽڪرو مليو: اُهوشخص حضور ﷺ جن جو دل و جان سان عاشق هو، تنهن اهو سون جو ٽڪر کڻي اچي پنهنجي محبوب محّمد ﷺ جن جي خدمت ۾ تحفو پيش ڪيو. حضور ﷺ جن اهو تحفو وڏيءَ خوشيءَ سان قبول فرمايو ۽ اهو سون حضرت سلمان فارسيءَ رضہ جي حوالي ڪري ان کي فرمايائون تہ هي سون کڻي وڃي يهوديءَ کي ڏي. حضرت سلمان رضہ عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ هي سون تہ چاليھ اوقيہ نہ ٿيندو، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ سلمان رضہ اسان توکي پنهنجي هٿن مبارڪن سان اهوسون کڻي ڏنو آهي. سو تون يهوديءَ وٽ کڻي وڃ، الله تعاليٰ تنهنجو قرض انهيءَ مان ادا ڪري ڇڏيندو.

حضرت سلمان رضہ اهو سون کڻي يهوديءَ وٽ آيو. يهوديءَ ان سون مان توري چاليھ اوقيہ ڪڍي ورتا، باقي سون حضرت سلمان فارسيءَ رضہ کي واپس ڏنائين. اهو آهي رسول اڪرم ﷺ جن جي مبارڪ هٿن جو احوال ۽ سندن مبارڪ برڪتون ۽ معجزا.

اللهتعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جن جي وسيلي ۽ صدقي ۾ حضرت سلمان فارسيءَ کي اُن مردود يهوديءَ جي غلاميءَ مان آزاد فرمايو.

وہ نبیوں میں رحمت لقب پانے والا،
وہ اپنے پرائے کا غم کھانے والا،
مصیبت میں غیروں کے کام آنے والا،
اُتر کر حرا سے سُوء قوم آیا،
اور اِک نُسخۂ کیمیا ساتھ لایا.

"مُسدس حالی رحہ"

# باب نائون

## حضور ﷺ جن جو سينو مبارڪ ۽ دل پاڪ

سيدالڪونين، ختم المرسلين، امام الانبياءَ محمدّالرسول الله ﷺ جن جون بغلون مبارڪ بلڪل سفيد اڇيون چانديءَ جهڙيون نظر ايندڙيون هيون، جن مان هر وقت مُشڪ، عنبر، ڪستوريءَ ۽ حنا ڪان به وڌيڪ خوشبوءِ نڪرندي رهندي هئي. سيني مبارڪ جو بيان اڳي به اچي چڪو آهي، هتي انهيءَ لاءِ آندو ويو آهي، جو دل هميشه سيني ۾ ئي خدا رکائي آهي. دل ۽ سيني جي جدائي ڪانهي.

الله تعاليٰ انهيءَ سيني مبارڪ جو ڪيڏو نه شان ڪيو آهي. جنهن جي اندر محّمد ﷺ جن جي دل رکائي ويئي هجي. اها دل، جنهن جي صفت انسان نه چا، جنَ ۽ ملائڪ سڀيئي مِلي ڪري به نٿا ڪري سگهن. اها دل، اسرار الاهيءَ جو خزانو ۽ معرفت ربانيءَ جو گهر آهي. حضور ﷺ جن جي سيني مبارڪ کي چار دفعا چيري آبِ ڪوثر سان ملائڪن سڳورن انهيءَ دل مبارڪ کي ڌوئي صاف ڪري مِنجهس نور خدا جو ايمان، علم لدني، علم ظاهري، حڪمت صبر، حليمت، توڪل، رضاجُوئي ۽ ٻيون عجيب حڪمتون پري وري انهيءَ سيني مبارڪ ۾ رکي بند ڪيون. اِهو عمل نوراني ملائڪن جي هٿان چار دفعا عمل ۾ آيو.

الله تعاليٰ پنهنجي ڪلام ۾ ارشاد فرمايو ته: "الم نشرح لڪ صدرڪ." (اي منهنجا حبيب ﷺ اسان اوهان جيءَ دل ۽ سيني مبارڪ کي کولي ڇڏيو آهي). اهوئي سبب آهي جو سندن قلب مبارڪ اسرار الاهيءَ جو اهڙو ته مرڪز آهي، جنهن جهڙو قلب ڪنهن به مخلوق جو هرگز ٿي نٿو سگهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته جڏهن اسين ستل هوندا آهيون ته به اسان جو قلب (دل مبارڪ) هرلمحي ۽ هر وقت سجاڳ رهندي آهي.

## پيٽ مبارڪ

حضور اڪرم ﷺ جن جو پيٽ مبارڪ بلڪل سيني سان هموار نظر ايندو هو، نہ اندر پيل ۽ نہ وري ٻاهر نڪتل.

حضرت بيبي اُمهاني رضہ فرمائي ٿي تہ حضور ﷺ جن جو پيٽ مبارڪ مون ڏٺو هو. سفيد اڇي ڪاغذ جهڙو، ڄڻ تہ اڇا سفيد ڪاغذ هڪ ٻين تي تهہ ڪري رکيا ويا آهن.

## پُٺ مبارڪ

سرڪار مدني جن جي پٺ مبارڪ اهڙي تہ صاف ۽ اڇي سفيد نظر ايندي هئي، ڄڻ تہ صفا ٿيل چانديءَ مان ٺهيل آهي. پويان ٻنهي ڪلهن مبارڪن جي وچ تي ڪبوتر جي آني برابر هڪ ڳنڍ هوندي هئي، جنهن تي گهاٽا وار نظر ايندا هئا. اها هئي مُهر نبوّت مبارڪ، جيڪا خالق اڪبر جي طرفان سندن پشت مبارڪ تي لڳائي ويئي هئي. انهيءَ مهر نبّوت کي خاتم النبوة بہ چوندا آهن. انهيءَ جو ذڪر اڳين سيني ڪتابن ۾ آيل آهي.

حضور ﷺ جن جون جيڪي وصفون ۽ نشانيون الله تعاليٰ جي طرفان اڳوڻن نبين کي پهتيون هيون تن ۾ مهر نبوّت جو صاف صاف ذڪر آيل آهي. هيءُ هڪ عجيب سرِّ عظيم آهي، جيڪو رب پاڪ فقط رسول الله ﷺ جن کي عطا فرمايو آهي.. انهيءَ جي صحيح حقيقت قرآن پاڪ جي مقطع حرفن، طٰہ، يٰس، حٰم - وغيره وانگر ڪوبہ مُفسرَ نٿو ڄاڻي سگهي.

نبوّت را تو ئي آن نامه بر پشت،
که از تعظيم دارد مُهر بر پشت،

يعني: نبوّت جي سَندَ تہ اوهان جي پُٺن مبارڪن تي آهي. الله تعاليٰ اوهان جي تعظيم جي اظهار لاءِ اوهان جي پٺن مبارڪن تي مُهر لڳائي آهي. (مدراج النبوة جلد اول)

# حضور ﷺ جن جا قدم (پير) مبارڪ

اسين قربان اسان جي پياري نبيءَ ﷺ جن جي قدمن مبارڪن مٿان. اوهان جي جُتيءَ جو شان بيان ڪرڻ جي طاقت بہ اسان ۾ نہ آهي، پر اوهان جي مبارڪ قدمن جا جيڪي نشان زمين تي پوندا هئا، انهن جي تعريف ۽ واکاڻ ڪرڻ جي لائق بہ آءٌ گناهگار نہ آهيان. اسان جي شفاعت ڪرڻ وارا شافي! ڪٿي اوهان جو شان ۽ وصف ۽ ڪٿي اسين عاجز. هيءُ تہ فقط دل کي ڏِڍ ڏيئي رهيا آهيون.

حضور ﷺ جن جا پير مبارڪ پُرگوشت (پرپور) سنوان سڌا سهڻا، نازڪ، نفيس، ڳورا ۽ اڇا. آڱريون مبارڪ نفيس، نازڪ، نرم، ڊگهيون (ڊگهائيءَ مائل) نظر اينديون هيون، اجايون ڊگهيون نہ. پيرن مبارڪن تي اگر پاڻي وڌو ويندو هو تہ اهو فوراً وهي هليو ويندو هو. کُڙيون سنهيون، صاف شفاف ۽ سفيد. پٻ ويڪرا، پورا سهڻا خوبصورت جڻ تہ نور جي سانچي مان هينئر نهي نڪتا آهن. حضور ﷺ جن جڏهن هلندا هئا تہ سندن شان ۽ وقار جو ۽ قوّت جو خودبخود اظهار پيو ٿيندو هو، جيئن همت ۽ شجاعت وارن بهادرن جو اصول آهي. جڏهن پاڻ ﷺ جن هلندا هئا تہ ائين محسوس ٿيندو هو جڻ تہ مٿاهينءَ تان هيٺ لهي رهيا آهن.

حضرت ابوهريره رضہ فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن کان وڌيڪ تيز ۽ تکو هلڻ وارو ڪوبہ شخص مون نہ ڏٺو. پاڻ ﷺ جن جڏهن هلندا هئا تہ ائين محسوس ٿيندو هو، جڻ زمين سندن قدمن مبارڪن ۾ ويڙهبي پيئي وڃي. پاڻ ﷺ جن بلڪل آرام سان هلندا هئا، مگر اسين سندن پويان ڊوڙندي بہ نہ پهچندا هئاسون. پنڌ ۾ اسين تمام مشڪل سان ساڻن گڏ هلي سگهندا هئاسين، انهيءَ لاءِ پاڻ ﷺ جن اسان کي اڪثر پاڻ کان اڳتي رکندا هئا ۽ پاڻ ڪريم ﷺ اسان جي پويان ايندا هئا. حضور ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ جنهن وقت مان توهان جي اڳيان هلندڙ هجان تہ منهنجي ۽ اوهان جي وچ ۾ ڪجھ جاءِ خالي رکندا ڪريو،

چاڪاڻ تہ الله جا ملائڪ سڳورا منهنجي پويان هلندا آهن. سان جا پيارا نبي ﷺ جن جڏهن سخت کان سخت پٿر تي پنهنجو قدم مبارڪ رکندا هئا تہ اهي پٿر نرم ڪپهہ جهڙا ٿي سندن قدمن رکڻ لاءِ پاڻ کي پيش ڪندا هئا، تہ متان سندن پيرن مبارڪن کي ڪا تڪليف نہ پهچي.

اي رسول اڪرم ﷺ جن جا اُمتي مسلمانو! جنهن الله جي پياري پيغمبر ﷺ جن جي لاءِ سخت پٿر بہ ڪپهہ جهڙا نرم ٿي، سندن قدمن شريفن لاءِ پاڻ کي پيش ڪن، جنهن جي ادب ۽ احترام ۾ وڻ جهڪي سجدو ڪن، جبل ۽ پهاڙ جن جو حڪم بجا آڻين؛ اسان تي لازم آهي تہ اسين سندن وڏيڪ ادب احترام ڪريون. سندن دين جي پيروي ڪريون. الله تعاليٰ ۽ سندس رسول ﷺ جن جي سيرت پاڪ تي عمل ڪريون. انهيءَ خالق ۽ مالڪ جي ڏيکاريل قاعدي ۽ قانون تي عمل ڪري پاڻ کي ٻنهي جهانن ۾ سوڀارو ۽ سرخرو بنايون.

حضور ﷺ جن جي پيرن مبارڪن جا نشان ريتيءَ يا واريءَ تي هلڻ مهل بہ نہ لڳندا هئا. اُهي پير مبارڪ پنهنجي خالق ۽ مالڪ جي عبادت ۾ ساري ساري رات بيهڻ جي سبب سڄي پوندا هئا. هيءُ اُهي قدم مبارڪ آهن، جن جي هيبت کان اُحد جبل ۽ بشير جبل بہ ڏڪڻ لڳي ويا. انهن مبارڪن قدمن الله تعاليٰ جي فرمان مطابق پنهنجي پياري وطن مڪي معظم کي ڇڏي، مديني پاڪ جون منزلون طئہ ڪيون. انهن مبارڪ پيرن آسمانن، جنتن ۽ صدرة المنتهيٰ تنهن کان اڳتي عرشِ عظيم جو سير ڪيو، انهن ئي قدمن مبارڪن سان هلي وڃي رسول الله ﷺ جن پنهنجي خالق سان ملاقات ڪئي.

أحد ۽ احمد جو، فائق فرق سڃاڻ،
مَتي پردو ميم جو، ڪر راجا ساڻ رهاڻ،
پرهہ ڦٽيءَ پلاڻ، تہ صبح گڏجين سات سان.
(فقيرمحمد اسماعيل نئتوي "خاطي")

# حضور ﷺ جن جو مجموعي قد مبارڪ

رسول الله ﷺ جن جوقد مبارڪ نہ تمام ڊگهو هو ۽ نہ ئي ننڍو. سندن قد مبارڪ پورو پنو هوندو هو، مگر ڏسڻ ۾ ڊگهائيءَ مائل نظر ايندا هئا.

حضرت علي ڪرم الله وجهه فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن ڊگهي ۽ دراز قد نہ هوندا هئا، مگر ڊگهائيءَ مائل هجڻ سبب جڏهن گهڻن ماڻهن ۾ بيٺا هوندا هئا تہ پريان ڪان ڪجھ بلند نظر ايندا هئا. اهو بلند ۽ بالا نظر اچڻ بہ حقيقت ۾ سندن هڪ معجزو هو. سندن باطن مبارڪ وانگر ظاهر ۾ بہ اعليٰ ۽ افضل سيني ڪان ڪجھ مٿيرا نظر ايندا هئا. سندن قد مبارڪ جو پاڇو زمين تي نہ پوندو هو. جيئن تہ سندن نالن مبارڪن مان هڪ نالو نُور آهي ۽ الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ بہ فرمايو آهي تہ: "قد جآء ڪُم مِن الله نورٌ وّ ڪتابُ مبين." (البتہ اوهان ڏانهن الله تعاليٰ جي طرفان نور ۽ ڪَتاب موڪليا ويا آهن، جي صاف ظاهر آهن. هر ڪنهن کي اها خبر آهي تہ نور ۽ روشنيءَ کي پاڇو نٿو هجي). (حڪيم ترمذي)

(ڪتاب نوادرالاموال) ۾ ذڪوان رضہ جي روايت سان بيان ڪيو ويو آهي تہ اُس يا چانڊوڪيءَ ۾ حضور ﷺ جن جو پاڇو نظر نہ ايندو هو.

امام ابن سبع جوقول آهي تہ حضور اڪرم ﷺ جن جي اها خاص خاصيت آهي، جو سندن پاڇو زمين تي نہ پوندو هو. رسول اڪرم ﷺ جن بيشڪ نور هئا ۽ نور کي پاڇو نہ ٿيندو آهي.

بعض راوي روايت ڪن ٿا تہ ان حقيقت جي شهادت اُن حديث شريف مان بہ ملي ٿي تہ حضور ﷺ جن الله تعاليٰ جي بارگاهہ مان دعا گهري هئي تہ اي منهنجا ربّ! منهنجي ساري بدن جي عضون کي نور بنائي ڇڏ. ظاهر آهي تہ نبيءَ جي دعا رد نٿي ٿئي. خاص ڪري حبيب خدا ﷺ جن دعا فرمائين ۽ خدا ڪيئن قبول نہ ڪري. حضور ﷺ جن انهيءَ دعا کي من قول تي ختم فرمايو هو: "و جعلني نوراً" يعني: مون کي نور بنائي ڇڏ.

حضرت ابن مبارڪ رضہ ۽ حضرت ابن جوزي رضہ بروايت حضرت ابن عباس رضہ نقل ٿا ڪن تہ حضور ﷺ جن جو پاڇو اصل نہ هو. جڏهن پاڻ ڪريمﷺ جن اُس يا ڪاڙهي ۾ بيٺل هوندا هئا تہ سندن پاڇو زمين تي نظر نہ ايندو هو، بلڪ سندن پاڇو الٽو سج تي پوندو هو ۽ اگر رات جو چانڊوڪيءَ ۾ بيٺا هوندا هئا تہ بہ زمين جي بجاءِ سندن پاڇو مبارڪ چنڊ تي پوندو هو. سج ۽ چنڊ کان سندن نور مبارڪ گهڻو زياده هو. جڏهن حضور ﷺ جن ڪنهن بتيءَ يا ڏيئي وٽ بيٺل هوندا هئا تہ سندن پاڇو مبارڪ اُن بتيءَ يا ڏيئي تي پوڻ سبب اُن بتيءَ يا ڏيئي جي روشني بلڪل مٺل نظر ايندي هئي. انهيءَ ڪري جو سندن نور مبارڪ انهن شين کان ڪروڙها درجا وڌيڪ هو. جنهن جاءِ تي حضور ﷺ جن اچي ويهندا هئا تہ اها جاءِ حضور ﷺ جن جي نور ۽ خوشبوءِ کان روشن ۽ معطر ٿي ويندي هئي. ڪن روايتن جا راوي فرمائين ٿا تہ رسول الله ﷺ جن جو پاڇو الله تعاليٰ انهيءَ لاءِ پيدا نہ ڪيو هو تہ متان ڪنهن ڪافر جو پير سندن پاڇي مبارڪ تي نہ پوي ۽ بيحرمتي نہ ٿئي.

## هجرت واري سفر مبارڪ جو هڪ مشهور واقعو

هجرت واري سفر مبارڪ ۾ حضور ﷺ جن پنهنجي رفيق ۽ يارِ غار حضرت ابابڪر صديق رضہ سان گڏ مدينہ طيبہ ڏانهن سفر ڪري رهيا هئا. رستي ۾ اُمِّ مُعبد عاتڪہ بنت خالد خزاعيءَ جي تنبوءَ وٽ پهتا. اهو تنبو قديد جي منزل ۾ هو. اها عورت اُمِّ معبد ڏاڍي عقلمند، هوشيار ۽ وڏي عمر جي زال هئي، سا هميشہ پنهنجي گهر جي دروازي تي ويهي ايندڙ ويندڙ مسافرن جي خدمت ڪرڻ لاءِ انتظار ڪندي رهندي هئي. مسافرن جي خدمت ۽ تواضع ۾ مشهور هئي. مسافرن جي کاڌي ۽ پاڻيءَ سان خوب سندن خدمت ڪندي هئي. حالانڪہ اُن وقت تائين اجان هو ٻئي زال ۽ مڙس مسلمان نہ ٿيا هئا، اُن زماني ۾ بہ سخت ڏڪار هو.

سرڪارِ دوعالم ﷺ جن ۽ حضرت ابابڪر صديق رضہ جن بہ انتي پهتا ۽ مائيءَ کان کاڌي لاءِ طلب ڪيائون ۽ کانئس ڪجور، کير يا گوشت جي گهُر ڪيائون. اُمّ معبد عرض ڪيو تہ سائين، هن وقت اسان جي هن علائقي ۾ سخت ڏڪار آهي، اسين ڏاڍيءَ سختي ۽ تنگدستيءَ سان وقت گذاري رهيا آهيون. انهن شين مان جيڪڏهن ڪابہ موجود هجي ها تہ مان اڪين سان حاضر ڪريان ها. مون کي سخت افسوس آهي جو پاڻيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ هن وقت منهنجي گهر ۾ موجود ڪونهي. حضور ﷺ جن ڏٺو تہ تنبوءَ جي اندر هڪڙي ٻڪري ٻڌي بيٺي آهي. جيڪا بلڪل پوڙهي ضعيف هڏن جو پڃرو ٿي پيئي هئي. حضورﷺ جن اُمّ معبد کان پڇيو تہ هيءَ ضعيف ٻڪري هتي ڇو ٻڌي ڇڏي اٿوَ، کولي ڇڏيو تہ ڪجهہ چري اچي. اُم معبد عرض ڪيو تہ سائين، هيءَ ويچاري اهڙي تہ ڪمزور ۽ ضعيف آهي جو ٻين ٻڪرين سان گڏ وڃي بہ نٿي سگهي، تنهنڪري اتي بيٺي آهي. حضور ﷺ جن فرمايو، ڀلا هن ۾ ڪجهہ کير بہ آهي؟ اُم معبد عرض ڪيو تہ سائين، ڪيئي سال ٿي ويا آهن جو هيءَ نٿي ڏئي سو هينئر هن هڏين جي پڃري ۾ کير ڪٿان آيو. حضور ﷺ جن فرمايو تہ مائي جيڪڏهن تون اسان کي اجازت ڏين تہ اسين هن ٻڪريءَ مان ڪجهہ کير ڪڍي پنهنجي ڪتب آڻيون.

اُمّ معبد عرض ڪيو تہ منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان قربان، جيڪڏهن اوهان کي هن ۾ ڪجهہ کير نظر اچي ٿو تہ بلاشڪ ڏُهي پيو، منهنجي اوهان کي دل ۽ جان سان اجازت آهي. حضور ﷺ جن اُن ٻڪريءَ جا ٻئي پويان پير جهلي پنهنجو هٿ مبارڪ سندس ٿڻن تي ڦيرايو ۽ هيءَ دعا فرمايائون.

"بِسم الله الرّحمٰن الرّحيم اللّهمّ بارڪ لها في شاتها"

يعني: اي الله ربّ العالمين! اُمّ معبدجي هن ٻڪريءَ ۾ برڪت وجهي ڏي.

بس دعا ڪرڻ جي دير هئي. الله تعاليٰ جوفضل ٿي ويو، ٻڪريءَ جا ٿڻ کير سان ڀرجي آيا، اينتري قدر ڀريا جو ٻڪريءَ جون پويون

ٿنگون هڪ ٻئي کان جدا ٿي ويون. سندس (اوھ) کير سان پرجي چڪار ٿي پيو. حضور ﷺ جن اُمّ معبد کان هڪ ٿانوَ وٺي کير ڏُهڻ شروع ڪيو. سندن هٿن مبارڪن جي برڪت جا بيان ڪريان. ٿانوَ ته سڄو پرجي ويو، سيني گهر وارن ٻارن ٻچن، اُمّ معبد ۽ ٻين ماڻهن به کير پي ڍؤ ڪيو، تنهن کان پوءِ حضور ﷺ جن پنهنجن ساٿين کي سڏيو جن اڃي کير پي ڍؤ ڪيو، آخر ۾ حضور ﷺ جن ۽ حضرت ابابڪر صديق رضہ جن پيتو. جڏهن سيئي کير پي خوش ٿيا، تڏهن حضور ﷺ جن اُم معبد کي فرمايو ته گهر جا سڀ ٿانوَ کڻي اچ. اُم معبد ٿانوَ کڻي آئي. حضور ﷺ جن اهي سڀ ٿانوَ انهيءَ ٻڪريءَ جي کير مان ڀري اُم معبد کي ڏنا ۽ ٻڪري سندس حوالي ڪري پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجي سفر تي روانا ٿيا.

عالم سڳورا لکن ٿا ته اُها اُم معبد واري ٻڪري حضرت عمر فاروق رضہ جي دور خلافت ۾ به جيئري هئي ۽ کير ڏيندي هئي. مٿئين واقعي کان پوءِ ارڙهن سال پوءِ سخت ڏڪار پيو، جنهن ۾ گهڻا ئي ماڻهو ۽ جانور مري ويا، اُن ڏڪار کي عام رماده سڏيندا آهن. تنهن ڏڪار ۾ اها ٻڪري به مري ويئي. هوڏانهن وري اُم معبد جو مڙس شام جو جڏهن ٻڪريون چاري واپس پنهنجي گهر پهتو ته ڇا ڏسي ته گهر جو هرڪو ٿانوَ کير سان پريو پيو آهي. اُم معبد کان پڇيائين ته هيءَ ڇا حقيقت آهي؟

اُمّ معبد جواب ڏنو ته ميان، اڄ پنهنجي گهر هڪ اهڙو بابرڪت شخص آيو هو، جنهن جي صفت، مان بيان ڪري نٿي سگهان. جهڙو هو صورت ۾ سهڻو، تهڙو ئي سيرت ۽ اخلاق ۾ بينظير. پوءِ مائي صاحبہ حضور ﷺ جن جو سارو حُليو مبارڪ پنهنجي مرد اڳيان بيان ڪري ٻڌايو. ابومعبد جواب ڏنو ته بس مان سڃاڻي ويس، هيءُ اُهو شخص آهي، جنهن جي شهرت ۽ واڪاڻ نبوّت عطا ٿيڻ سبب ساري عرب ۾ پکڙجي ويئي آهي. ان زماني ۾ حضور ﷺ جن جي نبوّت جو ملڪ عرب جي گهر گهر ۾ هي چرچو ٿي رهيو هو. ابومعبد چيو ته

خدا جو قسم، جيڪڏهن آءٌ موجود هجان ها ته جيڪر سندن خدمت جو شرف حاصل ڪريان ها. دل چاهي ٿي ته هميشه هميشه سندن خدمت ۾ گذاريان. منهنجو اهو پڪو ارادو آهي ته مدينه پاڪ ۾ وڃي سندن مبارڪ هٿن تي ايمان آڻيان ۽ مسلمان ٿيان. ابومعبد جو اصل نالو (اَڪتم بن الحون) هو. پوءِ بئي ڄڻا مڙس گڏجي مدينه منوره ۾ وڃي حضور ﷺ جن جي هٿ مبارڪ تي ايمان آڻي سندن روبرو ڪلمون پڙهي مسلمان ٿيا. حضور ﷺ جن جي هجرت کان پوءِ مڪه معظم جا رهاڪو غيب مان هي بلند آواز ڪيترن ڏينهن تائين ٻڌندا هئا. اها ندا غيبي هيءَ هئي.

جزيِ الله ربّ الناس خيرجزائه رِفيقين خلاخيمتي اُم معبدي،
هما نزلاها باالبر ثمر ترحلا فقد فازمن اَمسيٰ رفيق مُحمدي.

انهيءَ شعر سان گڏ ٻيا به ڪيترائي شعر مڪه معظم جي شهر ۾ غيب کان ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. هجرت واري سفر ۾ ڪيترائي واقعا پيش آيا، جن ۾ هڪ واقعو سراقه بن مالڪ جو به آهي.

سراقه بن مالڪ بن جعشم مڪه معظم جي ڪافرن جي سؤ اُٺن واريءَ لالچ ۾ حضور ﷺ جن ۽ سندن رفيق حضرت ابابڪر صديق رضه جي گرفتار ڪرڻ يا شهيد ڪرڻ جي ارادي سان نڪتو هو. سندن تعاقب ڪندي پويان اچي پهتو. جڏهن بلڪل نزديڪ آيو، ان مهل نبي ڪريم ﷺ جن سندس حق ۾ خدا کان دعا گهري. گهوڙي جا چارئي پير زمين ۾ هليا ويا، حالانڪه اتي سخت زمين هئي، گهوڙو ڦاسي پيو ۽ سراقه اڳتي وڌڻ کان مجبور ٿي پيو. آخرڪار سراقه مسلمان ٿيو ۽ حضور ﷺ جن جو سچو رفيق بنجي هن ننڍڙي قافلي سان گڏ مدينه پاڪ پهتو. اهڙا ڪيئي واقعا بيان ڪيا ويا آهن، جن مان ڪي ٿورڙا هت بيان ڪيا اٿم. (مدارج النبوة، حصو ٻيو)

## حضور ﷺ جن جي ڏندڻ مبارڪ جو بيان

نبي ڪريم ﷺ جن ڏندڻ جوخاص خيال رکندا هئا. مسلمانن کي هن جي صفائيءَ ۽ ڏندڻ جو بار بار تاڪيد فرمايو اٿن. پاڻ ڪريمن

ﷺ جن فرمايو ته مون کي جيڪڏهن پنهنجي اُمت جي تڪليفن جوخيال نه هجي ها ته جيڪر مان ڏندڻ کي فرض ڪري ڇڏيان ها.

اُم المؤمنين حضرت بيبي عائشه صديقه رضه فرمائي ٿي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته ڏهه شيون پيغمبرن جي سنت آهن.

١- مُڇون ڪتائڻ، ٢- ڏاڙهي رکائڻ، ٣- ڏندڻ ڪرڻ، ۴- وضوءَ مهل نڪ کي پاڻيءَ سان ڌوئي صاف ڪرڻ، ٥- نُهن لهرائڻ، ٦- وضوءَ جي وقت هٿن ۽ پيرن جي آڱرين جا جوڙ ڌوئڻ، ٧- بغلن جا وار لهرائڻ ٨- دُن ڪان هيٺ وارا وار صاف ڪرڻ، ٩- ختنه ڪرڻ، ١٠- نڪاح ڪرڻ، اگر حيثيت هجي مجبوري نه هجي. يعني ته عورت ملندي هجي. پيو ته اُن جي سيني حقن جي ادائگيءَ جي طاقت هجڻ گهرجي.

پائي پاند ڳچيءَ ۾، اڳڻ جي اچن،
اَوڳڻ عيب ڪچائيون، ڏکڻ جيئن ڏکجن،
توٽي لک هُجن، ته به معافي ڏجي ميندرا.
(فقير محمد اسماعيل "خاطي" نقشبندي نئوي)



# باب ڏھون

## حضور اڪرم ﷺ جن جو لباس مبارڪ

رسول الله ﷺ جن پنھنجي مٿي مبارڪ تي اڪثر سائي يا ڪاري رنگ جي ڪپڙي جي دستار مبارڪ (پٽڪو) استعمال ڪندا ھئا. اھا دستار مبارڪ ٽوپيءَ مٿان ٻڌندا ھئا. انھيءَ پاڳ مبارڪ جو ڇڳو گھٽو ڪري سڌي (ساڄي) پاسي نظر ايندو ھو ۽ ڪڏھن ڪڏھن پويان ٻہ ڇڏيندا ھئا يعني پٺن مبارڪن تي پيل ھوندو ھو. ڪڏھن ٻنا ڇڳي جي ٻہ ٻڌندا ھئا، مگر اھو پٽڪو مبارڪ ھميشه ٽوپيءَ مٿان ٻڌندا ھئا.

حضرت عبدالله بن عمر رضہ فرمائي ٿو تہ مون ڏٺو تہ حضور ﷺ جن جڏھن پٽڪو ٻڌندا ھئا تہ سندس ڇڳو ساڄي طرف پويان ٻنھي ڪلھن جي وچ تي ڇڏيندا ھئا.

حضرت عمرو بن حَريث رضہ فرمائين ٿا تہ مون حضور ﷺ جن جي مٿي مبارڪ تي ڪارو پٽڪو ٻڌل ڏٺو ھو.

حضور ﷺ جن ھميشه ڪڙتو يا قميص پائيندا ھئا ۽ چادر جي گوڏ مبارڪ ٻڌندا ھئا. پائجامون يا سلوار (سٿڻ) بہ پائيندا ھئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن جڏھن ڪو ڪپڙو پائيندا ھئا تہ ان ڪپڙي جو نالو وٺي ھيءَ دعا گھرندا ھئا: "الله تعاليٰ جا شڪرانا، جنھن ھيءَ ڪپڙو اسان کي پائڻ لاءِ عنايت فرمايو آھي." پوءِ ھيءَ دعا پڙھندا ھئا: "اللّھم لڪ الحمد ڪما ڪَسوتَينه اسالڪ خيره و خير ما صنع له اعوذبڪ من شرّه و شرّ ما صُنع له."

يعني: ياالله، سڀ حمد ۽ تعريف تنھنجي لاءِ آھي، جو تو اسان کي ھيءُ ڪپڙو عنايت فرمايو، تنھن لاءِ آءٌ شڪرگذار آھيان. اي رب!

توڪان ئي هن ڪپڙي جي پلاٽي گهران ٿو، جنهن لاءِ هيءُ ڪپڙو بنايو ويو آهي ۽ اُنهن شين جي شرّ کان پناهه ٿو گهران، جن لاءِ هيءُ ڪپڙو بنايو ويو آهي.

حضور ﷺ جن کي سفيد اڇو لباس تمام گهڻو پسند هوندو هو. پاڻ ڪريمن ﷺ جن فرمايو آهي ته اڇو لباس سڀني کان بهتر لباس آهي، تنهنڪري پاڻ به اڇو لباس پائيندا ڪريو ۽ ميت کي به سفيد ڪپڙي جو ڪفن پارائيندا ڪريو.

حضرت بيبي اُمّ سلمه رضه فرمائي ٿي ته حضور ﷺ جن کي ڪپڙن ۾ قميص گهڻو پسند هوندي هئي ۽ پاڻ ﷺ جن اڪثر گوڏ استعمال ڪندا هئا. ڪڏهن پائجامون يا سٿڻ (سلوار) به استعمال ڪندا هئا. ڪلهن مبارڪن تي ڪاري رنگ جي اُوني چادر ويڙهيندا هئا، جنهن کي اڪثر ماڻهو "ڪالي ڪملي" سڏيندا آهن. والله اعلم.

حضرت ابوهريره رضه فرمائين ٿا ته اُم المؤمنين حضرت بيبي عائشه رضه جن هڪ دفعي اسان کي هڪ چَتين لڳل چادر مبارڪ، هڪ گوڏ، هڪ قميص اسان کي ڏيکاري ۽ فرمايائين ته رسول الله ﷺ جن جنهن وقت هن فاني دنيا مان رحلت فرمائي، تنهن وقت هيءُ ڪپڙا سندن جسم پاڪ تي موجود هئا.

حضرت حَذيفه بن يَمان رضه فرمائين ٿا ته حضور ﷺ جن هڪ دفعي منهنجي ٽنگ جي بُڪي جهلي فرمايو ته اي حذيفه! گوڏ يا سٿڻ هيستائين مٿي رکندا وڃو، پر اينتري مٿي اگر اوهان کي پسند نه هجي ته ٿورو هيٺ ڪري سگهو ٿا؛ اجان به هيٺ رکڻ گهرو ته رکي سگهو ٿا، مگر ڪنهن به صورت ۾ ٽِڪيون ڍڪيل نه هجن.

حضرت عُبيد بن خالد رضه بيان ٿا ڪن ته هڪ ڏينهن مان مدينه پاڪ جي هڪ گهٽيءَ مان وڃي رهيو هوس ته مون کي پنهنجي پويان آواز ٻڌڻ ۾ آيو ته پنهنجي گوڏ مٿي ڪر. ائين ڪرڻ سان ڪپڙو پليتائيءَ کان به بچيل رهندو ۽ ماڻهوءَ ۾ غرور به پيدا نه ٿيندو. پويان مُڙي جو نظر ڪيم ته اِهو فرمائڻ وارا رسول اڪرم ﷺ جن پاڻ هئا.

مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ هيءَ گوڏ جو ڪپڙو تمام گهڻ قيمت وارو سستو ڪپڙو آهي. اُچو يا وڏي قيمت وارو ڪونهي، اگر خراب ٿي ويو تہ بہ پرواهہ ناهي ۽ نہ وري هھڙي سادي ڪپڙي مان ڪو غرور پيدا ٿي سگهي ٿو . حضور ﷺ جن فرمايو تہ اي عبيد! اگر اوهان اسان جي فرمائڻ واريءَ هدايت جو خيال نٿا رکي سگهو تہ پوءِ اسان جي پيروي ڇڏي ڏيو. اهو ارشاد ٻڌڻ بعد مون نظر ڪئي تہ حضور ﷺ جن جي گوڏ مبارڪ ٽٽيءَ کان گهٽو مٿي ٻڌل هئي. اُن ڏينهن کان پوءِ اسان ڪڏهن بہ غفلت نہ ڪئي؛ ڪپڙن جو خاص طرح خيال رکندا هئاسون.

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن کي يمن جي بَنيل نَقشِي چادر گهڻو پسند هوندي هئي.

حضرت مُغيره بن شعبہ رضہ فرمائي ٿو تہ اسان حضور ﷺ جن کي روم جو بَنيل جُبو مبارڪ پائيندي بہ ڏٺو، جنهن جون آستينون تنگ هيون.

حضور ﷺ جن هميشه ساديءَ کي گهڻو پسند ڪندا هئا. اڪثر سادي زندگيءَ ۾ گذاريندا هئا، تاهم حضرت عبدالله بن عباس رضہ جن فرمائين ٿا تہ اسان حضور ﷺ جن کي هڪ دفعي اعليٰ لباس ۾ بہ ڏٺو هو.

## رنگ جي پسند ناپسند

حضور اڪرم ﷺ جن کي اڇو ۽ سائو رنگ بيحد پسند ايندو هو. پاڻ ڪريم ﷺ جن ڳاڙهي رنگ کي سخت ناپسد ڪندا هئا. هڪ دفعي هڪ شخص ڳاڙهو لباس پائي حضور ﷺ جن جي خدمتِ اقدس ۾ حاضر ٿيو. حضور ﷺ جن ڪيس سلام جوجواب بہ نہ ڏنو.

هڪ دفعي هڪ اصحابيءَ سڳوري پنهنجن اُنن جي پلاڻ مٿان ڳاڙهيون چادرون وڌيون. حضور ﷺ جن اُن اصحابيءَ سڳوري کي

فرمايو تہ اسان کي هيءَ ڳالهہ بلڪل پسند نہ آهي، تہ اوهان تي اهو ڳاڙهو رنگ چانئجي وڃي.

## ريشمي ڪپڙا

حضور ﷺ جن پنهنجيءَ امت جي مرد ماڻهن کي ريشم پائڻ جي سخت منع فرمائي آهي. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ منهنجيءَ اُمت جا مرد ماڻهو ريشمي ڪپڙو نہ پائين .

حضرت علي رضہ فرمائين ٿا تہ هڪ ڏينهن مون نبي ڪريم ﷺ جن کي ڏٺو، سندن ساڄي هٿ ۾ ريشمي ڪپڙو ۽ کابي هٿ ۾ سون جو ٽڪرو هو ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمائي رهيا هئا تہ الله تعاليٰ منهنجي امت جي مرد ماڻهن تي هنن ٻنهي شين جو پائڻ حرام ڪيو آهي.

## پاڪائي، صفائي ۽ سُٿرائي

حضور ﷺ جن صفائي، سُٿرائي ۽ پاڪائيءَ کي گهڻو پسند فرمائيندا هئا. هڪ دفعي حضور ﷺ جن هڪ شخص کي گندن ۽ ميرن ڪپڙن ۾ ڏٺو. پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ هن شخص کان ايترو بہ نٿو ٿي سگهي جو پنهنجا ڪپڙا ڌوئي صاف ڪري. پاڻ ﷺ فرمايو اٿن تہ: "الطهارت نصف الايمان" . يعني صفائي ۽ پاڪائي بہ اڌ ايمان آهي.

اسلام جي ابتدائي زماني ۾ جُمعي جي نماز لاءِ ماڻهو مسجد شريف ۾ اچي گڏ ٿيا. مسجد شريف ان وقت ننڍي هئي. جڏهن ماڻهن کي گرميءَ سبب پگهر ٿيڻ لڳو تہ پگهر جي ڌپ ساري مسجد شريف ۾ پکڙجي ويئي. حضور ﷺ جن انهيءَ وقت فرمايو تہ توهين جيڪڏهن وهنجي صاف ڪپڙا پائي مسجد شريف ۾ اچو ها تہ ڪيترو نہ سٺو هو. اسلام جي شروعات ۾ ماڻهو مسجد شريف جي فضيلت، ادب ۽ احترام کان بيخبر هوندا هئا. حضور ﷺ جن اهڙا داغ وغيره مسجد شريف جي ديوار تي ڏسندا هئا تہ پنهنجن هٿن مبارڪن سان انهن کي

صاف ڪري يا ڏوئي ڇڏيندا هئا. هڪ دفعي پاڻ ﷺ جن مسجد شريف جي پٽ تي ٿُڪ جو نشان ڏٺو، سندن چهرو مبارڪ ڪاوڙ کان ڳاڙهو ٿي ويو. ايتري ۾ هڪ انصاري عورت آئي، تنهن اهو نشان ڌوئي صاف پاڪ ڪيو ۽ اُن جاءِ تي خوشبوءِ لڳايائين. حضور ﷺ جن تمام گهڻو خوش ٿيا.

حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ مسجد شريف ۾ چريا ۽ ننڍڙا ٻار بلڪل اچڻ نہ ڏيو. مسجدن ۾ ڪنهن بہ قسم جي خريد و فروخت ۽ وڻج واپار نہ ڪريو. جُمعي جي ڏينهن خوشبوءِ ڪندا ڪريو. مسجد ۾ دنيا جي ڳالهين کان پرهيز ڪريو. مسجد شريف جي صفائيءَ جو خيال رکو. مسجد خدا جي عبادت جو گهر آهي، تنهن کي هميشه پاڪ ۽ صاف رکو.

## حضور ﷺ جن جو بسترو مبارڪ

حضور اڪرم ﷺ جن جو بسترو فقط هڪ چمڙي جو گاديلو هوندو هو، جنهن ۾ کجيءَ جي کل ڀريل هوندي هئي. مگر پاڻ ﷺ جن ڪڏهن ڳوڻ جو هڪ ٽاٽ وڇائي بہ آرام ڪندا هئا.

اُمّ المؤمنين حضرت بيبي حفصہ رضہ کان پڇيائون تہ حضور ﷺ جن جو بسترو مبارڪ ڪهڙو هوندوهو؟ پاڻ سڳوريءَ فرمايو تہ منهنجي گهر سندن بسترو مبارڪ صرف هڪ ڳوڻ جو ٽاٽ هوندو هو، جنهن کي آءٌ ٻيٽو ڪري وڇائيندي هيس. هڪ دفعي مون خيال ڪيو تہ جيڪڏهن انهيءَ ٽاٽ کي آءٌ چؤٽون ڪري وڇايان تہ جيڪر نبيءَ ڪريم ﷺ جن کي وڌيڪ آرام ملي سگهي. سو مون کان هڪ رات اهو ٽاٽ چؤٽون ڪري وڇايو. صبح جو حضور ﷺ جن مون پڇيو تہ رات اوهان منهنجي هينيان ڪهڙي شيءِ وڇائي هئي؟ مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان قربان بسترو تہ اهوئي ساڳيو ٽاٽ هو، جيڪو مان هميشه وڇائيندي آهيان، مگر اوهان جي آرام جي خيال کان مون رات چؤٽون ڪري وڇايو هو، بس حضور ﷺ جن فرمايو

تہ اي حفصہ رضہ، انهيءَ کي ائين ئي رهڻ ڏيو، چار تهہ ڪري نہ وڇائيندا وجو، متان اُن جي نرمي مون کي تهجد نماز کان نہ روڪي وجهي. تنهن لاءِ چار تهہ ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪونهي.

## حضور ﷺ جن جي مُنڊي مبارڪ

رسول پاڪ ﷺ جن جڏهن ڪافر بادشاهن کي مدينہ منوره مان خط لکڻ شروع ڪيا، جن ۾ اسلام جي دعوت هوندي هئي. تڏهن اصحاب سڳورا عرض ڪرڻ لڳا تہ يا رسول الله، اهي ڪافر بادشاهہ اگر ڪنهن کي خط لکندا آهن تہ اُن خط مٿي مُهر هڻي پوءِ موڪليندا آهن ۽ اگر ڪنهن شخص جو خط بغير مُهر جي وٽن ويندو آهي تہ اهو نہ وٺندا آهن. تنهن لاءِ حضور ﷺ جن اگر پنهنجن خط مبارڪن مٿان پنهنجي مُهر مبارڪ هڻي انهن ڏانهن روانو ڪن تہ تمام بهتر ٿيندو. حضور ﷺ جن اصحابن سڳورن جو مشورو قبول فرمايو. هڪ منڊي چانديءَ جي تيار ڪرائي ويئي، جنهن جي مٿي ننگ واريءَ جاءِ تي هن طرح اکر حضور ﷺ جن جي نالي مبارڪ جا لکيل هئا. پاڻ ﷺ جن اها منڊي هميشه پنهنجي ساڄي هٿ ۾ پائيندا هئا.

الله
رسول
محمّد ﷺ

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن جي مهر واري منڊيءَ جو عڪس، محمّد رسول الله هوندو هو، جهڙيءَ طرح مٿئين گول دائري ۾ مون ڏيکاريو آهي . يعني هڪ سٽ ۾ الله ۽ ٻيءَ ۾ رسول ۽ ٽينءَ سٽ ۾ محمّد جو لفظ اکريل هوندو هو.

## حضور ﷺ جن جي جُتي مبارڪ

حضرت موسيٰ عليہ السلام جڏهن طورسينا جبل جي واديءَ وٽ پهتا تہ الله تعاليٰ جي طرفان حڪم پهتو تہ اي موسيٰ عليہ! پنهنجي جُتي لاهي پوءِ انهيءَ واديءَ ۾ قدم رکو. هن خاڪي زمين تي حضرت موسيٰ عليہ السلام جهڙي جليل القدر پيغمبر کي الله پاڪ جي طرفان

اهڙو حڪم! سڀيئي حيران هئا ته انهيءَ واديءَ ۾ڪهڙي حڪمت آهي جو الله تعاليٰ جُتي لاهي داخل ٿيڻ جو حڪم فرمايو؛ مگر ڪنهن کي به پتو نٿي پيو ته اصل ڳالهه ڇا آهي، سو جڏهن حجاز مقدس ۾ ترڪن جي خلافت هوندي هئي، ته ان وقت جي خليفي طورسينا جبل جي سير جو ارادو ڪيو. جڏهن انهيءَ واديءَ وٽ پهتو ته اها ڳالهه ياد اچي ويس، جُتي ته لاٿائين، مگر پنهنجي وزير کي حڪم ڪيائين ته انهيءَ راز جو پتو ڪڍي ته هن واديءَ ۾ ڪهڙي حقيقت آهي. وزير سوچيندو رهيو؛ آخر هن جي سمجهه ۾ هڪ ڳالهه آئي، تنهن ڇا ڪيو جو واديءَ ۾ جيڪي گول گول پٿر پريا پيا هئا، تن مان هڪڙو پٿر ڪٽي ڀڳائين ته ان پٿر جي اندران رسول پاڪ ﷺ جن جو اسم مبارڪ لکيل مليو؛ وري ٻيو پٿر ڀڳائين ته به اهائي حقيقت. اهڙيءَ طرح هن واديءَ جي هرهڪ جاءِ تان پٿر ڪٽي ڀجي ڏٺائين ته سيدالانبياء ﷺ جن جو اسم مبارڪ نظر آيو. خليفي کي وڃي عرض ڪيائين ته سبب معلوم ٿي ويو ۽ سموري حقيقت ڪري ٻڌايائين ته الله جل جلاله پنهنجي حبيب ﷺ جي نالي مبارڪ جي حُرمت خاطر حضرت موسيٰ ڪليم الله کي جُتي لاهي واديءَ ۾ داخل ٿيڻ جو حڪم فرمايو. بادشاهه کي اها ڳالهه سمجهه ۾ آئي ۽ اُلجهن ختم ٿي ويئي. بادشاهه اهي پٿر ڪٽائي مدينه‌منوره ۾ آڻي رکايا هئا. خبر نه آهي ته هاڻي اهي پٿر اتي موجود آهن يا نه! اها ڳالهه مون هڪ عالم کان ٻڌي هئي، والله اعلم باالصواب.

حضور ﷺ جن جي جُتيءَ مبارڪ جو شان ۽ سندس عزت هر مسلمان ڄاڻي ٿو ته معراج مبارڪ واريءَ رات رسول الله ﷺ جن انهيءَ جُتيءَ سان آسمانن، جنتن، سدرة المنتهيٰ، عرشِ معليٰ وغيره جو سير فرمايو. واهه ڀاڳ انهيءَ جُتيءَ مبارڪ جا. ۽ واهه ڀاڳ اُن موچيءَ جا جنهن اها جتي مبارڪ بنائي.

حضور ﷺ جن جي جُتي مبارڪ ۾ هڪ ئي چمڙي جو ترو هوندو هو، جنهن ۾ به تَسمان لڳل هوندا هئا.

حضرت قتاده رضه فرمائين ٿا ته مون حضرت انس رضه کان پڇيو ته حضور ﷺ جن جي جُتي مبارڪ ڪهڙي هوندي هئي؟ ته فرمايائين ته حضور ﷺ جن جي هرهڪ جُتيءَ ۾ هڪ تَرِ ۽ ٻه تسمان هوندا هئا.

حضرت ابوهريره رضه روايت ٿوڪري ته حضور ﷺ جن فرمايو ته توهان جڏهن جُتي پايو ته پهرين ساڄي پير ۾ پوءِ کابي ۾ پائيندا ڪريو ۽ جڏهن لاهيو ته پهرين کابي پير واري ۽ پوءِ ساڄي پير واري جُتي لاهيندا ڪريو. حضرت ابوهريره رضه فرمائين ٿا ته پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته توهان مان ڪوبه شخص جُتيءَ جو هڪ پادر پائي نه هلي، يا ته ٻئي پائي هلي يا پيرن اگهاڙو هليو هلي، مگر هڪ جتي پائي نه هلي.

## حضور ﷺ جن جا هٿيار مبارڪ

**تلوارون:** حضور ﷺ جن وٽ ڇهه تلوارون هونديون هيون، انهن تي خاص نالا رکيل هوندا هئا. هڪ تلوار جو نالو ماثوره هوندو هو. هڪ جو نالو تبار هو. هڪ جو نالو ذوالفقار هو.

رسول پاڪ ﷺ جن جو خاص خادم حضرت انس رضه فرمائي ٿو ته حضور ﷺ جن وٽ هڪ تلوار هوندي هئي، جنهن جي ٺوبي چانديءَ جي هوندي هئي. اهڙيءَ طرح ڍالون به هونديون هيون، جن سان تلوار ۽ تير جي ڌڪ کي روڪيو وڃي ٿو.

**خول:** هيءُ هڪ لوهه جو ٽوپ هوندو آهي، جيڪو سپاهيءَ جي مٿي تي بچاءُ لاءِ هوندو آهي، ان کي سخت ۽ مضبوط رُڪِ مان ٺاهيندا آهن، جيئن تلوار، نيزي يا تير جومٿي تي اثر نه ٿئي. رسول پاڪ ﷺ جن به جنگ جي موقعي تي "خول" استعمال ڪندا هئا. حضرت انس رضه جي روايت مطابق فتح مڪ واري ڏينهن به نبي ڪريم ﷺ جن کي "خول" پاتل هو.

**زِره:** حضرت انس رضه بن مالڪ رضه فرمائين ٿا ته حضور ﷺ جن وٽ ست زِرهون هونديون هيون. زِرهه هڪ رُڪ جو نهيل ڪڙتو يا

ڪوٺ هوندو آهي، جيڪو جنگ جي وقت سپاهي پائيندا آهن.

حضرت زبير رضہ فرمائي ٿو تہ اُحد واريءَ جنگ ۾ حضور ﷺ جن ڪي ٻہ زِرهون پاتل هيون.

## حضور ﷺ جن جا چند عمل مبارڪ ۽ سندن مختلف اطوار مبارڪ

حضور ﷺ جن جو ويهڻ تمام عجيب ۽ عاجزانہ هوندو هو. پاڻ ڪريم ﷺ جن اڪثر ٻئي گوڏا اُڀا ڪري انهن کي ٻنهي هٿن مبارڪن سان گهيرو وجهي ويهندا هئا . جيئن اڪثر ڪري اسان جي سنڌ جا ماڻهو اجرڪ يا چادر گوڏن کي ويڙهي ويهندا آهن. پاڻ ﷺ جن هٿن مبارڪن کي گوڏن تي ويڙهي ويهندا هئا. انهيءَ طريقي سان ويهڻ ۾ انڪساري زياده ظاهر ٿئي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن آلتي پالتي نہ هڻي ويهندا هئا، جيئن اسين ماني کائڻ مهل ٽڏي تي ويهندا آهيون.

حضرت قيلہ رضہ فرمائي ٿو تہ مون حضور ﷺ جن کي مسجد ۾ وينل ڏٺو جو ٻئي هٿ مبارڪ گوڏن کي ويڙهي ويٺا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن جڏهن آرام فرمائڻ لاءِ ليٽندا هئا تہ ساڄو هٿ ساڄي ڳِل مبارڪ هيٺ رکي ليٽندا ۽ آرام فرمائيندا هئا. اگر سفر جي حالت ۾ پوئينءَ رات ڪٿي منزل ڪندا هئا تہ هٿ مبارڪ تي ٽيڪ لڳائي ٻہ آرام ڪري وٺندا هئا.

حضرت بَراءَ رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن جڏهن آرام فرمائڻ لاءِ ليٽندا هئا تہ ساڄو هٿ ڳل مبارڪ هيٺان رکي هيءَ دعا پڙهي پوءِ سمهندا هئا: "ربّ قنيٰ عذابک يوم تبعث عبادک." يعني اي رب! مون کي قيامت جي ڏينهن عذاب کان بچائج.

حضرت حذيفہ رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن پنهنجي بستري مبارڪ تي ليٽڻ وقت هيءَ دعا بہ فرمائيندا هئا: "اَللّٰهم باسمک اَموت و اَحيٰ." يعني اي الله! اسين تنهنجي نالي سان سمهون ٿا ۽

تنهنجي ئي نالي سان اُٿون ٿا. ننڊ مان جاڳڻ مهل حضور ﷺ جن هيءَ دعا پڙهندا هئا: "الحمدلله الّذي اَحيانا بعد ما اَماتنا واليه النشور." يعني سڀ تعريف اُنهيءَ رب جي آهي جنهن مرڻ بعد زندگي ڏني ۽ قيامت ڏينهن ضرور اُنهيءَ ڏانهن هلڻو آهي.

حضرت بيبي عائشه صديقه رضه بيان ٿي فرمائي ته حضور ﷺ جن رات جو بستري مبارڪ تي ليٽڻ مهل پنهنجا ٻئي هٿ مبارڪ دعا وانگر ڪٽي ٽي دفعا سورة قل هُوالله، ٽي دفعا قل اعوذ برب الفلق ۽ ٽي دفعا قل اعوذ برب الناس پڙهي پنهنجن هٿن مبارڪن تي دم ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح ٽي دفعا پڙهي هٿن مبارڪن تي دم ڪرڻ بعد اُهي هٿ مبارڪ ساري بدن مبارڪ تي ڦيرائيندا هئا، جيستائين هٿ مبارڪ پهچندا هئا. بدن مبارڪ تي هٿن ڦيرائڻ وارو عمل پهرين سڄي طرف کان شروع ڪندا هئا ۽ پنيءَ تي ختم ڪندا هئا. پوءِ ساڄي پاسي تي ساڄو هٿ ساڄي ڳِل مبارڪ هيٺ رکي پوءِ آرام فرمائيندا هئا. حضور ﷺ جن ڪڏهن به ٽهڪ ڏيئي وڏي آواز سان نه کلندا هئا. اگر اهڙي ڪا ڳالهه اچي به ويندي هئي ته فقط مُرڪندا هئا.

حضرت عبدالله بن حارث رضه فرمائي ٿو ته اسان حضور ﷺ جن جو کِلڻ فقط مرڪڻ تائين ڏٺو. مَرڪڻ کان وڌيڪ ٽهڪ ڏيئي کِلندي اسان ڪڏهن به نه ڏٺو.

حضور ﷺ جن بنا ضرورت جي ڪڏهن به نه ڳالهائيندا هئا. سندن ڳالهائڻ جو طريقو اهڙو ته هوندو هو جو هرهڪ شخص اها ڳالهه بخوبي سمجهي سگهندو هو. سندن بيان مبارڪ يا ڳالهه ٻولهه ۾ فضول قسم جون ڪي به ڳالهيون اصل نه هونديون هيون. پاڻ ﷺ جن ڪڏهن به ذومعنيٰ يا منجهيل ڳالهه نه فرمائيندا هئا، جيڪا اڳيون شخص سمجهي نه سگهي. پاڻ ڪريم ﷺ جن فصيح مَبلغَ هئا. ڪا به ڳالهه بيان فرمائيندا هئا ته هرهڪ ماڻهوءَ کي پهرينءَ دفعي سمجهڻ ۾ اچي ويندي هئي. جيئن اڳيان به بيان گذري چڪو آهي.

حضرت بيبي عائشہ صديقہ رضہ جن فرمايو تہ حضور ﷺ جن جي گفتگو عام ماڻهن وانگر نہ هوندي هئي، جا سمجهہ ۾ ئي نہ اچي؛ بلڪہ هر ڳالهہ جو هر لفظ هڪ ٻئي کان جدا تمام سهڻي ۽ اَحسن نموني ۾ بيان فرمائيندا هئا. جيئن مجلس ۾ ويٺل هرڪو شخص ان کي خوب سمجهي سگهي. ڪڏهن تہ پاڻ ﷺ جن هڪ ڳالهہ کي ٽي-ٽي دفعا بہ سمجهائيندا هئا تہ جيئن هرشخص جي ذهن نشين ٿي وڃي.

## خوش طبعي

حضور ﷺ جن ڪڏهن ڪڏهن خوش طبعيءَ ۾ مذاق جهڙيون ڳالهيون بہ فرمائيندا هئا. مگر انهيءَ خوش طبعي يا مذاق ۾ ڪابہ اهڙي ڳالهہ نہ ايندي هئي، جنهن تان ننولي يا چڙ ٿئي يا اهو مذاق ڪنهن جي ذلت جو سبب بنجي ۽ ڪنهن کي ڪو درد يا تڪليف پهچي ۽ نہ وري ڪڏهن ڪو ڪوڙو قصو يا آکاڻي بيان ڪندا هئا. انهيءَ خوش طبعي ۾ بہ اهي ڳالهيون هونديون هيون، جو ٻڌڻ وارن لاءِ نصيحت، خوشي ۽ راحت جوسبب بنجي وڃڻ ۽ هرڪو مجلس مبارڪ مان خوش ٿي اُٿندو هو.

حضور ﷺ جن هڪ دفعي حضرت ابوهريره رضہ کي فرمايو تہ اي ابوهريره! اسين ڪڏهن بہ ڪنهن مذاق يا خوش طبعيءَ جي حالت ۾ ڪا غلط يا نہ وڻندڙ ڳالهہ نہ فرمائيندا آهيون، بلڪہ اهو مذاق معلومات ۽ هدايت تي مبني هوندو آهي.

هڪ دفعي مجلس مبارڪ ۾ هڪ پوڙهو مرد ۽ ٻيڏي عورت بہ ويٺا هئا. حضور ﷺ جن انهن ڏانهن نهاري فرمايو تہ ٻيا ۽ ٻيڏيون جنتّ ۾ داخل نہ ٿيندا. اهو پاڻ ﷺ جن خوش طبعيءَ جي خاطر فرمايو هو. مگر ويچارا اُهي ٻڍو مرد ۽ ٻيڏي عورت بلڪل روئڻ جهڙا ٿي ويا ۽ مٿن ٿوري دير لاءِ مايوسي ڇانئجي ويئي. حضورﷺ جن يڪدم انهن

کي تسلي ڏيئي فرمايو تہ اوهان پوري ڳالهہ تہ نہ ٻڌي تنهن کان اڳ مايوس ٿي ويا آهيو، اوهين ڇو ٿا فکر ڪريو مايوس نہ ٿيو، ٻُڍن ۽ ضعيفن کي بہ جوان بنائي پوءِ الله تعاليٰ جنّت ۾ داخل فرمائيندو، ڇو جو جنت ۾ سڀئي جوان هوندا. پوءِ تہ اهي اهڙا خوش ٿيا جو سندن روح ئي تازو ٿي ويو. الله الله! حضور ﷺ جن جوڇا شان بيان ڪريان.

اهڙيءَ طرح هڪ شخص حضور ﷺ جن کان هڪ اُٺ گهريو. پاڻﷺ فرمايائون تہ ها، اسين توکي ضرور اُٺڻ جو پٽ ڏينداسون. هن سمجهيو تہ شايد حضور ﷺ جن مون کي کو ننڍو گورو يا ننڍڙو اُٺ جو ٻچو ڏيندا، تنهن وري عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ مون کي وڏي اُٺ جي ضرورت آهي، جيئن آءٌ مٿس سواري ڪري سگهان. اُٺڻ جي ٻچي جي ضرورت نہ آهي. پاڻ ڪريم ﷺ جن وڏي شفقت سان مرڪي کيس جواب فرمايو تہ اي شخص، هرڪو اُٺ اُٺڻ جو ٻچو آهي يا نہ. پوءِ ان شخص کي ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي ۽ بيحد خوش ٿيو.

سيّدالعالمين ﷺ جن جو مذاق ۽ خوش طبعي بہ انهيءَ نموني جي هوندي هئي، جنهن ۾ ڪوبہ فحش لفظ نہ هوندو هو.

حضرت خواجہ حسن بصري رحہ فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي هڪ ٻڍي عورت حضور ﷺ جن جي خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿي عرض ڪيائين تہ يارسول الله ﷺ اوهين مون کي دعا ڪريو تہ خدا تعاليٰ مون کي جنت ۾ داخل ڪري. پاڻ ﷺ جن ازروئي مذاق ان کي فرمايو تہ مائي ٻڍيون زالون جنت ۾ نہ وينديون. هوءَ ويچاري اها ڳالهہ ٻڌي مايوس ٿي وڃڻ لڳي. حضور ﷺ جن اصحابن ڪرامن کي فرمايو تہ هن کي سمجهايو تہ ٻڍين زالن کي بہ ربّ پاڪ جنت ۾ داخل ٿيڻ کان پهرين جوان عمر وارين ڪنوارين ڇوڪرين جهڙيون بنائي، تنهن کان پوءِ جنت ۾ داخل ڪندو. مائي جڏهن اها ڳالهہ ٻڌي تہ بيحد خوش ٿي.

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ ازروئي مذاق حضور اڪرمﷺ جن هڪ دفعي مون کي "اي ٻن ڪنن وارا" ڪري سڏ ڪيو.

# حضور ﷺ جن جي ملاقات جو طريقو

حضور اڪرم ﷺ جن جي اها سهڻي عادت مبارڪ هوندي هئي جو پاڻ سڳورا ﷺ ڪنهن سان به ملندا هئا ته اول پاڻ خود سلام ڪندا هئا ۽ هٿ ملائيندا هئا. ڪو شخص اگر ڪا ڳالهه ڪين ڪن ۾ ٻڌائڻ چاهيندو هو ته تيستائين پنهنجو ڪن مبارڪ نه هٽائيندا هئا، جيستائين هو پنهنجو بيان پورو نه ڪري. هٿ ڏيڻ وقت به تيستائين پنهنجو هٿ مبارڪ نه ڇڪيندا هئا، جيستائين اڳيون شخص پنهنجو هٿ نه ڪڍي. پاڻ ڪريم ﷺ جن اگر ڪنهن مجلس ۾ ويهندا هئا ته سيني ڪان اڳتي وڌي ويهڻ جي ڪوشش نه ڪندا هئا، جتي به جاءِ ملي اُتي ويهي رهندا هئا. پاڻ ﷺ جن اگر ڪنهن ماڻهوءَ سان ملاقات لاءِ ان جي گهر تشريف وٺي ويندا هئا ته ٻاهران دروازي جي هڪ طرف بيهي وڏي آواز سان السّلام عليڪم فرمائيندا هئا، جي جواب ملندو هو ته فرمائيندا هئا ته ڇا اسين اچي سگهون ٿا؟ اگر اندرئين شخص چيو ته ها، اچو ته اندر ويندا هئا، نه ته واپس هليا ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو هو جو پاڻ ڪريم ﷺ جن دروازي جي ٻاهران هڪ طرف بيهي سلام ڪيو، اندران جواب نه مليو ته پاڻ سڳورا ﷺ واپس هليا ايندا هئا. اگر ڪو شخص حضور ﷺ جن سان ملاقات لاءِ سندن گهر ايندو هو ته اهو به اهوئي طريقو اختيار ڪندو هو. اگر اڻڄاڻ هوندو هو ته ان کي اهو طريقو سمجهائيندا هئا.

هڪ دفعي هڪ شخص حضور ﷺ جن جي گهر جي دروازي تي بيهي آواز ڏيڻ لڳو، سلام نه چيائين. حضور ﷺ جن هڪ شخص کي موڪليو ته وڃي اُن آواز ڏيندڙ شخص کي اجازت وٺڻ جو طريقو سيکاري ته پهرين سلام چئي، پوءِ اندر داخل ٿيڻ جي اجازت گهري.

سيّدالڪونين ﷺ جن جڏهن به ڪنهن شخص جي گهر ملاقات يا ٻئي ڪنهن ڪم لاءِ ويندا هئا ته اهو مٿيون طريقو اختيار ڪندا هئا پوءِ

اگر اجازت ملي تہ گھر جي اندر داخل ٿيڻ بعد اُوچي جاءِ تي ويھڻ کان پاسو ڪندا ھئا.

ھڪ دفعي حضور ﷺ جن حضرت عبدالله بن عمر رضہ جي گھر تشريف وٺي ويا. حضرت عبدالله، حضور ﷺ جن لاءِ ھڪ گاديلو وڇايو ۽ پاڻ زمين تي ويٺو. حضور ﷺ جن انھيءَ ڳالھہ کي سخت ناپسند فرمايو ۽ پاڻ ڪريم ﷺ بہ زمين تي ويھي رھيا. اھوگاديلو ٻنھي جي وچ تي ائين ئي وڇايل پيو ھو. پاڻ ڪريم ﷺ جن نھايت انڪساري۽ عاجزي پسند ھوندا ھئا.

## سلام جو طريقو

حضرت عبدالله بن عمر رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ سُوار پيادل ھلڻ واري کي سلام ڪري، پيادو ويٺل کي سلام ڪري، ٿورا گھڻن کي سلام ڪن ۽ ننڍا وڏن کي سلام ڪن.

حضرت انس رضہ روايت ٿو فرمائي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ اي منھنجا پُٽ! جڏھن اوھين پنھنجن گھرن ۾ داخل ٿيو تہ گھر وارن تي سلام چوندا ڪريو. اھو سلام توھان جي گھر لاءِ ۽ گھر وارن لاءِ برڪت جو سبب آھي.

## بيمارن کان پڇڻ جو طريقو

سيدّالڪونين حضرت محمدّ مصطفيٰ ﷺ جن بيمارن کان احوال پڇڻ لاءِ انھن جي گھر تشريف وٺي ويندا ھئا. بيمار ۽ گھر جي ماڻھن سان بيحد محبت ۽ شفقت جو اظھار ڪندا ھئا ۽ کين دلداريون ڏيندا ۽ مريضن جي شفا لاءِ دعائون گھرندا ھئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ بيمارن کان پڇڻ ۽ کين تسلي ڏيڻ ھر مسلمان تي فرض آھي. سندن اھا عادت مبارڪ ھوندي ھئي جوجڏھن ڪنھن بيمار وٽ ڪيس پڇڻ ويندا ھئا تہ پھرين بيمار جي مٿي ۽ نبض تي ھٿ مبارڪ رکي ڪيس تسلي ۽ دلداري ڏيندا ۽ فرمائيندا ھئا تہ انشاءَ الله تعاليٰ تون چڱو ڀلو

تي ويندين، فڪر ۽ غم نہ ڪر. پوءِ حتي‌الامڪان سندس مدد ڪندا هئا ۽ ڪنهن ماهر حڪيم کان علاج لاءِ مشورو ڏيندا هئا ۽ علاج لاءِ خاص حڪم فرمائيندا هئا.

حضور ﷺ جن حرام شين کي دوا جي طور بہ استعمال ڪرڻ کان منع فرمائي آهي. پاڻ ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ اوهان جي لاءِ الله تعاليٰ حرام شين ۾ صحت ۽ تندرستي ڪونہ رکي آهي. (اڄڪلهہ دوائن ۾ حرام ۽ حلال جو ڪوبہ احتياط نٿو ڪيو وڃي).حضور ﷺ جن خود بہ دوائن جو استعمال ڪيو آهي ۽ مسلمانن کي بہ علاج ۽ دوا لاءِ حڪم فرمايو اٿن. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ بيشڪ اوهين بيماريءَ لاءِ دوا ڪريو، ڇو جو الله تعاليٰ هر بيماريءَ جي لاءِ صحت جي صورت بہ رکي آهي. صرف بيحد ٻڍاپي ۽ ان جي ضعيفيءَ جو ڪوبہ علاج ڪونهي نڪو موت جو ڪو علاج آهي.

## حضور ﷺ جن جو ميتَ ۾ شامل ٿيڻ جو طريقو

شروع شروع ۾ حضور ﷺ جن جي اها عادت مبارڪ هوندي هئي، جو اگر ڪنهن شخص جي سڪرات جو وقت اچي ويو ۽ موت قريب آهي تہ ان محل اصحاب سڳورا پاڻ ﷺ جن کي خبر ڪندا هئا ۽ اُن شخص جي بخشش ۽ مغفرت لاءِ دعائون گهرندا هئا ۽ سندس لاڏاڻي تائين وٽس رهندا هئا. تنهن کان بعد غسل، ڪفن، جنازي نماز ۽ دفن جي ڪم ۾ شريڪ رهندا هئا، ۽ اُن کان پوءِ واپس موٽندا هئا. ائين ڪرڻ سان ڪين ڪافي وقت لڳي ويندو هو ۽ گهڻي تڪليف ٿيندي هئي. انهيءَ ڪري اصحابن سڳورن اهو طريقو قائم ڪيو جوجڏهن ڪو شخص وفات ڪري ويندو هو پوءِ حضور اڪرم ﷺ جن کي خبر پهچائيندا هئا، پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن اُن شخص جي گهر وڃي سندس بخشش ۽ مغفرت لاءِ دعائون گهرندا هئا ۽ جنازي نماز گڏجي پڙهندا

هئا. اگر مٿي ڏينھن جو خيال هوندو هو تہ قبرستان تائين بہ گڏجي ويندا هئا، جي نہ تہ جنازي نماز کان پوءِ واپس هليا ايندا هئا. سندن اصحاب سڳورا کين زياده تڪليف ڏيڻ هرگز هرگز پسند نہ ڪندا هئا.ميت ۾ شامل ٿيڻ جو اهو طريقو هميشه آخر تائين هلندو رهيو.

## سفر مبارڪ جو طريقو

رسول الله ﷺ جن جڏهن ڪنهن سفر جي تياري ڪندا هئا تہ سندن اها مبارڪ عادت هوندي هئي جو پنهنجي بيبين سڳورين اُمهات المؤمنين رضہ جن جي سفر ۾ هلڻ لاءِ سندن نالن مبارڪن جو فال ڪيندا هئا، پوءِ جنهن بيبيءَ سڳوريءَ جو نالو ايندو هو، اُها ان سفر ۾ حضور ﷺ جن سان رفيق ٿي ويندي هئي. پاڻ ﷺ جن خميس جي ڏينهن فجر جي نماز بعد صبح جو سوير سفر ڪندا هئا. جنهن وقت پنهنجي سواريءَ تي سوار ٿيندا هئا تہ رڪاب تي پير مبارڪ رکڻ مهل بسم الله الرّحمٰن الرحيم چئي پوءِ قدم مبارڪ رڪاب ۾ رکندا هئا. جڏهن زين تي سوار ٿي ويهندا هئا تہ ان مهل ٽي دفعا الله اڪبر چوندا هئا ۽ تنهن کان پوءِ هيءَ دعا مبارڪ پڙهندا هئا.

"الحمدلله الّذي سخرلنا هذا وما کُنا لهُ مقرنين و اِنّا الي ربّنا لَمُنقَلِبون."

**يعني:** سڀ تعريف اُنهيءَ خالق جي آهي، جنهن هن جانور کي اسان جو تابعدار بنايو. حالانڪ اسين هن کي پنهنجو مطيع نٿا بنائي سگهون ۽ اسان کي پنهنجي رب ڏانهن ضرور واپس ورڻو آهي.

تنهن کان پوءِ هيءَ دعا پڙهندا هئا:

"اللّهمُ انّآ اسئلک في سفرنا هذا البَر والتقويٰ و من العمل ما ترضيٰ اللّهمُ هَوِن علينا سفر نا و اَطو عنا بعدهَ اللّهمُ انت الصاحب في السفر والخليفةُ في الاَ هُلّ اَللّهمُ اِنيّ

اعوذُبک من و عثاءِ السفرِ کابةِ المُنقلب و سُوءِ المنتظر في الاهل و المال."

يعني: اي الله! هن سفر ۾ اسين توکان نيڪي، پرهيزگاري ۽ چڱا عمل گهرون ٿا، اي الله! اسان جي هن سفر کي آسان کر ۽ اسان کي منزل تي پهچائي. اي الله! بيشڪ تون ئي اسان سان سفر ۾ ساٿي آهين، پوين جي لاءِ تون ئي قائم مقام آهين. اي الله! اسين سفر جي مصيبتن ۽ تڪليفن کان تنهنجي پناه گهرون ٿا ۽ دعا ڪريون ٿا ته سفر تان واپس اچڻ تي پنهنجي اهل عيال ۽ مال وغيره کي بُري حال ۾ نه ڏسون.

منزل تي پهچي لهڻ وقت هيءَ دعا پڙهندا هئا:

"يا ارضُ ربيّ و ربک الله اعوذُ باالله من شرک ما فيک وَ شّرِ ما خلُق فيک وَ شرِ ما يَدُبّ عليک اعوذُبک من اَسَدِ و اَسودِ و من والدِ وما ولد."

يعني: اي زمين منهنجو ۽ تنهنجو مالڪ خدا آهي. آءٌ تنهنجي برائي کان ۽ اُنهن شين جي برائين کان جيڪي تو ۾ پيدا ڪيون ويون آهن ۽ انهن براين کان جيڪي تو مٿي هلن ٿيون. الله تعاليٰ کان پناهه گهران ٿو. اي ربّ! آءٌ توکان شينهن، نانگ، وڇونءَ ۽ هن ڳوٺ جي رهڻ وارن جي شرّ کان پناهه گهران ٿو.

انهيءَ بعد جڏهن خير سان سفر مبارڪ تان واپس ايندا هئا ته سڀ کان اول مسجد شريف ۾ وڃي ٻه رڪعتون نماز شڪرانه ادا ڪندا هئا. تنهن کان پوءِ گهر ڏانهن تشريف وٺي ويندا هئا، ۽ همسفر ماڻهن کي به فرمائيندا هئا ته هڪدم اچڻ شرط پنهنجي گهرن ڏانهن نه ويندا ڪريو، بلڪ ڪجهه دير ٻاهر توقف ڪندا وڃو ته جيستائين عورتون اطمينان ۽ تسليءَ سان سامان وغيره درست ڪري رکن. سفر تان واپس خيريت سان پهچڻ وقت رب پاڪ جي شڪراني لاءِ ٻه رڪعتون نفل ادا ڪندا وڃو.

•

# باب يارهون

## رسول اڪرم ﷺ جن جو ڪائڻ پيئڻ جو طريقو

سُکيئي سندو سيڪو، تون مُحب مسڪين،
اَجهو تون اَيرن جو ۽ ياوَر يتيمن،
اڳيان دهشت درياءَ ۾، ٻيو ڪَڙڪو سُجهي ڪُنن،
لهريون سي ئي لنگهن، جن دامن تنهنجو جهليو.
(فقير محمد اسماعيل "خاطي")

حضور اڪرم ﷺ جن جي گهر مبارڪ ۾ اڪثر فاقه ٿيندا رهندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ جن ۽ سندن اهل وعيال تي ڪيترائي ويلا گذري ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن بک جي تڪليف کي رفع ڪرڻ خاطر پاڻ ﷺ جن پيٽ مبارڪ تي پٿر ٻڌي ڇڏيندا هئا، مگر ان حال ۾ به گهرجو هرفرد الله جو شڪر ادا ڪندو هو ۽ صبر ۽ اطمينان سان مشڪلون ۽ تڪليفون ڪاٽيندا رهندا هئا. ڪڏهن به ڪا شڪايت زبان مبارڪ تي نه آڻيندا هئا. ڄاڻي ٻجهي ڪنهن کي به ڪو سوال نه ڪندا هئا.

اُم المؤمنين حضرت بيبي عائشه صديقه رضه فرمائي ٿي ته اسان تي ڪڏهن ڪڏهن اهڙو به وقت اچي ويندو هو، جو مهينو مهينو گهر ۾ باهه نه ٻرندي هئي، ۽ ڪنهن ڪنهن وقت صرف ٻه ٽي داڻا ڪجور جا ۽ پاڻي ملندو هو، انهيءَ تي گذارو هلندو هو.

حضرت مسروق رضه فرمائي ٿو ته هڪ دفعي حضرت بيبي عائشه رضه جن منهنجي گهران ڪاڌو گهرايو. جڏهن بيبي صاحبه رضه جن اُهو ڪاڌو کائڻ وينا ته فرمايائون ته مان جڏهن به ڪاڌو کائڻ ويهندي آهيان ته مون کي روئڻ اچي ويندو آهي ۽ آءٌ روئندي آهيان. مون پڇيو ته اهو ڇا لاءِ؟ پاڻ فرمايائون ته مون کي حضور ﷺ جن جي اها حالت ياد

اچي وڃي ٿي، جنهن حالت ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن هن دنيا مان رحلت فرمائي. اسان تي ڪڏهن به اهڙو وقت نه آيو، جو حضور ﷺ جن هڪ ڏينهن ۾ به پيرا پيٽ ڀري ڪاڌو هجي.

سرڪارِ دوعالم ﷺ جن جڏهن ڪاڌو کائڻ جو ارادو ڪندا هئا ته پهرين هٿن مبارڪن کي ڌوئي صاف ڪندا هئا. ڪاڌي کائڻ جي وقت وهاڻو يا ٽيڪ ڪڏهن به نه رکندا هئا. ڪوبه طعام اپري يا سيپريءَ حالت ۾ سنڌن اڳيان اچي ويندو هو ته ان مان نقص يا خرابي نه ڪيندا هئا ۽ هميشه بسم الله الرحمٰن الرّحيم چئي پوءِ ڪاڌو کائڻ شروع ڪندا هئا. اگر ٻين ماڻهن سان گڏ يا اڪيلو ڪاڌو کائيندا هئا ته پنهنجي ئي پاسي کان کائيندا رهندا هئا، ٻئي جي پاسي ڏانهن هٿ هرگز نه ڌگهيريندا هئا.

حضرت سلمان فارسي رضه فرمائي ٿو ته حضور ﷺ جن فرمايو ته ڪاڌي کان پهرين ۽ ان کان پوءِ هٿن کي ڌوئي صاف ڪرڻ برڪت جو باعث آهي.

حضرت عمرو بن سلمه رضه فرمائين ٿا ته مان هڪ دفعي حضور اڪرم ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ حاضر ٿيس. پاڻ ﷺ جن وٽ ان وقت کائڻ جي لاءِ ڪو طعام رکيل هو. حضور ﷺ جن مون کي فرمايو ته اي پٽ! هٿ ڌوئي اچ ۽ ويجهو ٿي بسم الله چئي، ساڄي هٿ سان پنهنجي پاسي کائڻ شروع ڪر.

حضرت بيبي عائشه رضه صديقه رضه جن فرمائين ٿيون ته هڪ دفعي مديني پاڪ ۾ منهنجي گهر مبارڪ ۾ حضور ﷺ جن ڇهن ماڻهن سان گڏ ڪاڌو کائي رهيا هئا. اينتري ۾ ٻهراڙيءَ ڪا هڪ اعرابي شخص آيو، سو به هٿ ڌوئي ساڻن ڪاڌي ۾ شامل ٿيو. هن شخص ٻن ٽن گراهن ۾ سمورو ڪاڌو چٽ ڪري ڇڏيو، جنهن سبب سڀ بکيا رهجي ويا. حضور ﷺ جن فرمايو ته هيءُ شخص جيڪڏهن بسم الله الرحمٰن الرحيم پڙهي پوءِ ڪاڌو شروع ڪري ها ته ڪڏهن به ڪاڌو کٽي به نه ها ۽ سڀيئي کائي ڍؤ ڪن ها. پاڻ سڳوري رضه کان روايت آهي ته حضور

اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ڪو شخص ڪاڌي ڪائڻ کان اڳ بسم الله نٿو پڙهي تہ ان سان گڏ شيطان ڪائڻ ويهي رهي ٿو، اگر ڪاڌي کان اڳ بسم الله شريف ڀلجي ويو هجي ۽ ڪاڌي ڪائڻ جي وچ ۾ ياد اچي وڃي تہ انهيءَ وقت چوي بسم الله الرحمٰن الرحيم اَولهِ وَآخره تہ شيطان انهيءَ وقت پچي ويندو. بغير بسم الله جي جيڪو بہ ڪاڌو ڪائجي ٿو، تنهن ۾ شيطان بہ شريڪ ٿي وڃي ٿو ۽ گڏجي ڪائي ٿو.

حضور ﷺ جن وٽ هڪ مهمان آيو. پاڻ ڪريم ﷺ ان جي خاطر تواضع فرمائي ۽ ڪاڌو آٽي سندس اڳيان رکيائون. هو شخص بسم الله چوڻ ڀلجي ويو، تان جو ڪاڌو ڪائيندي انهيءَ اصحابيءَ سڄوري ڪي بسم الله ياد اچي ويئي ۽ ان وقت بسم الله الرحمٰن الرحيم اَولهِ وَ آخرهِ چيائين ۽ وري ڪاڌو ڪائڻ لڳو. حضور ﷺ جن ڏسي رهيا هئا. سو پاڻ سڳورا ﷺ مُرڪڻ لڳا. انهيءَ اصحابي سڳوري حضور ﷺ جن کان مُرڪڻ جو سبب پڇيو. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ توهان پهرين بسم الله شريف نہ پڙهي هئي تہ شيطان اوهان سان گڏ ويهي ڪاڌو ڪائي رهيو هو، پر جڏهن بسم الله توهان کي ياد آئي ۽ اوهان پڙهي تہ اولهِ وَآخرهِ چوڻ سان جيڪو ڪاڌو بسم الله کان پهرين ڪاڌو ويو هو، تنهن تي بہ بسم الله پڙهجي ويئي. بسم الله واري اُنهيءَ ڪاڌي تي جيڪو شيطان جي پيٽ ۾ پئي ويو هو ۽ اُن تي بسم الله پڙهجي ويئي، تنهنڪري شيطان کي اچي پيٽ ۾ سور پيدا ٿيو، تنهن ان ڪاڌي کي ڪڍڻ جي ڪوشش شروع ڪئي هاڻي اُن ڪاڌي کي اُلٽي ڪري ڪڍي رهيوآهي. اهوحال ڏسي اسين مُرڪيا آهيون.

حضرت ڪَعب بن مالڪ رضہ فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن ٽن آڱرين ۽ آڱوني مبارڪ سان ڪاڌو ڪائيندا هئا. ڪاڌي ڪائڻ بعد آڱريون مبارڪ چٽي صاف ڪري پوءِ هٿ ڌوئيندا هئا.

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن جي دنيا مان رحلت فرمائڻ بعد هڪ دفعي ڪي باهر جا مهمان منهنجي گهر آيا. مون انهن جي مهماني ڪئي. ڪاڌي ڪائڻ مهل منهنجي گهر واريءَ

دستور مطابق دسترخوان وڇايو. اُها دسترخوان واري چادر ڪجهہ ميري هئي، تنهن لاءِ مون ڪيس چيو تہ هن کي صاف ڪرڻو هو. منهنجيءَ گهر واريءَ جواب ڏنو تہ اجهو هينئر ئي صاف ڪري ڪٽي اچان. تنهن يڪدم اها چادر ڪٽي وڃي ٻرندڙ تندور جي اندر وڌي ۽ ٿوري دير بعد ڪيڏي چنڊي صاف ڪري ڪٽي آئي ۽ اچي وڇايائين. مهمان اهو سمورو حال ڏسي رهيا هئا، تن جو ڪپڙن صاف ڪرڻ جو هي نئون طريقو ڏٺو، سي حيران ٿي پڇڻ لڳا تہ اي انس رضہ! هيءُ ڪهڙي حقيقت آهي جو ٻرندڙ تندور ۾ چادر نہ سڙي ۽ مٿس جيڪي سٽپ وغيره جا داغ هئا سي بہ صاف ٿي ويا.

حضرت انس رضہ جواب ڏنو تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن اسان جي گهر دعوت ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. طعام تناول فرمائڻ بعد هٿ ڌوئي پوءِ هٿن صاف ڪرڻ لاءِ ڪپڙو طلب ڪيائون، اسان ڪين اها چادر پيش ڪئي هئي، جنهن سان پنهنجا هٿ مبارڪ صاف ڪيا هئائون. بس ان ڏينهن کان پوءِ ان چادر کي باهہ اصل نٿي وڻي. ميل مٿي ٻري وڃي ٿو چادر صاف ٿي وڃي ٿي. سبحان الله و بحمده اِها چادر مبارڪ اجا تائين تُرڪ حڪومت ۾ استنبول ۾ محفوظ آهي.

حضرت عبدالله بن عمر رضہ جن فرمائين ٿا تہ اسان ڪڏهن بہ حضور اڪرم ﷺ جن کي ٽيڪ يا تَڪيو لڳائي ڪاڌو ڪائيندي نہ ڏٺو هو.

حضرت حجيفہ رضہ فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ ٽيڪ لڳائي ڪڏهن بہ ڪاڌو نہ کائيندا ڪريو، ڇاڪاڻ جو ان مان پيٽ جون بيماريون پيدا ٿين ٿيون.

## حضور ﷺ جن جون ڪاڌي ڪائڻ وقت دعائون

حضرت ابوسعيد خُدري رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن ڪاڌي ڪائڻ جي شروع ۾ هميشہ بسم الله شريف پڙهي پوءِ ڪاڌو شروع ڪندا

هئا ۽ جڏهن ڪاڌو کائي ختم ڪندا هئا تہ هيءَ دعا پڙهندا هئا.

"الحمدلله الذي اطعمنا واسقانا وجعلنامن المسلمين"

معنيٰ: سڀ تعريف اُنهيءَ خالق ۽ مالڪ لاءِ آهي، جنهن اسان کي کاڌو کارايو، پاڻي پياريو ۽ اسان کي مسلمان بنايو.

حضرت ابو امامہ رضہ فرمائين ٿا تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن کاڌي کان فارغ ٿيندا هئا ۽ دسترخوان هٽايو ويندو هو تہ پاڻ ﷺ جن هيءَ دعا مبارڪ پڙهندا هئا:

"الحمدلله الذي حمداً ڪثيراً طيباً مباركاً غير مودوعٍ ولامُستغن عنهُ ربّنا".

معنيٰ: سڀ تعريف الله پاڪ جي لاءِ آهي. اهڙي تعريف جنهن جي ڪا حد ڪانهي ۽ رياءَ وغيره ۽ رذيل وصفن کان بلڪل پاڪ ۽ مبارڪ آهي اهڙي حمد ۽ صفت آهي جنهن کي ڇڏي نٿو سگهجي نہ ان کان پاسو ڪري سگهجي ٿو. اي رب تون اسان جي شڪراني کي قبول فرمائي.

## پاڻي پيئڻ جو طريقو

حضور ﷺ جن کي ٿڌو پاڻي زياده پسند هوندو هو. پاڻ ﷺ جن جڏهن بہ پاڻي پيئندا هئا تہ ويهي پيئندا هئا، بيني نہ پيئندا هئا. باقي وضوءَ جو بچيل پاڻي يا آب زم زم بيهي پوءِ پيئندا هئا.

حضرت بيبي عائشہ صديقہ رضہ جن فرمائين ٿيون تہ حضور ﷺ جن کي پيئڻ جي شين ۾ مٺي ۽ ٿڌي شيءِ زياده پسند هوندي هئي.

حضرت انس رضہ فرمائي ٿو تہ حضور اڪرم ﷺ جن بيهي پاڻي پيئڻ جي منع فرمائي آهي.

حضرت ابن عباس رضہ فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن زم زم جو پاڻي همبشه بيهي پيئندا هئا.

حضرت عبدالله بن عمر رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن اسان کي فرمايو تہ اوهين ڪاڏو ساڃي هٿ سان کائيندا ڪريو.

حضرت انس رضہ فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن پاڻي پيئڻ وقت ٽي دفعا ساهيون کڻي پاڻي پيئندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ انهيءَ طريقي سان اُڃ بہ لهي وڃي ٿي ۽ مزو بہ اچي ٿو ۽ نقصان بہ نٿو ٿئي.

حضرت ابوقتاده رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ اوهان مان ڪوبہ شخص جيڪڏهن ڪا پيئڻ جي شيءِ پيئي تہ اُن ٿانوَ ۾ ساهہ نہ کڻي پر ٿانوَ کان منهن ٻاهر ڪري هڪ طرف ڪري پوءِ ساهہ کڻي.

حضور ﷺ جن کي کاڌي ۾ ٻيون شيون وڏيڪ پسند ايندڙيون هيون. جيئن تہ حضرت بيبي عائشہ صديقہ رضہ فرمائين ٿيون تہ حضور اڪرم ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ سرڪو تمام سٺي غذا آهي.

حضرت ابواُسيَد رضہ فرمايو تہ حضور ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ زيتون جو تيل کاڌي ۾ استعمال ڪريو ۽ مالش ۾ استعمال ڪندا ڪريو. ڇاڪاڻ تہ هيءَ هڪ بابرڪت وڻ جو تيل آهي.

حضرت بيبي عائشہ صديقہ رضہ فرمائي ٿي تہ حضور ﷺ جن کي ماکي ۽ مٺائي بيحد مرغوب هوندي هئي.

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ حضور اڪرم ﷺ جن ڪدوءَ کي گهڻو پسند ڪندا هئا.

حضرت عبدالله بن جعفر رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن گوشت ۾ پُٺ جو گوشت زياده پسند فرمائيندا هئا.

حضرت ابو موسيٰ رضہ فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ عورتن ۾ اُمّ المؤمنين بيبي عائشہ صديقہ رضہ اهڙيءَ طرح بهتر آهي، جيئن کاڌن ۾ ثُريد سڀني کان بهتر کاڌو آهي.

حضرت يوسف رضہ (اصحاب رسول الله ﷺ) بيان ٿو فرمائي تہ هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن هڪ مانيءَ جو ٽڪر کڻي، تنهن تي ڪجور رکيائون ۽ فرمائڻ لڳا تہ هيءَ هن مانيءَ جو ٻوڙ آهي.

حضور ﷺ جن جي هن دنيا مان رحلت جي بعد هڪ ڏينهن حضرت امام حسن رضہ، حضرت عبدالله بن عباس رضہ ۽ حضرت عبدالله بن جعفر رضہ جن گڏجي جناب حضرت بيبي اُمّ سلمہ رضہ وٽ آيا ۽ کيس اچي چيائون تہ جيڪو ڪاڌو نبي ڪريم ﷺ جن کي پسند هوندو هو، اهو اسان کي اچ ڪارايو. بيبي صاحبہ رضہ جن فرمايو تہ اي منهنجا ٻچا! اهو ڪاڌو هاڻي توهان کي مزو نہ ڏيندو، اهو ڪاڌو تہ تنگدستيءَ ۽ بک ۾ مزو ڏيندو هو. انهن سيني يلارن چيو تہ نہ اسان کي ضرور اهو ڪاڌو ڪارايو. بيبي صاحبہ جن اُٺيون ۽ ڪجھہ قدر جَوَ جَنڊ ۾ ڏري هنديءَ ۾ وڌائون، اُن ۾ ڪجھہ مسالو ۽ زيتون جو تيل پاڻيءَ وجهي رڌي ڪٽي آٽي سندن اڳيان رکيائين ۽ فرمايائين تہ حضور ﷺ جن کي هيءُ ڪاڌو پسند هوندو هو.

## حضور ﷺ جن جا ناپسند ڪاڌا

رسول اڪرم ﷺ جن ڪچو بصر ۽ ٿوم نہ کائيندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن کي ٿوم ۽ بصر جي ڌپ سخت ناپسند هوندي هئي.

حضرت جابر رضہ بيان ٿو فرمائي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ڪچو بصر ۽ ٿوم کائي اچي، سو اسان جي مسجد کان پري رهي، جيستائين اُها بدبوءِ پنهنجي منهن مان صاف نہ ڪري. يعني منهن کي اهڙو صاف ڪري جو بدبوءِ نہ رهي. رسول اڪرم ﷺ جن جو دسترخوان چمڙي جو هوندو هو، پاڻ ﷺ جن ان کي زمين تي وڇائي تنهن تي ڪاڌو کائيندا هئا، ڇاڪاڻ جو هيٺ ويهي ڪاڌو کائڻ ۾ انڪساري زياده آهي.

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ رسول اڪرم ﷺ جن ڪڏهن بہ ميز يا ڪرسيءَ يا کٽ تي ويهي ڪاڌو نہ کائيندا هئا نہ وري ڪڏهن ننڍڙين ننڍڙين پيالين ۾ يا ڪنهن اعليٰ قسم جي پليٽن يا ٿانوَن ۾ ڪاڌو کائيندا هئا. سندن کاڌي جا ٿانوَ بلڪل عام ۽ سادا

هوندا هئا. انهن ٿانوَن ۾ انهيءَ چمڙي جي دسترخوان تي ويهي کاڌو کائيندا هئا. عليٰ هذالقياس.

## مرغوب ميو!

حضور ﷺ جن ڪيترن قسمن جا ميوا بہ استعمال ڪيا آهن. بعضي ميوا کين پسند هوندا هئا. جڏهن ڪو شخص هديو يا تحفو ڪري ڪو ميوو آڻيندو هو تہ پاڻ سڳورا قبول فرمائڻ بعد هيءَ دعا مبارڪ پڙهندا هئا.

"اَللّهم بارِڪ لنا في الثّمارنا وبارِڪ لنا في مَدينتنا وبارڪ اَنآفي صاعنَا دني مُدّنا اَللهمّ اِنّ اِبراهيم عَبدُڪ و نبيڪ و اِني عَبدَڪ و نَبيڪّ و اِنّہُ ادعاڪ لمڪة واني ادعوڪ لِلمَدينته بِمثل ما دَعاڪ بَہِ لِمَڪةِ و مثله مَعُه."

معنيٰ: اي الله! مديني پاڪ جي ميون ۾ برڪت عطا فرمائي، اسان جي هن شهر ۾ برڪت عطا فرمائي ۽ اسان جي هر اُن شيءِ ۾ برڪت عطا فرمائي جا ماپن سان ماپي وجي ٿي. اي الله پاڪ! بيشڪ حضرت ابراهيم عليہ تنهنجو بندو، تنهنجو دوست ۽ نبي هو ۽ آءٌ بہ تنهنجو بندو ۽ نبي آهيان. حضرت ابراهيم عليہ السلام جن مڪي معظم لاءِ جن شين جي دعا فرمائي هئي، اهائي دعا ۽ ان کان ٻيڻي دعا آءٌ مديني منوره لاءِ ڪريان ٿو.

حضور ﷺ جن اهو ميوو ٻارن کي ورهائي ڏيندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن تازي کجور کي زياده پسند فرمائيندا هئا.

حضرت ربيعہ رضہ فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي مان هڪ ٿانوَ ۾ تازيون کجورون ۽ ڪَڪَڙِي (ونگو) ٽڪرا ٽڪرا ڪري، نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ حاضر ٿيس. پاڻ ڪريم ﷺ جن کي ڪَڪَڙِي بيحد پسند هوندي هئي، سو ايتري قدر تہ خوش ٿيا جو مون کي مُٺ سون جي ڀري عنايت فرمايائون.

## ڪاڏي جي متعلق هدايتون

رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو ته رات جو بکيا نه سمهندا وجو، ڇو جو رات جو بکيو سمهڻ جلد ٻڍاپو آڻيندو آهي. پاڻ ﷺ جن پيٽ ڇڪار پرڻ کان منع فرمائيندا هئا. ڪجهه گهٽ استعمال ڪرڻ جي هدايت ڪندا هئا ۽ فرمايو اٿن ته معدي جو هڪڙو حصو ڪاڏي لاءِ، هڪ حصو پاڻيءَ جي لاءِ ۽ هڪ حصو هاضمي ۽ اصلاح جي لاءِ ڇڏي ڏيو. پاڻ ڪريم ﷺ جن ميون ۽ ڀاڄين جو استعمال انهن جي اصلاح وارين شين سان گڏ ڪندا هئا.

هڪ دفعي ڪنهن بادشاهه ٻه حڪيم حضور ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ مديني منوره ڏانهن روانا ڪيا ته رسول الله ﷺ ۽ سندن اصحابن سڳورن جي خدمت بجا آڻين. اهي حڪيم مديني پاڪ ۾ ڪيترا ڏينهن رهيل هئا. مگر اصحابن سڳورن مان ڪوبه علاج لاءِ نه آيو. آخر انهن حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ اسان وٽ ڪوبه اصحاب سڳورو علاج لاءِ نٿو اچي، اسين هتي بيڪار وينا آهيون. پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو ته منهنجا اصحاب سڳورا ڪاڏي ۽ ٻين ڳالهين ۾ اسان جي هدايت تي پورو پورو عمل ڪندا آهن. يعني جڏهن ڪين بک لڳندي آهي، تڏهن ڪاڏو ڪائيندا آهن. ۽ اڃا ضرورت باقي هوندي آهي، ته ڪاڏو ڇڏي ڏيندا آهن. انهيءَ ڪري سندن هاضمو خراب نٿو ٿئي ۽ اڪثر جسماني بيماريون معدي جي خرابيءَ مان ئي پيدا ٿين ٿيون. اسان جي هدايت تي عمل ڪرڻ جو اهو نتيجو آهي جو هو بيمار نٿا ٿين، تنهنڪري توهان کي اجازت ڏني وڃي ٿي پلي پنهنجي ملڪ هليا وڃو. پوءِ هو موڪلائي پنهنجي ملڪ هليا ويا.

## گهر جي متعلق هدايتون

حضرت جابر رضه فرمائي ٿو ته حضور ﷺ جن فرمايو ته جڏهن بلڪل شام ٿي وڃي ته پنهنجن ننڍڙن ٻارن کي ٻاهر نڪرڻ کان

روڪيندا وجو، ڇو جو شام جي وقت شيطان زمين تي پکڙجي ويندا آهن. پره ڦٽيءَ ۽ صبح جوڪين ٻلي ٻاهر ڇڏيندا وجو. رات جو جنهن وقت سمهڻ جو ٽائيم ٿئي ٿو ته گهرن جا دروازا بسم الله شريف پڙهي پوءِ بند ڪندا وجو ته شيطان گهر ۾ نه گهڙندو. پنهنجي پاڻيءَ جي برتنن، ڪاڏو ۽ ان جا ٿانوَ ۽ ٻين شين کي بسم الله پڙهي بند ڪري رکندا وجو. رات جو جنهن وقت سمهڻ لڳو ته چُلهه واري باهه کي اجهائي ڇڏيندا وجو.

حضرت ابو موسيٰ اشعري رضه فرمائي ٿو ته حضور ﷺ جن فرمايو ته رات جو سمهڻ کان اڳي باهه اُجهائي ڇڏيندا ڪريو.

حضرت جابر رضه فرمايو ته حضور ﷺ جن اسان کي فرمايو ته اوهين جڏهن ڪُتي يا گڏهه جو آواز ٻڌو ته "اعوذ باالله من الشيطان الرجيم" پڙهندا ڪريو. ڇو جو ڪُتو ۽ گڏهه جن بلائن کي ڏسن ٿا، اوهين انهن کي نٿا ڏسي سگهو.

حضرت ابوهريره رضه فرمائي ٿو ته حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته اوهان جڏهن ڪُڪڙ جي ٻانگ ٻڌو ته الله تعاليٰ کان سندس فضل طلب ڪندا وجو، ڇو جو ڪُڪڙَ ملائڪن سڳورن کي ڏسندو آهي ۽ گڏهه جو آواز ٻڌو ته اعوذ باالله من الشيطان الرجيم پڙهندا ڪريو، ڇو جو اُهو شيطان کي ڏسندو آهي.

## ساڄي هٿ سان ڪم ڪرڻ جي هدايت

رسول اڪرم ﷺ جن هر چڱو ڪم ساڄي هٿ مبارڪ سان ڪندا هئا. مثال طور: ڪاڌو کائڻ، پاڻي پيئڻ، ڪنهن شخص کي ڪا شيءِ عنايت ڪرڻ، مطلب ته چڱاين جا جيڪي به ڪم، سي سڀ ساڄي هٿ مبارڪ سان فرمائيندا هئا، پر پيرن مبارڪن ۾ به ساڄي ۽ کاٻي جو احتياط رکندا هئا. جُتي پهرين ساڄي پير مبارڪ ۾ ۽ پوءِ

کابي پير مبارڪ ۾ پائيندا هئا. مسجد شريف ۾ داخل ٿيڻ وقت اول ساڄو پير اندر رکندا هئا ۽ پوءِ کابو. مسجد مان ٻاهر اچڻ مهل اول کابو پير ٻاهر رکندا هئا، پوءِ ساڄو. بلڪ هرڪم ۾ ساڄي طرف کي فوقيت ڏيندا هئا. مجلس ۾ اگر ڪجهہ ورهائڻو هوندو هو تہ اُهو بہ ساڄي طرف کان ورهائڻ شروع ڪندا هئا. ڦيٽون وجهڻ وقت بہ پهرين ساڄي طرف پوءِ کابي طرف ڦيٽون وجهندا هئا. وضوءَ ڪرڻ مهل بہ پهرين ساڄي طرف عضوا ۽ پوءِ کابي طرف جا عضوا ڌوئيندا هئا.

## حضور ﷺ جن جي ڇِڪ مبارڪ

سيد عالم ﷺ جن کي جڏهن ڇِڪ مبارڪ ايندي هئي تہ پاڻ ڪريم ﷺ پنهنجو هٿ مبارڪ يا ڪو پاڪ ڪپڙو منهن مبارڪ تي رکندا هئا ۽ ڇڪ کان پوءِ الحمدالله چوندا هئا ۽ ٻيا مجلس ۾ ويٺل اصحاب سڳورا ان جي جواب ۾ يرحمڪ الله چوندا هئا.

حضرت ابوهريره رضہ فرمائي ٿو تہ جڏهن ڪنهن شخص کي ڇڪ اچي تہ الحمدالله چوي ۽ سامعين يرحمڪ الله چون، پر جي اڪيلو هجي تہ الحمد الله چوڻ بعد پاڻ يرحمڪ الله چوي ۽ اوٻاسي جي وقت منهن تي هٿ رکڻ يا ڪو ڪپڙو رکڻ گهرجي. ڇو جو اوٻاسيءَ جي وقت شيطان منهن ۾ داخل ٿئي ٿو.

## بيت الخلا (ضروري حاجت) لاءِ هدايتون

حضور ﷺ جن جو پيشاب ۽ پائخانو نظر نہ ايندو هو جو فراغت جي بعد زمين بروقت اُن کي جذب ڪري وٺندي هئي. رسول اڪرم ﷺ جن جي زماني ۾ هِن زماني وانگر گهرن ۾ ڪاڪوس ڪونہ هوندا هئا، هرڪو مرد ۽ عورت ٻاهر آباديءَ کان پري جهنگ ۾ ويندو هو. عورتون ضروري حاجت جي لاءِ اڪثر رات جوٻاهر نڪرنديون هيون ۽ ٽولين جي

صورت ۾ گڏجي ويندي هيون، جيئن اڄ بہ اسان جي ملڪ ۾ ٻهراڙيءَ جو دستور آهي. پاڻ ﷺ جن قضاءِ حاجت لاءِ اهڙي جاءِ تي ويندا هئا، جتي ماڻهن جي آمدورفت جو رستو يا واٽ نہ هوندي هئي، اهڙيءَ جاءِ تي ويندا هئا، جتي ڪو ڏسي نہ سگهي.

حضور ﷺ جن جو ارشاد آهي تہ پيشاب ۽ پائخاني جي حاجت جي وقت ڪعبة الله شريف ڏانهن منهن ڪري يا ڪعبي ڏانهن پٺ ڪري نہ ويهندا ڪريو، ٻيو ڪو طرف اختيار ڪندا وڃو؛ ماڻهن جي گذر گاهہ يا واٽ تي حاجت ضروريءَ لاءِ هرگز نہ ويهو، جيئن اچڻ ۽ وڃڻ وارن جا پير وغيره خراب نہ ٿين ۽ اوهان جي اوگهڙ تي ڪنهن جي نظر نہ پوي. ڇانوَ واري وڻ هيٺ، جنهن هيٺ آرام ڪرڻ جي جاءِ جهڙو هنڌ هجي تہ اتي ڪاڪوس نہ ڪريو ۽ نہ اتي پيشاب ڪريو، متان ڪو مسافر اُن ڇانوَ ۾ اچي آرام ڪري ۽ ان کي تڪليف ٿئي. عام رستو چاهي غيرآباديءَ ۾ هجي اُتي بہ ڪاڪوس ۽ پيشاب نہ ڪريو. ڏرن ۽ سوراخن ۾ پيشاب ۽ ڪاڪوس نہ ڪريو. ڪنهن بہ جانور جي هڏيءَ يا سڪل ڇيڻيءَ سان استنجا نہ ڪريو، جو اهي شيون اوهان جي ديني ڀائرن مسلمان جننَ جي خوراڪ آهن. شايد جنَ انهن شين تي ڪجهہ پڙهي دم ڪندا آهن تہ اُهي ڪاڏي جون عمده شيون بنجي پونديون آهن، پوءِ اُهي انهن کي کائيندا آهن والله اعلم باالصواب.

حضرت مغيره رضہ فرمايو آهي تہ حضور ﷺ جن رفع حاجت جي لاءِ پري اهڙيءَ جاءِ تي ويندا هئا، جتي ڪوڏسي نہ سگهي.

سراقہ رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن اسان کي حڪم فرمايو تہ قضا حاجت لاءِ ويهڻ وقت کابي پير تي ڪجهہ زور ڏيئي ويهندا ڪريو ۽ ساڄي پير کي هلڪو رکندا ڪريو.

حضرت ايوب رضہ فرمائي ٿو تہ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ ڪاڪوس ۽ پيشاب جي وقت نہ ڪعبة الله شريف ڏانهن منهن ڪري ويهندا وڃو ۽ نہ پُٺ ڏيئي ويهندا وڃو. ڇاڪاڻ جوٻنهي صورتن ۾ ڪعبة الله شريف ڏانهن اُگهاڙ ٿئي ٿي.

اُم المؤمنين بيبي عائشہ صديقہ رضہ فرمائي ٿي تہ حضور ﷺ جن جڏهن قضاء حاجت جو ارادو ڪندا هئا تہ ان وقت هيءَ دعا پڙهندا هئا: "اللّٰهم انيّ اعوذُبک من الخُبثِ والخَبائث" يعني: اي رب پاڪ! آءٌ برائي ڪان ۽ بُرين شين ڪان تنهنجي پناهہ گهران ٿو.

حضرت ابوذر غفاري رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن قضاء حاجت ڪان بعد هيءَ دعا پڙهندا هئا: "الحمدالله الذّي اذهَب عنّي الاذيٰ و عافاني" يعني: الله تعاليٰ جو شڪر آهي، جنهن هيءَ تڪليف مون ڪان هٽائي ۽ مون کي نجاست ڪان پاڪ ڪيو.

## استنجا (پاڪائي) جو طريقو

پيشاب ۽ پائخانو وغيره جيئن تہ انساني فطرت ۾ شامل آهي، مگر اهو نجس ۽ ناپاڪ آهي، انهيءَ لاءِ اهو جيڪڏهن انسان جي جسم يا ڪپڙي تي لڳي وڃي تہ اهو بہ پليت ٿي پوي ٿو. انسان کي اُن ڪان ڪراهت ۽ نفرت محسوس ٿيڻ بہ فطرتي ڳالهہ آهي. انهيءَ ناپاڪائيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ حضور ﷺ جن اسان کي صفائي ۽ پاڪائي رکڻ جو بار بار تاڪيد فرمايو آهي. پاڻ ڪريم ﷺ جن هڪ جاءِ تي فرمايو آهي تہ صفائي ۽ پاڪائي ايمان جوڙو حصو آهي. پاڻ ﷺ جن گندگيءَ، ناپاڪائيءَ، ڪپڙن ۽ بدن جي ميرائي کي صاف نہ ڪرڻ ۽ پگهر جي بدبوءِ کي سخت ناپسند ڪندا هئا. ڪپڙا پلي چتيون لڳل ئي هجن، مگر انهن کي ڌوئي صاف ڪري پائڻ جي هدايت ڪئي اٿن.

حضرت ابن عباس رضہ ڪان روايت آهي تہ هڪ ڀيري حضور اڪرم ﷺ جن جو گُذر قبرستان مان ٿيو. اُتي پاڻ سڳورا ﷺ ٻن قبرن وٽ بيهي فرمائڻ لڳا تہ هنن قبرن وارن شخصن تي عذاب ٿي رهيو آهي، ٻئي ويچارا خدا جي عذاب ۾ مبتلا آهن، مگر اهڙيءَ ڳالهہ جي سبب اهو عذاب نہ ٿي رهيو آهي جا هنن جي لاءِ دنيا ۾ مشڪل هئي. هڪڙي شخص تي تہ انهيءَ ڪري عذاب ٿي رهيو آهي جو هو پيشاب جي پليتيءَ ڪان پرهيز نہ ڪندو هو ۽ اُن جي پاڪ ڪرڻ ۾ لاپرواهي

ڪندو هوءِ ٻيو شخص چغلخور آهي جو دنيا ۾ هتان جي ڳالهه هتي ۽ هتان جي ڳالهه هتي ڪندو هو. اهڙيءَ طرح ماڻهن ۾ فتنو ۽ فساد وجهندو هو. اُن ڪري الله تعاليٰ جي طرفان اُن تي عذاب ٿي رهيو آهي. انهيءَ لاءِ رسول الله ﷺ جن استنجا ۽ پاڪائيءَ جا طريقا ۽ رستا سيکاريا آهن، جن سان ناپاڪائي دور ٿي وڃي ۽ مڪمل صفائي ۽ پاڪائي ٿي وڃي. نجاست جي پاڪ ڪرڻ ۾ ڪراهت به محسوس نه ٿئي ۽ نجاست جي صفائيءَ ڪرڻ وقت ٻئي هنڌ تي به نه لڳي.

حضرت بيبي عائشه رضه کان فرمائين ٿيون ته حضور ﷺ جن فرمايو ته اوهان مان ڪو شخص جڏهن پائخاني جي حاجت لاءِ وڃي ته مٽيءَ جا سڪل ڪڙا ايترا پاڻ سان کڻي وڃي جو نجاست صاف ٿي سُڪي وڃي، تنهن ڪان پوءِ پاڻيءَ سان ڌوئي صاف ڪري.

حضرت ابوهريره رضه فرمايو آهي ته حضور ﷺ جن جڏهن قضاء حاجت لاءِ خيال ڪندا هئا ته آءٌ پاڻي ڀري ڪين ڏيندو هوس. ڪڙن بعد حضور ﷺ جن پاڻيءَ سان طهارت ڪندا هئا، پوءِ هٿ کي زمين تي خوب گهَي صاف ڪري ڌوئي پاڪ ڪندا هئا. پوءِ آءٌ ٻيو ٿانوَ پاڻيءَ جوحاضر ڪندو هوس، جنهن سان پاڻ ڪريم ﷺ جن وضو فرمائيندا هئا. هاڻي ته وڏن شهرن ۾ ڪڙن ۽ پٿرن وارو عمل بلڪل بند ٿي ويو آهي.

اُم المؤمنين حضرت بيبي عائشه صديقه رضه فرمائي ٿي ته حضور اڪرم ﷺ جن ساڄي هٿ مبارڪ سان کائڻ، پيئڻ ۽ ٻيا نيڪ ڪم ڪندا هئا ۽ کاٻي هٿ سان استنجا وغيره ڪندا هئا.

"بيشڪ ايمان وارن لاءِ نبي ڪريم ﷺ جن جي ذات ڪائنُن هرڳالهه ۾ مقدم آهن." (سورة احذاب)

## حضور اڪرم ﷺ جن جو سندن امت مٿي حق

حضور اڪرم ﷺ جن جا پنهنجي اُمت جي مردن ۽ عورتن تي به بيشمار ٿورا آهن. اسان اُمين جو جيڪو رشتو رسول الله ﷺ جن سان

آهي، سو سڀني انساني رشتن ۽ تعلقن کان بالاتر آهي. ڪوبہ رشتو مثال: ماءُ، پيءُ، ڀاءُ، ڀيڻ، دوست يار ۽ عزيز قريب انهن سڀني رشتن کان حضور ﷺ جن جو رشتو بالاتر آهي. ڇو جو رسول الله ﷺ جن اسان جي ماءُ-پيءُ، ڀاءُ-ڀيڻ، دوست-عزيز، سڀني کان اسان تي وڌيڪ شفيق ۽ مهربان آهن. هونئن تہ حضور اڪرم ﷺ جن ساري جهان لاءِ رحمت آهن، مگر خاص پنهنجي امت لاءِ ايتري تہ محبت ۽ شفقت رکن ٿا، جو ماءُ پيءُ بہ نٿا رکي سگهن. اسان جا ماءُ پيءُ ۽ ڀائر ڀيڻون يا ٻيا عزيز ڪنهن وقت اسان کي نقصان بہ پهچائي سگهن ٿا ۽ اسان سان ڪاوڙجي ناراض ٿي دشمني بہ ڪري سگهن ٿا. خود غرضي بہ ڪري سگهن ٿا. اسان جا دوست اسان کي پريشان ۽ گمراهہ ڪري غلط رستي تي بہ وجهي سگهن ٿا، اسان جو اولاد پنهنجي ڪرتوتن سبب اسان کي دنيا ۾ بہ پريشان ڪري سگهي ٿو ۽ آخرت ۾ شرمندو ڪري سگهي ٿو. اگر اولاد بيطالع (نياڳو) آهي تہ مائٽ لاءِ هميشه جي ذلت ۽ رسوائي آهي. اهڙيءَ طرح اسان جا عزيز سواءِ طمع جي اسان جا همدرد ٿي نٿا سگهن. ليڪن اهو اسان جو محبوب پيغمبر ﷺ اسان جو سچو ۽ حقيقي همدرد اهو خيرخواه آقا اسان کي اها واٽ ڏيکاري رهيو آهي، جنهن تي هلڻ ۾ اسان جي ڀلائي، بهتري ۽ فلاح آهي. اها واٽ اسان کي هر قسم جي ضرر ۽ نقصان کان محفوظ رکي ٿي. اها واٽ اسان کي جَهنمّ جي باهہ کان بچائي جنّت جي پُرڪيف وادين ۾ پهچائي ٿي، اها واٽ اسان جي دنيا ۽ آخرت ٻنهي کي سَنواري ٿي، اسان کي شيطان جي دخل ۽ دشمني ۽ شرارت کان محفوظ رکي ٿي.

رسول اڪرم ﷺ جن هزارها تڪليفون ۽ مصيبتون برداشت ڪيون. سختيون، بکون ۽ ڏک ڪاٽيائون، مگر پنهنجي اُمت کي اهو رستو ڏيکاري ويا، جنهن تي هلڻ سان قبر جي اونداهي دور ٿي وڃي، جنهن تي هلڻ سان قيامت جي گرمي ٿڌي ٿي وڃي، جنهن تي هلڻ سان پلصراط جهڙي سنهي باريڪ راهہ هڪ عاليشان روڊ بڻجي وڃي،

اها واٽ اسان کي وٺي وڃي جنّت جي دروازي تي پهچائي ٿي، جتي ڪا به تڪليف، ڪو به غم ۽ فڪر نه آهي، دائما آرام هميشه سُک ابدالآباد زندگي ۽ جواني جنهن ۾ نه موت آهي، نه ٻڍاپو. ڀلا ايڏي وڏي محسن جا احسان ڪو لاهي سگهندو؟ هرگز نٿو لاهي سگهي. ها، اگر اسين پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هڻون ته وس وارا آهيون. ڪو به اسان کي روڪيندڙ ڪونهي. اسين پاڻ پنهنجي عملي حماقتن سان اگر پاڻهي پاڻ کي برباد ڪرڻ چاهيون ته ڪا وڏي ڳالهه ڪونهي. اسين پنهنجو نقصان پاڻ ڪري سگهون ٿا. پنهنجي بدعملن ڪرڻ سان پاڻ کي جَهنمّ جو پڪو لائق بڻائي سگهون ٿا. ليڪن سرورِ ڪائنات ﷺ جن جي اهائي ڪوشش آهي ته جيئن اسان کي جسماني يا روحاني، دنياوي يا آخرت جي نقصان کان بچائين، جيئن اسين جَهنّم جي ابدي اَذيت ۽ عذاب کان بچي وڃون. اهڙو ٻيو ڪو به اسان جو عزيز رشتيدار، اسان جو همدرد ٿي نٿو سگهي، حضور ﷺ جن جو بيشڪ اسان اُمتين تي اهو پورو پورو حق آهي جو اسين ڪين پنهنجي ماءُ پيءُ، ڀاءُ ڀيڻ عزيز رشتيدار اولاد مان دولت زمين زال، دنيا جي هرشيءِ بلڪ پنهجي ساهه کان به وڌيڪ محبوب رکون، اسين پنهنجي پياري کان پياري شيءِ مٿانئن قربان ڪرڻ ۾ هرگز قيل و قال نه ڪريون ۽ نه ڪيٻايون. سندن فرمايل حڪمن ۽ احڪامن جي دل سان پيروي ڪريون. سندن اخلاق حسنه ۽ سيرت پاڪ تي صحيح صحيح عمل ڪريون پوءِ ڏسو ته ساري دنيا اوهان جي غلام بڻجي وڃي ٿي يا نه.

کی محمد سے وفا تونے تو ہم تیرے ہیں۔
یہ جھاں چیز ہے کیا ، لوح قلم تیرے ہیں۔
"علامہ اقبال"

اي مسلمان! پنهنجي شان کي سڃاڻ، تون زمين تي الله جو خليفو آهين، تون ئي اشرف المخلوقات آهين، ڪجهه پنهنجي عملن تي به نظر ڪر، پنهنجي گريبان ۾ منهن وجهي ته ڏس اسان کي گهرجي ته اسين

پنهنجي نفساني راءِ ۽ فيصلي کان حضور ﷺ جن جي راءِ ۽ فيصلي کي مقدم سمجھون. سندن فرمايل حڪمن تي لبيڪ چئي سندن قدمن مبارڪن ۾ پنهنجي مغرور سر کي جھڪائي وجھون.

حضور ﷺ جن فرمايو آهي ته ڪوبه شخص تيستائين مؤمن ٿي نٿو سگھي، جيستائين پنهنجي ماءُ پيءُ اولاد مال ۽ سيني انسانن کان وڌيڪ مون کي پنهنجو محبوب نٿو سمجھي. (صحيح بخاري ۽ مسلم)

يا رسول الله اُنظرَ حَالنا ياحَبيبَ الله اسمع قَالنا
اِنّني في بحرِ غّمَ مغرقٌ خُذيديَ سّهل لَنا اَشكالنَا
(غوث الاعظم سيد عبدالقادر جيلاني رح)

معنيٰ: اي رسول الله ﷺ منهنجي هن حال تي پنهنجي ڪرم جي نظر فرمايو. اي الله جا حبيب ﷺ منهنجي هن فرياد کي پنهنجي مبارڪ ڪَنن سان ٻڌو. آءٌ غم جي درياه ۾ غرق ٿيو پيو آهيان. اوهين پنهنجي مبارڪ هٿن سان منهنجي مشڪل اچي حلِ فرمايو.

## نبي ڪريم ﷺ جن جون پنهنجي امت کي چند هدايتون

تاجدار مدينه سرورِ ڪائنات آخري پيغمبر ﷺ جن آيا ئي هدايت لاءِ هئا.

حضرت ابوذر غفاري رضه فرمائي ٿو ته مون هڪ دفعو حضور اڪرم ﷺ جن کي عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ مون کي ڪا وصيت فرمايو، رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ها، اسين توکي ۽ سيني امتين کي وصيت ٿا فرمايون سا ٻڌو.

١- الله تعاليٰ کان بيحد ڊڄندا ڪريو، ڇو جو خدا جو خوف سيني نيڪين جي پاڙ آهي.

٢- قرآن پاڪ جي تلاوت ۽ الله تعاليٰ جو ذڪر ۽ پنجگانه نماز ۽ درود شريف پاڙ تي لازم ڪري ڇڏيو، اهو عمل توهان کي هن دنيا ۾

هدايت جو نور ۽ برڪت عطا ڪندو ۽ آخرت ۾ بہ اوهان جي ڪم ايندو.

٣- گهٽي ڪِلڻ کان بچو گهٽي ڪِلڻ سان قلب مَري وجي ٿو ۽ چهري جو نور ختم ٿي وجي ٿو.

٤- الله جيءَ راهہ ۾ جهاد پاڻ تي لازم ڪري ڇڏيو منهنجيءَ امت جي لاءِ جهاد رُهبانيت آهي.

٥- غريبن ۽ مسڪينن سان محبت ڪريوءِ انهن جي ڏک سک جي حالت کي ڏسندا ڪريو. مسڪينن ۽ غريبن جي مدد ڪندا ڪريو. ڪڏهن بہ ڪنهن مسڪين ۽ غريب کي تَڙِي يا جهٽڪ نہ ڏيو ۽ اُنهن کي بُرو يا بچڙو نہ سمجهو.

٦- جيڪي انسان اوهان کان ايري حال ۾ گذاري رهيا آهن، اُنهن ڏانهن ڏسو ۽ جيڪي ماٺهو اوهان کان چڱي حالت ۾ گذارين ٿا تن ڏانهن نہ ڏسو. ائين ڪرڻ سان توهان جي دل ۾ حسد ۽ ناشڪري پيدا نہ ٿيندي ۽ الله تعالىٰ جي عنايت ڪيل نعمتن جي ناقدرِيءَ کان بچيا رهندا.

٧- حق ڳالهہ چؤ اُها بيشڪ ڪنهن کي بُري لڳي تہ پلي لڳي.

٨- پنهنجن عيبن ۽ عملن تي نظر رکو، ٻين جا عيب نہ ڳولهيو. جيڪو ڪم اوهين پاڻ ڪريو ٿا، جيڪڏهن ٻيا بہ ائين ڪن تہ اوهين ناراض نہ ٿيو.

٩- ان کان پوءِ حضور ﷺ جن منهنجي سيني تي هٿ مبارڪ رکي فرمايائون تہ اي ابوذر رضہ! عقلمند شخص اهو آهي، جيڪو عمل ڪرڻ کان اڳ ان جي نتيجي لاءِ سوچي ۽ سمجهي پوءِ اهو ڪم شروع ڪري. سڀ کان وڏو متقي پرهيزگار اهوشخص آهي، جيڪو حرام کان پاڻ بچائي رکي ٿو ۽ سڀ کان وڏي شرافت سهڻي اخلاق ۾ آهي.

حضرت عباده بن صامت رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن هڪ ڏينهن ارشاد فرمايو تہ اچو تہ آءٌ توهان کي اُهو ڪم ٻڌايان، جنهن

سان الله تعاليٰ پنهنجن بندن کي وڏا درجا عطا فرمائي ٿو. اسان عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ اسان کي جلد ٻڌايو. فرمايائون ته جيڪو اوهان سان جهالت سان هلي، اوهين ان سان بردباريءَ ۽ حليمت سان هلو، جيڪو اوهان تي ظلم ڪري اوهين ان کي معاف ڪريو، جيڪو اوهان کي ڪجهه نٿو ڏيئي سگهي تنهن کي اوهين ڏيو ۽ جيڪو اوهان جو قريبي رشتيدار اوهان جو حق ادا نٿو ڪري ته به اوهين ان جا حق ادا ڪريو.

حضرت ابو اُمامّه رضه فرمائي ٿو ته حضور ﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي ته ٻين تي احسان ڪرڻ سان ماڻهواوچتي اجل ۽ اچانڪ اتفاقي موت ۽ حادثن کان بچي وڃي ٿو. لڪائي خيرات ڏيڻ سان جيئن ٻئي ڪنهن کي خبر نه پوي اهڙيءَ طرح خير ڪرڻ رب پاڪ جي ڪاوڙ کي ٿڌو ڪري ٿو. پنهنجن رشتيدارن ۽ عزيزن جا حق ادا ڪرڻ سان الله تعاليٰ عمر ۾ برڪت وجهي ۽ ان کي وڌائي ٿو.

حضرت ابوهريره رضه فرمائي ٿو ته حضور ﷺ جن فرمايو ته ستن گناهن کان پاڻ کي بچايو ۽ ڪانئن پاسو ڪريو. اسان پڇيو ته اي الله جا رسول ﷺ اُهي ڪهڙا گناهه آهن جن کان پاڻ کي بچايون؟ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته:

(١) الله تعاليٰ سان ڪنهن کي شريڪ ڪرڻ. (٢) ڪنهن تي جادو ڪرڻ يا ڪرائڻ. (٣)ناحق ڪنهن کي قتل ڪرڻ . (٤) وياج يا سود کائڻ (٥) يتيم جو مال هڙپ ڪرڻ. (٦) جهاد جي ميدان تان پُٺ ڦيري ڀڄڻ. (٧) نيڪ ۽ پاڪدامن عورتن تي بدڪاريءَ جي ڪوڙي تهمت لڳائڻ.

حضرت ابوسعيد خُدري رضه فرمائي ٿو ته هڪ شخص حضور اڪرم ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته اي الله جا رسول ﷺ ڪا وصيت فرمايو؟ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته :

١- توهان ٻين ماڻهن جي مال ۽ دولت کان بلڪل بي‌نياز ٿي وڃو.
٢- دولت جي حرص ۽ طمع کان بچو.

٣- نماز اهڙيءَ طرح ادا ڪندا وڃو جو ڄڻ تہ هيءَ توهان جي آخري نماز آهي ۽ توهان هن دنيا مان رخصت ٿي رهيا آهيو، ۽ هيءَ توهان جي آخري نماز آهي.
۴- اهڙو ڪم نہ ڪريو جو اُن کان پوءِ توهان کي پڇتائڻو پوي.

حضرت ابوسعيد خُدري رضہ فرمائي ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن مسلمان پنهنجي بُکايل ڀاءُ کي کاڌو کارايو تہ قيامت ۾ الله پاڪ ان کي جنتّ جا کاڌا ۽ ميوا کارائيندو. جنهن مسلمان ڪنهن اُڃايل مسلمان کي ٿڌو پاڻي پياريو تہ الله تعاليٰ ان کي مُنهن بند شربت، هر قسم جي نشي کان پاڪ ماکيءَ کان مِٺو کير کان سفيد ۽ لذيذ ۽ برف کان ٿڌو پياريندو. جي ڪنهن مسلمان ڪنهن غريب مسلمان کي ڪپڙا پارائي اُن جو جسم ڍڪيو تہ الله تعاليٰ قيامت ۾ ان کي جنت جا ريشمي ۽ ڪَمِ خواب جا وڳا پارائيندو. جيڪڏهن ڪنهن مسلمان ڪنهن مشڪل ڪم ۾ ڪنهن مسلمان جي حاجت روائي ڪئي تہ الله تعاليٰ اُن جي حساب ۽ ۾ بيحد آساني ڪندو.

## پاڙيسريءَ جا حق

رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ جهڙيءَ طرح اوهان تي پنهنجي ماءُ، پيءُ، ڀاءُ، ڀيڻ ۽ اهل و عيال جا حَق آهن، تهڙيءَ طرح اوهان جي پاڙيسرين جا بہ اوهان تي ڪي شرعي حق آهن.

حضرت عمرو بن شعيب رضہ جو ڏاڏو بيان ٿو فرمائي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ اهو شخص ڪڏهن بہ مؤمن ٿي نٿو سگهي، جنهن جي ظلم ۽ فتني کان يا سندس دست درازيءَ کان سندس پاڙيسري محفوظ نہ هجي ۽ اُهو شخص بہ مؤمن ٿي نٿو سگهي، جيڪو پنهنجي پاڙيسريءَ ۾ بيگناهہ شڪ رکي، ٿو ۽ ناحق اُن مان ڪو خطرو محسوس ڪري ٿو. توهان کي خبر آهي تہ توهان جي پاڙيسرين جا توهان تي ڪهڙا حق آهن؟

جيڪڏهن هو توهان کان ڪا مدد طلب ڪري ته فوراً هُن جي مدد ڪريو. اگر هو توهان کان قرض گهري ٿو ۽ اوهان کي قرض ڏيڻ جي طاقت آهي ته هن کي قرض ڏيو. جيڪڏهن اوهان جو پاڙيسري غريب ۽ تنگدست آهي ته هن جي مدد ڪريو ۽ ڪيس فائدو پهچايو. جيڪڏهن اوهان جو پاڙيسري بيمار ٿئي ٿو ته اوهين فوراً هن جي عَيادت ڪريو. اگر اوهان جي پاڙيسريءَ کي ڪا خوشي حاصل ٿئي ٿي ته هن کي مبارڪون ڏيو. اگر ڪنهن مصيبت ۾ گرفتار ٿي پوي ٿو ته حتي الامڪان اُن جي مدد ڪريو، ۽ ڪيس صبر ڪرڻ جي تلقين ڪريو. اگر پاڙيسريءَ جي گهر ۾ ڪو موت جو واقعو ٿي پوي ٿو ته سندس ڪم ڪار ۾ مدد ڪريو ۽ جنازي ۾ شرڪت ڪريو. اگر ان جوگهر ننڍو آهي ته اوهين ان جي پاسي ۾ وڏو گهر ٺاهي اُن جي گهر جي هوا جو رخ بند ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪريو، جيئن هن کي ڪا تڪليف نه پهچي. اگر هو خوشيءَ سان موڪل ڏئي ته پوءِ ڀلي بنايو. اگر اوهان جو پاڙيسري غريب آهي ته اهڙن طعامن جي خوشبوءِ نه پکيڙيو، جنهن مان هو ۽ ان جا ٻار ٻچا مايوس ۽ فڪرمند ٿي پون يا اگر اهڙو طعام گهر ۾ رڌيو ته غريب پاڙيسري جي گهر ضرور موڪلي ڏيو ته هن جا ٻچا به کائين. اگر اوهين پنهنجي ٻارڙن لاءِ بازار مان ڦل فروٽ آڻيو ٿا ته پاڙيسريءَ جي ٻچن کي به ڪجهه موڪلي ڏيو ته هن جا ٻچا به کائين. اگر ائين ڪري نٿا سگهو ته جيڪو ميوو بازار مان خريد ڪري آڻيو ٿا سو مات ۾ پنهنجن ٻارن ۾ ورهايو ۽ هنن کي تاڪيد ڪريو ته اُتي ئي ويهي کائي ونن ٻاهر کڻي نه وڃن متان پڙوسيءَ جا ٻچا انهن کي ڏسن ۽ ان ميوي لاءِ پنهنجن غريب مائٽن کي تنگ ڪن يا محروميءَ جي احساس کان روئن ۽ رڙن.

حضرت عبدالله بن عمر رضہ فرمائي ٿو ته حضور ﷺ جن فرمايو ته ڪيترائي پاڙيسري قيامت جي ڏينهن پنهنجي پاڙيسريءَ کي جهلي آڻي الله تعاليٰ جي اڳيان پيش ڪندا ۽ عرض ڪندا ته اي اسان جا ربّ! هن شخص کان پڇيو وڃي ته دنيا ۾ سڪي هوندي ۽ اسان جو

پاڙيسري هوندي بہ اسان جي لاءِ هن شخص پنهنجو دروازو ڇو بند رکيو هو. اي الله! دنيا ۾ تو جيڪو فضل هن شخص تي فرمايو هو، ان کان هن شخص اسان کي ڇو محروم رکيو. هن اسان غريب پاڙيسرين جي ڪابہ مدد ڪونہ ڪئي هئي. پوءِ ان شخص تي الله تعاليٰ جو سخت عِتاب نازل ٿيندو.

## ايمان جي صحت

حضرت انس رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن فرمايوتہ ڪنهن بہ شخص جو ايمان تيستائين درست ٿي نٿو سگهي، جيستائين اُن جي دل درست نہ ٿي آهي ۽ اُن جي زبان درست نہ ٿي آهي ۽ اهڙو شخص جنهن جا پاڙيسري سندس شرّ ۽ شرارتن ۽ حرڪتن کان محفوظ نہ هوندا. اهڙو شخص هرگز جنّت ۾ نٿو وڃي سگهي.

حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ رسول اڪرمﷺ جن فرمايو تہ قسم آهي مون کي اُن پاڪ ذات جو، جنهن مون کي دين برحق عنايت فرمايو ۽ مون کي پنهنجوخاص پيغمبر بنائي اوهان ڏانهن موڪليو آهي تہ قيامت جي ڏينهن اهي شخص هرگز هرگز دوزخ ۾ نہ ويندا ۽ نہ وري الله تعاليٰ جومٿن ڪوعذاب ٿيندو، جن شخصن يتيمن تي رحم ڪيو هوندو، انهن سان شفقت، نرميءَ ۽ پيار سان ڳالهايو هوندائون انهن جي يتيميءَ ۽ بيڪسيءَ تي رحم کاڌو هوندائون، الله‌تعاليٰ جيڪو مال ۽ دولت انهن کي عطا فرمائي اُن جي زور تي پنهنجي پڙوسيءَ تي رعب ۽ برتري يا آڪڙ ڏيکاري هوندائون. وري پاڻ ڪريم ﷺ هيئن فرمايو تہ اي منهنجي اُمت جا مسلمانو! مون کي قسم آهي اُن پاڪ ذات جو، جنهن مون کي آخري نبي بنائي اوهان ڏانهن موڪليو آهي. الله تعاليٰ اُن شخص جو صدقو ۽ خيرات ڪڏهن بہ قبول نہ فرمائيندو، جنهن جا غريب اقارب ۽ پاڙيسري سندس رحم ۽ ڪرم ۽ سخا جا محتاج هجن، پر پاڻ پنهنجي ناليء ناموس ۽ واکاڻ ڪرائڻ لاءِ ٻين ماڻهن کي وڃي زڪواة ۽ خيرات يا صدقو ڏئي ٿو تہ منهنجو نالو نڪري.

حضرت عبدالله بن عباس رضہ کان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ڪنهن ڳوٺ يا شهر يا ملڪ جا ماڻهو بدڪار ٿي پون، بُرا ڪم ڪن، سود ياوياج ڪائڻ ڪي جائز سمجهن، ان حرام جي ڪمائيءَ کي حلال ڪري سمجهن ۽ انسانن جا حق ادا نہ ڪن تہ ائين سمجهڻ گهرجي تہ اُن ڳوٺ، شهر يا ملڪ جا ماڻهو پاڻهي پاڻ تي خدا جو عذاب گهُرن ٿا ۽ چاهين ٿا تہ پلي اسان تي رّب جو عذاب نازل ٿئي، انهن پنهنجو پاڻ کي خدا جي قهر ۽ غضب جو مستحق بنايو آهي. اوهين اهڙين ڳالهين ۽ اهڙن گناهن کان پاڻ کي بچايو، جن جي ڪرڻ سان خدا جو قهر ۽ عذاب نازل ٿئي ٿو. پاڻ بہ نيڪ عمل ڪريو ۽ پنهنجي اولاد کي بہ نيڪ عملن ڪرڻ لاءِ نصيحت، هدايت ۽ تنبيهہ ڪريو.

آءٌ گندو گناهن ۾، تون غني رّب غفار،
تون جي ڪرم ڪريئين، تہ لهن غم غبار،
بخشئين بخشڻهار، خطائون "خاطيءَ" سنديون.
"خاطي" ٺٽوي"



# باب ٻارهون

## حضور اڪرم ﷺ جن جا چند مُعجزا

حضور اڪرم سيدالڪُونين خُتم المرسلين محمدالرسول الله ﷺ جن جي مقدس ذات جوظهور، اُنهن جي آخري پيغمبر بنجي دنيا تي اچڻ جون بشارتون، قرآن پاڪ جو نزول، سندن اُميّ هجڻ، مطلب ته نظر ڪئي وڃي ته سندن ساري زندگي پاڪ معجزا ئي معجزا آهن. سندن پگهر مبارڪ جون ڪرامتون، سندن منهن مبارڪ جي لعاب جون برڪُتون، سندن وارنَ مبارڪن جا معجزا، سندن نگاهه ڪرم جا معجزا. سندن هٿن مبارڪن جا معجزا، مطلب ته ڪهڙن ۽ ڪيترن معجزن مبارڪن جو بيان ڪجي، سندن معجزا ڳڻڻ کان ٻاهر آهن هتي فقط ڪن ٿورن چند معجزن جو بيان پنهنجيءَ دل کي تسلي ڏيڻ خاطر بيان ڪريان ٿو.

نبّوت جي شروعات واري زماني ۾ هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن بيت الله شريف جي هڪڙيءَ ڪنڊ ۾ تشريف فرما هئا ۽ اڪيلا اڪيلا ويٺا هئا. هوڏانهن ٻئي طرف ابوجهل ۽ ٻيا ڪافر حضور ﷺ جن جي باري ۾ گفتگو ڪري رهيا هئا ته هن شخص اسان جي دين ۽ اسان جي خدائن جي خلاف بغاوت ڪري اسان کي سخت مصيبت ۾ مبتلا ڪري وڌو آهي، نه ڪنهن جي سمجهائڻ سان سمجهي ٿو ۽ نه وري هن کي ڪا تڪليف ۽ تعدي اثر ڪري ٿي، هيءُ چوي ٿو الله هڪ واحد آهي. ٻيو ڪوبه خدا ڪونهي، پوءِ ڀلا پنهنجي ابن ڏاڏن وارا هي لات، منات، عُزيٰ ۽ هو وڏو هُبل، انهن کي اسين ڇڏي ڏيون ڇا؟ انهن جو ڇا ٿيندو، اگر انهن بتن جو اسان تي ڪو ناراضپو يا غضب نازل ٿيو ته پوءِ ڪيڏانهن ويندا سون، هڪ عجيب مصيبت آهي. هن شخص کي ڪو

وجي سمجهائي ڪا لالچ ڏيس، جيڪي هو چوي اها ڳالهہ منظور ڪريو. مگر اسان جي بتن جي مخالفت ۽ اسان جي دين جي بغاوت نہ ڪري، اسين سندس هر ڳالهہ تسليم ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

عَتبہ بن ربيعہ، جيڪو انهن ڪافرن ۾ هڪ دانشمند ۽ معزز شخص هو ۽ سندس راءِ کي سڀيئي ڪافر مڃيندا هئا. هو ڪفر ۾ بہ سڀني کان پيش پيش هوندو هو. سو اُن ڪافرن جي مجلس ۾ موجود هو. ان انهن سڀني ڪافرن کي چيو تہ اي قريشيو، آءٌ ان شخص وٽ وڃي ڪيس سمجهايان ٿو ۽ ڪيس ڪي ڳالهيون پيش ڪريان ٿو، ڏسان متان هُن کي منهنجي ڪا ڳالهہ وڻي وڃي ۽ هو انهيءَ نبوت جي دعويٰ تان هٿ ڪڍي ڇڏي. سڀني اتفاق راءِ سان منظور ڪيو تہ جيڪو بہ فيصلو عَتبہ ڪري ايندو، اهو اسان سڀني کي منظور آهي. عَتبہ اُتان اُٿي حضور ﷺ جن جي قريب آيو ۽ سندن پاسي ۾ اچي ٻئي تريون پويان ڪوڙي ويهي رهيو ۽ حضور ﷺ جن سان ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ لڳو.

عَتبہ چوڻ لڳو تہ اي محمد ﷺ! آءٌ هنن سڀني مڪہ وارن قريشين جي طرفان وڪيل بنجي تو وٽ آيو آهيان. جيڪا بہ تنهنجي ڳالهہ آءٌ منظور ڪندس سا سڀني کي منظور آهي. اگر تون چاهين ٿو تہ دولت ملي تہ اسين سڀيئي ملي توکي ايتري دولت گڏ ڪري ڏيون جوتون ساري عمر کُٽائي نہ سگهين، ايترو مال متاع ڏيون جو ساري عرب ۾ ايترو مال ڪنهن وٽ نہ هوندو. اگر تون سهڻي حَسين عورت جي خواهش رکين ٿو تہ اسين توکي عرب ۾ جيڪا بہ حَسين عورت تون پسند ڪرين، سا توکي نڪاح ڪرائي ڏيون. اگر تون اسان جو سردار يا حاڪم بنجڻ چاهين ٿو تہ اسين توکي پنهنجو سردار ۽ حاڪم بنائڻ لاءِ بہ تيار آهيون. مطلب تہ جيڪا بہ خواهش اسان کي ٻڌائيندين، اسين اها تنهنجي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ تيار آهيون، فقط تون اسان جي بتن ۽ اسان جي اَبائي دين جي برخلافيءَ تان هٿ ڪڻ. حضور ﷺ جن بلڪل خاموشيءَ سان سندس ڳالهيون ٻڌندا رهيا. جڏهن عتبہ

ڳالهائي دنگ ڪيو ته حضور ﷺ جن فرمايو ته اي ابوالوليد تو ڳالهائي ورتو؟ هن چيو ته ها. حضور ﷺ جن فرمايو ته هاڻي تون منهنجي به ٻڌ. هن چيو ته ها، ٻڌائي.

پاڻ سڳورن ﷺ قرآن پاڪ جون هي آيتون تلاوت ڪرڻ شروع ڪيون:

"حٰمٓ. تنزيلٌ من الرحمٰن الرّحيم. كتابٌ فُصّلت آياتُه قُرآناً عربياً لِقومٍ يعلمون بشيراً وّ نذيراً."

ترجمو: هيءُ قرآن لاٿو آهي وڏي رحم واري ۽ هيءُ انهيءَ مهربان جو هڪ ڪتاب آهي، جنهن جون آيتون تفصيل سان بيان ڪيون ويون آهن. ۽ اهو عربي قرآن پاڪ عقل وارن کي خوشخبري پهچائي ٿو ۽ خدا جي عذاب کان ڊيڄاري ٿو.

عتبہ قرآن ڪريم جون اهي آيتون ڪن لڳائي غور سان ٻڌندو رهيو، تان جو حضور ﷺ جن سجدي واري جاءِ تي پهچي سجدو ڪيو. پوءِ پاڻ فرمايائون ته اي ابوالوليد تو اهو ڪلام ٻڌو. هن چيو ته بيشڪ مون اهو ڪلام ٻڌو. توهين پنهنجي ڪم ۾ مشغول رهو ۽ ڪنهن کان به خوف نه ڪائو. اُن کان پوءِ هو اُٿي هليو ويو. جڏهن قريش ڪافرن هن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺو ته سندس چهرو ڏسي پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته خدا جو قسم عَتبہ جو منهن لٿل نظر اچي ٿو. جڏهن عَتبہ انهن وٽ اچي وينو ۽ چوڻ لڳو ته خدا جو قسم مون اڄ ڏينهن تائين اهڙو ڪلام ڪڏهن به نه ٻڌو، جهڙو اڄ ٻڌم. قسم آهي رب جو، اهوڪلام نه ڪنهن شاعر جي شاعري آهي، نه ڪو جادو آهي، ۽ نه علم نجوم آهي. اي مڪہ معظم جا قريشيو! هن کي پنهنجي ڪم ۾ لڳو رهڻ ڏيو، ڇو جو هو بلڪل سچو آهي ۽ سچائيءَ تي آهي، ان جي ڪلام جي باري ۾ آءٌ قسم کڻي چوان ٿو ته اهو ڪلام وڏي شان وارو ڪلام آهي. بخدا اِهو هڪ عجيب شيءِ آهي توهين هُن کي اصل کان ڄاڻو ٿا ته هو جو ڪجهہ چوي ٿو يا ڳالهائي ٿو ته ڪوڙ نٿو ڪُڇي هن پنهنجي

عمر ۾ ڪڏهن بہ ڪوڙ نہ ڳالهايو آهي ، هو هميشه کان صادق ۽ امين آهي. جڏهن ڪابہ دعا گهري ٿو تہ يڪدم قبول ٿئي ٿي، مون کي ڊپ ٿو ٿئي تہ هن کي ستائڻ ۽ تڪليف پهچائڻ سبب متان ڪو عذاب نازل نہ ٿي پوي. (بيهقي)

## قرآن پاڪ جي هر هڪ آيت هڪ معجزو آهي

حضور ﷺ جن جي معجزن مان سڀ کان وڏو معجزو قرآن پاڪ آهي، جيڪو تاقيامت باقي قائم ۽ ثابت رهندو. حضور ﷺ جن جڏهن ڪافرن کي فرمايو تہ اي قريشيو، اوهين اگر هن خدا جي ڪلام کي من گهڙت يا منهنجي طرفان ناهيل سمجهو تہ تہ الله پاڪ جوهيءَ فرمان ٻڌو:

"اِن ڪنُتم في ريبٍ مِما نـزلنا عليٰ عبدنا فاَ تُوا بسوُرةٍ من مثلهِ"

معنيٰ: اگر اوهان کي قرآن پاڪ جي باري ۾ ڪو شڪ شبهو آهي تہ اوهين هن جي مثال هڪ ننڍڙي سورت ئي بنائي آڻي ڏيکاريو.

ڪافرن جا ڪيترائي وڏا وڏا دانشمند شاعر، ۽ تعليم يافتہ ڪوششون ڪندا رهيا. ٻين دينن جي عالمن وٽ ڊوڙيا ۽ وڏن وڏن راهبن سان مليا، مگر آخرڪار ٿڪجي پيا ۽ اناّ اعطينا جيتري ننڍڙي سورت بہ ٺاهي نہ سگهيا، نيٺ عاجز ٿي ويهي رهيا.

## حضور ﷺ جن جو اُمي هجڻ بہ هڪ کليوءِ ظاهر معجزو آهي

حضور ﷺ جن ظاهري طور لکڻ ۽ پڙهڻ نہ ڄاڻندا هئا ۽ نہ وري نّبوت جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪنهن مدرسي ۾ يا ڪنهن عالم اُستاد وٽ ڪا تعليم حاصل ڪئي هئي، نہ انهيءَ مقصد جي لاءِ ٻئي ڪنهن ملڪ يا شهر ويا، جتان توريت، انجيل ۽ ٻين

ڪتابن جي معلومات حاصل ڪري آيا هجن. بلاشبهي ان زماني ۾ انجيل ۽ توريت جا وڏا عالم موجود هئا، مگر حضور ﷺ جن جڏهن اُنهن جي سامهون پنهنجي دين ۽ نبوت جي دعويٰ پيش ڪئي ۽ پنهنجي پيغمبر هجڻ جو اعلان ڪيو ته ڪوبه اهل ڪتاب عالم سندن انهيءَ سچي دعويٰ کي رد نه ڪري سگهيو. انهيءَ مان ثابت آهي ته ڪين سارو علم خاص الله رب العالمين جي ئي طرفان حاصل ٿيو هو. پاڻ ڪريم ﷺ جن بنا ڪنهن ظاهري علم پڙهڻ جي هر علم جا اهڙا ماهر هئا جو دنيا ۾ سندن ڪو مثال نه ٿيو آهي ۽ نه ٿيندو. حضور ﷺ جن علم معرفت جي اُن مقام تي فائز هئا، جنتي اڄ ڏينهن تائين نه ڪو ملائڪ پهتو آهي ۽ نه ئي نبي يا ولي يا ڪو عالم پهچي سگهيو.

مولانا جامي خوب فرمائي ويو آهي:

اُمي و دقيقه دان عالم، بي سايه و سائبان عالم.

معنيٰ: اڻ پڙهيل دقيق مسئلن جو حل ڪرڻ وارو ۽ هر علم جو عالم بنا پاڇي ۽ بنا مدرسي جي علم سيکارڻ وارو.

اڪين وارن کي ڏسڻ ۽ غور ڪرڻ گهرجي. عرب جا اُهي جاهل وحشي ۽ ڪافر انسان جيڪي گناهن جي جهنم ۾ غرق هئا، اُهي سندن صحبت ۽ سندن خدمت ۾ تعليم ۽ تربيت حاصل ڪرڻ کان پوءِ وڏا عالم وڏا عامل ۽ ساري دنيا جي انسانن کان افضل ۽ اعليٰ انسان بڻجي ويا ته اهو سيڪجهه علم الله تعاليٰ جي ئي طرفان هو.

حضرت ابوذر غفاري رضه فرمائي ٿو ته اسان جڏهن حضور ﷺ جن جي نبوت جي دعويٰ جي خبر ٻڌي ته مون پنهنجي ڀاءُ کي (جنهن جو نالو اُنس هو) حضور ﷺ جن جا حالات معلوم ڪرڻ لاءِ مڪه معظم روانو ڪيو. خدا شاهد آهي ته اُن زماني ۾ منهنجي ڀاءُ کان وڌيڪ وڏو فصيح شاعر ڪو ڪونه هو. اُن جاهليت جي زماني ۾ ٻارهن وڏن وڏن شاعرن کي شڪست ڏني هئي. پوءِ هو مڪه معظم پهتو ۽ اُتان جا سڀيئي حالات معلوم ڪري واپس آيو ۽ مون کي اچي

ٻڌايائين. مون ڪانئس پڇيو تہ ماڻهو سندن باري ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ٿا ڪن؟ ان جواب ڏنو تہ ڪي انهن کي شاعر ٿا چون تہ ڪي وري غيب جون خبرون ٻڌائڻ وارو ڪاهن ٿا سمجهن. اوهان کي معلوم آهي تہ آءٌ پاڻ هڪ وڏو شاعر آهيان ۽ مون جوتشين ۽ ڪاهنن جون خبرون بہ ٻڌيون آهن. حضور ﷺ جن نہ شاعر آهن ۽ نہ وري جوتشين ۽ نجومين يا ڪاهنن جهڙي ڳالهہ منجهن آهي. بيشڪ اُهي سچانبي آهن ۽ ماڻهو ڪوڙا آهن.

وليد بن مغيره فصاحت ۽ بلاغت ۾ قريش قوم ۾ سڀني کان وڌيڪ هو ۽ ڪيترائي ڀيرا حضور ﷺ جن جي منهن مبارڪ مان قرآن پاڪ ٻڌو هئائين، سو چوندو هو تہ "والله ان لَــهُ لَحلاوة وانِ عليـه الطلاوة" يعني خدا جو قسم آهي، قرآن ۾ ڏاڍو مٺاس آهي ۽ اُن ۾ عجيب لذت آهي ۽ اهڙي رونق ۽ تازگي آهي جيڪا ٻئي ڪنهن بہ ڪلام ۾ ڪونهي. "و ان اعلاه لثمرون واسفله لمعذق" يعني يقيناً اُن جومٿيون حصو ميون وارو ۽ هيٺيون حصو تازگيءَ وارو ۽ سيراب آهي. "و ما هُو قول البشر" يعني اهو ڪنهن انسان جو ڪلام نہ آهي. "وانه ليَعلوا ولا يُعليٰ" يعني بيشڪ اهو بلند ٿيندو ۽ ڪابہ شيءِ هن تي غالب نہ ٿيندي.

ابن وليد پنهنجي قوم کي چوندو هو تہ توهان ۾ ڪوبہ شخص شاعريءَ کي سمجهڻ وارو مون کان وڌيڪ ڪونهي ۽ نہ مون کان وڌيڪ ڪو شخص جِنّات جي شاعريءَ کي سمجهڻ وارو آهي. آءٌ قسم کڻي ٿو چوان تہ جيڪي محمدّ ﷺ جن فرمائين ٿا ان کان بهتر ڪوبہ ڪلام جِنّن ۽ انسانن جو هرگز نہ آهي.

## ٻي روايت

هڪ سال حج جي موقعي تي ساري عرب جا ڪيئي قبيلا اچي مڪہ معظم ۾ گڏ ٿيا هئا. مڪہ جي قريش ڪافرن پاڻ ۾ صلاح ڪئي

تہ ٻاهران آيل قبيلا ضرور پاڻ کان محمد ﷺ ۽ سندس نبوت جي باري ۾ پڇندا، سو پاڻ ۾ متفق ٿي هڪ ڳالهہ اُنهن قبيلن وارن کي ٻڌايون، مختلف ۽ جداجدا ڳالهيون ڪرڻ مان انهن تي ڪو اثر نہ پوندو ۽ متان هو سندس دين ڏانهن راغب ٿي پون. تنهن لاءِ هڪ ڳالهہ مقرر ڪرڻ ضروري آهي. سيني ملي چيو تہ اسين چونداسون تہ هو ڪاهن (نجومي) آهي. تنهن تي وليد هنن کي چيو تہ آءٌ خدا جو قسم کڻي چوان ٿو تہ هو ڪاهن نہ آهي. ڪاهنن يا نجومين جهڙي ڪابہ ڳالهہ اُنهن ۾ نہ آهي. تڏهن چيائون تہ پوءِ پاڻ ۾ سيئي ملي ڪري چونداسون تہ هو مجنون (چريا) آهن. وليد چيو تہ ڇا توهان کي هنن ۾ ڪا چريائي نظر اچي ٿي. هو تہ توهان سيني کان زياده عقلمند ۽ دانا آهن. تڏهن چوڻ لڳا تہ اسين اُنهن کي چونداسون تہ هڪ شاعر آهي. وليد جواب ڏنو تہ نہ، هو هرگز شاعر نہ آهن. آءٌ شاعري ۽ اُن جي سيني قسمن رجز، هزج، فرض، مسبوط، مقبوض ٽل، رديف، ڪافئي ۽ سُرن وغيره کان چڱيءَ طرح واقف آهيان. تڏهن اُنهن چيو تہ اسين چونداسون تہ جادوگر آهي. وليد چيو تہ خدا جو قسم، هو جادوگر بہ نہ آهي، هُن وٽ ڪا اهڙي ڳالهہ نہ آهي جنهن مان چئي سگهجي تہ هو جادوگر آهي، توهان جيڪو بہ ڪوڙو بهتان اُن تي هڻندا اهو سڀ باطل آهي. (ابن اسحاق رضہ "بيهي")

عالمن سڳورن فرمايو آهي تہ جيڪڏهن قرآن پاڪ ڪنهن بيابان يا جهنگل مان بہ لڌو وڃي ها. ڪنهن کي بہ خبر نہ هجي ها تہ هيءُ ڪتاب، هتي ڪنهن آندو ۽ ڪنهن رکيو آهي تہ بہ تمام دنيا جا اهل علم ۽ دانشمند عقل وارا هن ڪتاب کي ڏسي اها گواهي ڏين ها تہ بيشڪ هي ڪتاب الله جل جلاله هتي نازل فرمايو آهي، جنهن ۾ گمراهہ انسانن کي واٽ ڏيکاري وئي آهي. قرآن پاڪ جي هڪ سورت يا هڪڙي آيت بنائي پيش ڪرڻ کان سيئي انسان، جِن ۽ ملائڪ سڀ عاجز ۽ مجبور آهن.

"لَئنُ اجتمعت الانس والجنّ عليٰ اَن يا تَوا بمثل هذالقرآن لا يا تُون بمثلهٖ وَلَو كانَ بعَضُهم لبِعَضِ ظَهيراَ."

معنيٰ: اگر سڀئي جنّ ۽ انسان هن قرآن پاڪ جو مثال پيش ڪرڻ لاءِ گڏجي ڪوشش ڪن ۽ هڪٻئي جي ڪيتري به مدد ڪن ته به هن قرآن پاڪ جي هڪ آيت جهڙو به ڪڏهن نٿا آڻي سگهن.

## معجزو شق القمر

جڏهن حضور ﷺ جن جي نبّوت ۽ دين جي شهرت ساري عرب ۾ ڦهلجڻ لڳي ته يمن جي ڪافرن گڏجي صلاح ڪئي ته ڪنهن ڏاهي ماڻهوءَ کي مڪ معظم موڪلجي، جيڪو سموري حقيقت صحيح صحيح آڻي ٻڌائي. سو ان ڪم لاءِ حبيب نالي هڪ شخص کي مڪ معظم ڏانهن روانو ڪيائون.

حبيب مڪ معظم پهچي اُتي جي قريش وڏيرن سان مليو ۽ پنهنجي اچڻ جي ساري حقيقت انهن سان بيان ڪيائين ۽ چيائين ته مون کي اُن شخص سان ملايو وڃي. قريش ڪافرن اُن کي جواب ڏنو ته، تون ان شخص سان ملي ڇا ڪندين، اسين توکي سچ ٻڌايون ٿا ته هو شخص مجنون (چريو) آهي. (نعوذ بالله منها) هن کي گهڻو ئي سمجهايائون، مگر هن چيو ته مان يمن کان آيو آهيان. انهن سان ملڻ ۽ سڀ حالتون ڏسڻ کان سواءِ مان نه ويندس. مون کي اُتي سيني کي جواب ڏيڻو آهي. ڪافر مجبور ٿي پيا، تڏهن هن شخص حبيب کي چيائون ته تون هيئن ڪجانءِ، جو ڪانئس ڪو معجزو گهرجانءِ. اُن چيو ته ڪهڙو معجزو گهران؟ ڪافرن صلاح ڏني ته تون اُن شخص کي چئج ته، جي تون سچو نبي آهين ته مون کي ڏيکار ته چنڊ ٻه ٽڪرا ٿي آسمان تان زمين تي لهي اچي ۽ پوءِ وري آسمان تي هليو وڃي. پوءِ

جي اُن توکي اهو معجزو ڏيکاريو ته پوءِ تنهنجي مرضي جيئن توکي وڻي تيئن ڪج، پاڻ سڀيئي گڏجي آڌيءَ رات جي قريب وٺس هلنداسون، جو جو چنڊ انهيءَ محل وچ آسمان تي هوندو. اهو پروگرام بنائي ڪافر ابوجهل سان گڏجي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ آيا ۽ ساري حقيقت ٻڌايائون. ابوجهل پيش پيش انهيءَ لاءِ هو ته نڪو چنڊ ٻه ٽڪرا ٿي زمين تي اچي، نڪو هي شخص ايمان آڻي.

آخرڪار ساري حقيقت ٻڌڻ بعد حضور ڪريم ﷺ جن هنن ڪافرن کي وٺي صفا پهاڙ تي چڙهي ويا. چانڊوڪي پوري آب و تاب سان چمڪي رهي هئي ۽ سرڪار مدني ﷺ جن جو منهن مبارڪ چنڊ کان هزارها درجا سهڻو ۽ روشن نظر اچي رهيو هو. صفا تي پهچي حضور ﷺ جن الله تعاليٰ جي بارگاهه مان دعا گهري. پوءِ پنهنجي اشهد آڱر سان چنڊ کي اشارو فرمايائون. چنڊ يڪدم ٻه اڌ ٿي هيٺ لٿو هڪ ٽڪرو صفا جبل جي هڪ طرف ۽ ٻيو حرا جي پهاڙ تي نازل ٿيو ۽ وري يڪدم ٻئي ٽڪرا ملي آسمان تي هليا ويا، چنڊ جهڙو پهرين هو اهڙو ٿي ويو. ڪافر سڀيئي حيران ٿي ويا، ڪن ته ايمان آڻڻ جي ڪوشش به ڪئي، مگر ابوجهل لعين اُنهن کي چوڻ لڳو ته توهان کي خبر ڪونهي، هيءُ ته پراڻو جادو آهي. مگر حبيب يمنيءَ اهو معجزو ڏسي جواب ڏنو ته جي رسول الله ﷺ جن جادوگر هجن ها ته سڀ ڪان اول اوهان تي جادو ڪن ها، اوهين ڪوڙا آهيو. بيشڪ محمد ﷺ جن الله جا پيغمبر ۽ رسول آهن. وري به حبيب يمنيءَ حضور ﷺ جن کي عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ منهنجو هڪ ٻيو سوال آهي مگر مان ان کي بيان نه ڪندس اهو توهان خود مون کي بيان ڪري ٻڌايو. حضور ﷺ جن فرمايو ته اي حبيب، تنهنجي گهر تنهنجي هڪ نياڻي آهي، جيڪا هٿن پيرن سان اپاهج ۽ لُولي آهي، تون چاهين ٿو اها چڱي ڀلي تندرست ٿي وڃي. سو الله پاڪ جي فضل سان اها چاڪ چڱي ڀلي ٿي وئي آهي. اهو ٻڌڻ شرط حبيب يمني ڪلمون پڙهي مسلمان ٿيو ۽ ٻئي ڏينهن پنهنجي وطن روانو ٿيو.

حبيب يمني اتفاق سان رات جي وقت پنهنجي گهر پهتو ۽ دروازو کڙڪايائين ته اُهائي ڇوڪري آئي تنهن اچي دروازو کوليو. حبيب کيس تندرست ڏسي حيران به ٿيو ۽ ڏاڍو خوش ٿيو. مگر ڇا ڏسي ته ڇوڪري ڪلمون پاڪ پڙهي رهي آهي. تڏهن پڇڻ لڳو ته اي ڌيءَ، توکي اهو ڪلمون ڪنهن سيکاريو ۽ تون ڇڱي ڀلي ڪيئن ٿي ويئين؟ تڏهن ڇوڪريءَ ٻڌايو ته بابا اوهين مڪ معظم ويا هئا ۽ مان گهر ۾ سُتي پيئي هيس خواب ۾ هڪ بزرگ شخص کي ڏٺم جنهن مون کي فرمايو ته اي ڌيءَ تنهنجو پيءُ هنتي اسان وٽ آيل آهي تون ڪو فڪر نه ڪر ائين چئي منهنجي مٿي تان هٿ ڦيرايائون ۽ مون کي هي ڪلمون شريف پڙهايائون، مان ننڊ مان سجاڳ ٿيس ته منهنجا هٿ پير بلڪل صحيح سالم ٿي ويا هئا ۽ هي ڪلمون منهنجي دل ۽ زبان تي ياد ٿي ويو. حبيب رضہ چيو ته اي ڌيءَ، توکي مبارڪون هجن، اهي بزرگ نبي آخرالزمان محمد الرسول الله ﷺ جن هئا، مان پاڻ به مسلمان ٿي آيو آهيان. ٻئي ڏينهن حبيب رضہ ساري حقيقت يمن وارن سان بيان ڪئي، جنهن جي ٻڌڻ سان ڪي ڪافر اُتي مسلمان ٿي ويا. (اهو چنڊ جي ٻه اڌ ٿي لهڻ وارو واقعو هندستان جي تاريخ ۾ به آيل آهي ته اُن وقت جيڪو دکن جو راجا هو، سو سندس محلات جي ڇت تي وينو هو، تنهن چنڊ کي ٻه ٽڪرا ٿي زمين تي لهندو ڏٺو هو). هوڏانهن وري مڪ معظم مان جيڪي تجارتي قافلا ٻين ملڪن ڏانهن واپار لاءِ ويل هئا، سي جڏهن واپس مڪ شريف پهتا ته اُنهن به گواهي ڏني ته اسان رات جو سفر ڪندي اهو سارو معجزو پنهنجي اکين سان ڏٺو. اهو ٻڌي ابوجهل لعنت چوڻ لڳو ته "هذا سحرٌ مُستمرٌ" يعني محمد ﷺ هيءُ پراڻو جادو ڪيو آهي نعوذ بالله من ذالڪ. انهيءَ ڪنوردل ڪافر جي تڪبّر جو ڪهڙو بيان ڪريان.

بدر جي ميدان ۾ جڏهن هن کي قتل ڪيو ويو هو، اُن وقت جو هيءُ واقعو آهي جو ابوجهل زخمن سان چُور ٿي اچي پٽ تي ڪِريو هو، سندس ساهہ نڪري رهيو هو، اُن وقت حضرت عبدالرحمٰن بن

عوف اصحاب سڀوري رضہ ھن جي گردن لاھڻ جو ارادو ڪيو، جڏھن تلوار ڪٽي وٺس پھتو ۽ گردن وڍڻ لڳو تہ ابوجھل ڪيس چوڻ لڳو تہ مھرباني ڪري منھنجي گردن ھيٺ بلڪل ڪلھن وٽان وڍجانءِ، ڇاڪاڻ تہ جڏھن جنگ ڪان پوءِ وڏيل سرن جو نيزن تي جلوس ڪڍيو وڃي تہ منھنجو سر ڪجھہ مٿيرو نظر اچي جيئن ھرڪو چوي تہ ابوجھل جو سِر سڀني ڪان اُوچو آھي.

## سج جو وري واپس وڃڻ ۽ نماز جي وقت تي اچڻ

حضرت بيبي اسماءَ بنت عُميص رضہ فرمائي ٿي تہ ھڪ ڏينھن حضور ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجه جن جي ران مبارڪ تي سر مبارڪ رکي ليٽيا پيا ھئا. اوچتو انھيءَ حالت ۾ حضور ﷺ جن تي وحيءَ جو نزول شروع ٿي ويو. اھا حالت ايترو وقت ھلي جو سج لھي ويو. وحيءَ جو نزول ختم ٿيڻ تي حضور ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجه جن ڪان پڇيو تہ ڇا اوھان وڃڻ ۽ جي نماز پڙھي آھي؟ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله ﷺ مون وڃڻ ۽ جي نماز اجا نہ پڙھي آھي. نبي ڪريم ﷺ جن انھيءَ وقت بارگاه الاھيءَ مان دعا گھري تہ اي الله! تنھنجو بندو علي ڪرم الله وجه تنھنجي، ۽ تنھنجي نبيءَ جي اطاعت ۾ نماز ڪان رھجي ويو آھي، تون ان لاءِ سج کي حڪم ڪر تہ وڃڻ ۽ جي نماز جي وقت تي اچي تہ علي ڪرم الله وجه نماز پڙھي وني. الله پاڪ جي حڪم سان سج وري وڃڻ ۽ جي نماز جي وقت تي اچي بيٺو. حضرت علي ڪرم الله وجه جن نماز ادا ڪئي، تنھن ڪان پوءِ سج آھستي آھستي لھي ويو. بيبي اسماءَ سڀوري فرمائي ٿي تہ مون پھرين سج کي لھندي بہ ڏٺو ھو ۽ وري واپس وڃڻ ۽ جي وقت تي ايندي بہ ڏٺم، ان جا شعاع زمين ۽ جبلن تي پکڙجي ويا ھئا. وري بہ پيري غروب ٿيندي بہ ڏٺم. اھو معجزو صھبا جي مقام جو آھي.

# آگرين مبارڪن مان پاڻيءَ جا چشما جاري ٿيڻ جو معجزو

هيءُ اهو مشهور معجزو آهي، جنهن جون سوين سَندون موجود آهن. اهڙو معجزو ڪنهن بہ نبيءَ کي عطا نہ ٿيو.

حضرت موسيٰ عليہ السلام کي الله تعاليٰ حڪم فرمايو هو تہ "بعصاڪ الحجر" يعني پنهنجي لٺ پٿر تي هڻو. پوءِ جڏهن حضرت موسيٰ ڪليم الله پنهنجي عصا مبارڪ پٿر جي چپ تي هنئي، پوءِ ان مان ٻارهن چشما پاڻيءَ جا پيدا ٿيا، جي بني اسرائيلن جي ٻارهن ٽولن مان هرهڪ کي جدا جدا ڏنا ويا. مگر هٿن مبارڪن جي آگرين مان پاڻيءَ جا چشما جاري ٿيڻ هڪ عجيب ۽ حيرت انگيز معجزو آهي. اهو معجزو تمام گهڻن اصحابن سگورن بيان فرمايو آهي، جن مان حضرت جابر رضہ، حضرت مسعود رضہ ۽ حضرت انس رضہ مشهور آهن ۽ سندن حديثون صحيح بخاري شريف ۽ مسلم ۾ خصوصاً مشهور آهن.

حضرت انس رضہ بيان ٿا ڪن تہ اسين هڪڙي سفر ۾ حضور پاڪ ﷺ جن سان همراه هئاسون؛ عصر نماز جو وقت ٿي ويو. پاڻيءَ جي تلاش شروع ڪئي ويئي، پر ڪٿي بہ پاڻي نہ مليو. ٿورو پاڻي اسان سان هو، سو اسان هڪ ٿانوَ ۾ وجهي ڪٿي حضور ﷺ جن کي پيش ڪيو. پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجو هٿ مبارڪ اُنهيءَ ٿانوَ ۾ وڌو ۽ سڀني اصحابن ڪرامن کي حڪم فرمايائون تہ هاڻي وضو ڪريو. اُن وقت اسان ڏٺو تہ هٿن مبارڪن جي آگرين جي سري کان پاڻيءَ جا چشما جاري آهن. پوءِ سموري جماعت اُن ٿانوَ مان وضو ڪيو. حضرت انس رضہ کان ماڻهن پڇيو تہ اوهين سڀ ڪيترا ماڻهو هئا؟ فرمايائين تہ حضور ﷺ جن کان علاوه ٽي سؤ ماڻهو هئاسون.

ابن شاهين رضہ فرمائي ٿو تہ اسين جنگ تبوڪ ۾ حضور ﷺ جن سان گڏ هئاسون پاڻيءَ جي سخت تنگي هئي. اسان حضور ﷺ جن

ڪي عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ اسين ۽ اسان جا جانور سخت اُڃايل آهن پاڻي ڪٿي بہ نہ آهي جا ڪجي. پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ توهان جي مَشڪن ۾ ٿورو پاڻي هجي تہ ڪٽي اچو. اسان مَشڪن مان ڏُڪ ڏُڪ پاڻي گڏ ڪيو ۽ اهو هڪ ٿانوَ ۾ وجهي وجي حضور ﷺ جن جي اڳيان پيش ڪيوسين. حضور ﷺ جن پنهنجو هٿ مبارڪ ان ٿانوَ ۾ وڌو. بس پوءِ تہ آڱرين مبارڪن مان مٺي ۽ ٿڌي پاڻيءَ جا چشما جاري ٿي ويا. انهيءَ پاڻيءَ مان اسان پيتو ۽ اسان جي اُٺن ۽ ٻين سواريءَ جي جانورن کي پاڻي پياريوسين، پر اسان سان جيڪي مَشڪون هيون، سي بہ ڀري ورتيوسين. (بيهقي)

حضرت جابر رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ حديبہ جي مقام تي اسان کي پاڻيءَ جي اهڙي تہ تنگي ٿي پيئي جوسڀئي اصحاب سڀورا اڃ کان سخت پريشان ٿي پيا. حضور ﷺ جن ان وقت هڪ ننڍڙي مَشڪَ، جنهن ۾ ڪجهہ پاڻي هو، تنهن مان وضو فرمائي رهيا هئا. اصحابن سڀورن گڏجي وڃي عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ پاڻي بلڪل ختم ٿي ويو آهي، اسين سڀئي اُڃ سان سخت پريشان آهيون. پاڻ ﷺ جن انهيءَ وقت اُن ننڍڙي مَشڪَ جي مُنهن ۾ پنهنجو هٿ مبارڪ وڌو. يڪدم پاڻيءَ جو هڪ چشمو جاري ٿي ويو. سڀني اصحابن سڀورن پاڻي پي ڍؤ ڪيو ۽ وضو ڪيائون. حضرت جابر رضہ کان پڇيو ويو تہ اوهين سڀ گهڻا ماڻهو هئا؟ فرمايائين تہ اسين پندرهن سؤ ماڻهو هئاسون، پر جيڪڏهن هڪ لک ماڻهوبہ هجن ها تہ اهو پاڻي انهن لاءِ بہ ڪافي هو.

سيدنا حضرت عمر رضي الله عنه فرمائين ٿا تہ هڪ دفعي سفر جي موقعي تي اسان کي پاڻيءَ جي ايتري تہ تنگي ٿي پئي جو ماڻهو مجبور ٿي پنهنجا اُٺ ڪُهي انهن جي اوجهرين جو پاڻي نپوڙي ڪڍي پيئڻ لڳا. ان وقت حضرت ابابڪر صديق رضہ الله عنه جن حضور ﷺ جن کي وڃي عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ پاڻيءَ جي سخت مصيبت ٿي پيئي آهي، جيڪا برداشت کان ٻاهر آهي. الله تعاليٰ جي بارگاهہ

مان دعا گھرو. حضور ﷺ جن ھ" مبارڪ ڪٽي دعا فرمائي. اجا ھٿ ھيٺ بہ نہ آيا تہ ڪَڪَر ڇانئجي ويا ۽ برسات شروع ٿي ۽ سارو لشڪر سُڪي ٿي پيو. سيني پاٽي پيتو، مشڪون ڀريائون، وضو ۽ غسل وغيره ڪيائون، مگر عجب جي اها ڳالھ آھي جو اھو مينھن فقط انھيءَ ٽڪريءَ زمين تي پيو، جتي لشڪر رھيو، ان کان ٻاھر ڪٿي بہ نہ ھو.

## ڪاڏي ۾ برڪت جا معجزا

حضرت جابر رضي الله عنه جي ھن حديث مبارڪ کي "مُسلم" ۽ "صحيح بخاري" ۾ بيان ڪيو آھي، جيڪا ھن طرح آھي:

حضرت جابر رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ جڏھن اسين مديني منوره جي ٻاھران خندق کوٽڻ جي ڪم ۾ مشغول ھئاسون، اھو وقت غزوه خندق وارو وقت ھو. ان وقت اناج ۽ خوراڪ جي بيحد تنگي ھئي. خندق جوڪم جاري ھو. مون حضور ﷺ جن جي چھري اَنور ڏانھن نظر ڪئي تہ مون کي سندن منھن مبارڪ تي سخت بُک جا آثار نظر آيا. يڪدم گھر وڃي پنھنجيءَ گھر واريءَ کي چيم تہ ڇا ڪا ڪاڏي جي شيءِ پنھنجي گھر ۾ موجود آھي؟ منھنجي گھر واريءَ ھڪ ٿيلھو گھر مان ڪڍي آئي، جنھن ۾ چار پنج سير جَوَ پيل ھئا. اسان وٽ ٻڪريءَ جوھڪ ٿلھو ٻچو گھر ۾ ٻڌل ھو، مون اھو ڪُھي ان جو گوشت تيار ڪيو.. گوشت ڏوئي ديگڙي ۾ وجھي چُلھ تي چاڙھي ڇڏيم. منھنجي گھر واريءَ جَوَن پيھڻ ۾ لڳي ويئي. مون وڃي حضور ﷺ جن کي اطلاع عرض ڪيو تہ پنھنجا ٻہ ٽي اصحاب سڳورا پاڻ سان وٺي منھنجي گھر تشريف فرما ٿين. مگر حضور ﷺ جن وڏي آواز سان سڏ ڪري فرمايو تہ اي منھنجا اصحابيو رضي الله عنه، اچو تہ جابر رضي الله عنه جي گھر ھلون، ڇو جو اُنھن ڪاڏو تيار ڪرايو آھي. ۽ پاڻ ﷺ جن حضرت جابر رضي الله عنه کي فرمايو تہ جيستائين اسين نہ اچون، ديڳڙو چُلھ تان نہ لاھج، اٽو ڳوھيل رکجو. پوءِ حضور ﷺ جن پنھنجي ھڪ ھزار اصحابن سڳورن جي جماعت سان گڏ حضرت جابر رضہ جي

گهر ڏانهن روانا ٿيا. حضرت جابر رضي الله عنه جي گهر پهچي اُهو ديڳڙوءِ ڳوهيل اٽو پاڻ وٽ گهرايائون اُن ۾ پنهنجي منهن مبارڪ مان ذرو لُعاب جو ڪڍي اُهو وڌائون ۽ هٿ مبارڪ کڻي رب پاڪ جي بارگاهه مان برڪت لاءِ دعا گهريائون. پوءِ حضرت جابر رضي الله عنه جي گهر واريءَ کي سڏ ڪري فرمايائون ته هاڻي هنن کي کڻي وڃي ماني ۽ گوشت تيار ڪريو، ۽ ٻيءَ ڪنهن عورت کي به پاڻ سان گڏ ڪم ۾ شريڪ ڪريو ۽ جڏهن ڪاڏو تيار ڪري وٺو ته پوءِ مانيون ۽ ٻوڙ ڪڍندا ڏيندا اچو، مگر ڪپڙو لاهي ديڳڙي جي اندر جهانڪي نه نهارجو ته باقي گهٽو رهيو آهي . حضرت جابر رضي الله عنه فرمائي ٿو ته الله جو قسم ته انهن هڪ هزار ماڻهن ته پيٽ پري ڪاڏو کائي ڍؤ ڪيو، پر مانيون ۽ گوشت پوءِ به بچي پيو.

سَيري کي سيڪو گهُري، اجهو تون اَيرن،
ڪرم تنهنجا ڪيترا، مٿي مسڪينن،
جِن جو ناهي جهَان ۾، تون ئي سندو تِن،
سڄڻ سار لهن، اچيو اڳڻ اُنهنجي.
"خاطي" ٺٽوي

حضرت انس رضي الله عنه کان روايت ٿيل آهي ته حضرت ابوطلحه رضه بيبي اُمّ سليم رضه کي فرمايو ته اي اُمّ سليم، خدا جو قسم مون حضور ﷺ جن جي آواز مبارڪ ۾ نهايت ڪمزوري محسوس ڪئي آهي، سمجهان ٿو ته ڪين بُک تمام پريشان ۽ ڪمزور ڪري وڌو آهي. ڪا شيءِ هجي ته مون کي ڏي ته مان کڻي وڃي ڪين ڏيان. بيبي اُمّ سليم جن چند جَوَن جون مانيون ڪپڙي جي ٽڪر ۾ ٻڌي ڪين آڻي پيش ڪيون. حضرت طلحه رضه اُهي مانيون حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ مون کي ڏنيون. حضرت انس رضه فرمائي ٿو ته مان اُهي مانيون کڻي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ سندن اڳيان پيش ڪيم. حضور ﷺ جن فرمايو ته چا هيءُ مانيون

حضرت ابوطلحہ رضہ موڪليون آهن. مون عرض ڪيو تہ ها، يا رسول الله ﷺ. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ اي انس رضہ هي مانيون ڪڻي ابوطلحہ رضہ جي گهر وڃ ۽ وڃي چوين تہ حضور ﷺ جن پاڻ توهان جي گهر اچي رهيا آهن. مون وڃي اها ڳالهہ حضرت ابو طلحہ رضہ کي ٻڌائي. حضرت ابوطلحہ رضہ انهيءَ وقت حضور ﷺ جن جي استقبال لاءِ ٻاهر نڪتا ۽ سندن استقبال ڪري ڪين گهر وٺي آيا. حضور ﷺ جن بيبي اُمّ سليم رضہ کي فرمايو تہ اُمّ سليم رضہ، هنن مانين ۾ ٿورو گيهہ وجهي هنن کي چُوري بنائي پوءِ ڪنهن ٿانوَ ۾ رکي ڪڻي اچو. بيبي اُمّ سليم رضہ ائين ڪيو. پوءِ حضور ﷺ جن خير ۽ برڪت جي لاءِ دعا فرمائي ۽ حڪم ڏنائون تہ اسان سان گڏ جيڪي اصحاب سڳورا آيا آهن، تن مان ڏهہ ڏهہ ڄڻا ٽولا ڪري ايندا وڃن ۽ کائيندا وڃن، پوءِ ڏهہ ڏهہ ڄڻا ايندا ۽ کائي ڍؤ ڪري ويندا رهيا ۽ ٻيا ڏهہ ماڻهو اُنهن جي جاءِ تي اچي اُن مانيءَ مان کائيندا ويا، تان جو حضور ﷺ جن سان گڏ آيل ۸۰ ماڻهن کائي ڍؤ ڪيو پوءِ بہ ماني بچي پيئي. (ڪذا في المواهب)

حضرت ابوهريره رضہ روايت ٿو ڪري تہ غزوه تبوڪ ۾ مسلمانن جي لشڪر جي ڇانوڻيءَ ۾ کاڌي جي سخت تنگي ٿي پيئي. ماڻهو بُک کان پريشان ٿي پيا. حضرت عمر فاروق رضہ جن حضور ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ وڃي عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ لشڪر ۾ کاڌي جي سخت کوٽ پئجي ويئي آهي، ماڻهو بُک کان پريشان ٿي پيا آهن، توهين ماڻهن کي حڪم ڪريو تہ جن وٽ ڪجهہ ٿورو ٿڪو کاڌو هجي سي کڻي اچن، توهان اُن کاڌي مٿي دعا فرمايو تہ الله پاڪ اُن ۾ برڪت وجهي ڏي. حضور ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ اسين دعا ڪنداسون.

حضور اڪرم ﷺ جن لشڪر ۾ اعلان فرمايو تہ جيڪي بہ ٿورو ٿڪو کاڌو ڪنهن وٽ هجي تہ کڻي اچي حاضر ڪري. ڪنهن وٽ هڪ مُٺ ڪجور جي ٻڇيل هئي، ڪنهن وٽ ٿورو سَتو هو، ڪنهن وٽ ٻيو

ڪجهہ هو، سو سڀ آٽي هڪ هنڌ تي حاضر ڪيو. حضور پاڪ ﷺ جن اُن ڪاڌي تي دعا فرمائي ۽ پوءِ فرمايائون تہ هاٽي هن مان واري واري سان پنهنجن پنهنجن ٿانوَن ڪي ڀريندا وڃو. سڀني لشڪر وارن پنهنجا پنهنجا ٿانوَ اُن مان ڀري ورتا. پوءِ سڀني اُن مان ڪائي ڍؤ ڪيو، تنهن کان پوءِ بہ ڪاڌو بچي پيو. غزوه تبوڪ ۾ حضور ﷺ جن سان گڏ اهو لشڪر ستر هزار ماڻهو هو.

انهيءَ معجزي جي بعد حضور ﷺ جن فرمايو تہ: "اَشهدُ ان لااله الآ الله وَ انيّ رسول الله" يعني مان شاهدي ٿو ڏيان تہ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي، ۽ يقيناً آءٌ سندس رسول آهيان. پوءِ فرمايائون تہ جيڪو شخص انهيءَ شهادت سان ربّ پاڪ سان وڃي ملندو، بيشڪ اُن جي جاءِ جنّت آهي. ياد رکڻ گهرجي تہ معجزي جو عقلي دليلن يا دنياوي نقطہ نظر سان ڪو واسطو ڪونهي. هيءَ خاص الله پاڪ جي عطا آهي، جيڪا سمجهہ ۽ عقل، سوچ ۽ ويچار کان ٻاهر آهي.

حضرت ايوب انصاري رضہ فرمائي ٿو تہ اسان هڪ دفعي فقط حضور اڪرم ﷺ ۽ سندن رفيق حضرت ابابڪر صديق رضہ جي لاءِ ڪاڌو تيار ڪرايو. ڪاڌو ايترو هوجو انهن ٻن بزرگ هستين کي پورو ٿي سگهي، مگر حضور ﷺ جن مون کي فرمايو تہ اي ايوب رضہ، مدينہ پاڪ جي انصارن مان ٽيهہ ماڻهو سڏي اچ. آءٌ وڃي ٽيهن ماڻهن کي سڏي آيس، اهو ڪاڌو انهن ٽيهن ماڻهن کي کارايو ويو، سڀني ڪائي ڍؤ ڪيو، مگر ڪاڌو بچي پيو تہ وري پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ هاٽي سٺ ماڻهوبيا وٺي اچ. سٺ ماڻهو آٽي حاضر ڪيم، تن سڀني ڪائي ڍؤ ڪيو. وري فرمايائون تہ هاٽي ستر ماڻهو اجا بہ آڻ، سي ستر بہ آٽي حاضر ڪيم، تن بہ ڪاڌو ڪائي ورتو، پوءِ بہ ڪاڌو بچي پيو. جن ماڻهن اهو طعام ڪاڌو هو اُنهن مان ڪوبہ اهڙو نہ بچيو، جنهن اسلام نہ آندو هجي، سڀ مسلمان ٿي ويا. حضرت ايوب انصاري رضہ فرمائي ٿو تہ منهنجو اهوڪاڌو هڪ سؤ اَسي ماڻهن ڪائي ڍؤ ڪيو پوءِ بہ بچي پيو هو.

حضرت سَمره بن جندب رضہ انصاري روايت ٿو ڪري تہ اسين حضور ﷺ جن سان گڏ هئاسون. مون صبح کان شام تائين ماڻهن کي کاڌو کارايو، اهڙيءَ طرح جو ڏهن ڏهن ماڻهن جي ٽولي کائيندي ويئي. ڪنهن شخص پڇيو تہ هيڏي برڪت ڪٿان ٿي اچي تہ حضورپاڪ ﷺ جن آڱر جو اشارو آسمان ڏانهن ڪري فرمايو تہ الله تعاليٰ جي طرفان. انهيءَ روايت کي (دارمي، ابن ابي شيبہ، ترمذي، حاڪم، بيهقي ۽ ابونعيم روايت ڪرڻ وارا آهن).

حضرت عبدالرحمٰن بن ابوبڪر رضہ فرمائي ٿو تہ اسين حضور اڪرم ﷺ جن سان همراهہ هڪ سؤ ٽيہ ماڻهو هئاسون. ساڍا چار سير کن اٽو ڳوهيو ويو ۽ هڪ ٻڪري حلال ڪري اُن جو ٻوڙ تيار ڪيو ويو. ٻڪريءَ جوجيرو ۽ دل وغيره تہ اسان اڳ ۾ پُچي کاڌا، انهن مان هرهڪ شخص کي حضور ﷺ جن پنهنجن مبارڪ هٿن سان هڪ هڪ ٽڪرو ڏنو، پوءِ ٻوڙ ٻن ٿالهن ۾ رکيو ويو، اسان ٻُوڙ ۽ ماني خوب پيٽ ڀري کاڌوسون پوءِ بہ بچي پيو، سو اسين اُن تي لڏي اُتان روانا ٿياسون.

حضرت ابوهريره رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن هڪ ڏينهن مون کي فرمايو تہ اصحاب صفہ رضہ کي ڳولهي وٺي اچ. آءٌ انهن اصحابن سڳورن کي وٺي حاضر ٿيس، حضور ﷺ جن جي اڳيان هڪ پيالو کير جو ڀريل موجود هو. جنهن ۾ ڪجھہ کاڌو بہ پيل هو. پوءِ اسان سڀني اُن پيالي مان کائي ڍؤ ڪيو، تڏهن بہ پيالو انهيءَ طرح ڀريل جو ڀريل موجود هو.

حضرت ابو هريره رضہ ٻيءَ روايت ۾ فرمائين ٿا تہ اهڙيءَ طرح ٻئي ڀيري بہ حضور ﷺ جن مون کي فرمايو تہ اصحاب صفہ رضہ کي آڻي حاضر ڪريان. پر مون نظر ڪئي تہ پيالي ۾ ايترو کير هو، جو پاڻ ﷺ جن اگر مون کي حڪم فرمائين تہ مان اڪيلو ئي پي وڃان. خير، مان اصحاب صفہ رضہ کي وٺي حاضر ٿيس، اُنهيءَ پيالي مان اُنهن سڀني پنهنجي ضرورت مطابق پيتو، پڇاڙيءَ ۾ فقط مان ۽ پاڻ ﷺ جن

رهيا سون. حضور ﷺ جن اهو پيالو مون کي عنايت فرمايو. مون کين عرض ڪيو تہ اول اوهين نوش فرمايو، پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ نہ پهرين تون پي ڏ ڪر. فرمايائون: "ساقي القوم آخرهم" معنيٰ قوم کي پيارڻ وارو هميشه آخر ۾ پيئندو آهي. پوءِ مون بہ پي ڏ ڪيو، تنهن ڪان پوءِ حضور ﷺ جن نوش فرمايو.

حضرت علي ڪرم الله وجه فرمائين ٿا تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن حضرت عبدالمطلب جي ساري اولاد کي گهرايو ۽ پنهنجي گهر گڏ ڪيو؛ ڪل چاليهہ ماڻهو هئا. انهن ۾ ڪي اهڙا بہ هئا، جيڪي سڄو سڄو ٻڪر هڪ ئي وقت ۾ چٽ ڪري ويندا هئا ۽ مٿان وري رس بہ پي ڇڏيندا هئا. مگر حضور ﷺ جن انهن سڀني جي لاءِ فقط هڪ ديگ ڪاڌي جي تيار ڪرائي هئي، جنهن مان سڀني ڪائي ڏ ڪيو، پوءِ بہ ڪاڌو اوترو موجود هو. تنهن ڪان پوءِ هڪ پيالو پاڻيءَ جو گهرايائون، جنهن مان سڀني پي ورتو ۽ پاڻي اوترو جو اوترو رهيو.

حضرت جابر رضہ فرمائي ٿو تہ بيبي اُمّ مالڪ انصاري رضہ هميشه هڪ گيهہ جي دٻي، جيڪا چمڙي جي ٺهيل هئي، سا حضور اڪرم ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ موڪليندي هئي. حضور ﷺ جن اُن گيهہ مان ڪڏي ڪتب آڻيندا هئا، پوءِ بہ اُها دٻي ڀريل رهندي هئي. اُن دٻيءَ مان پاڻ بہ پنهنجي گهر ۾ استعمال ڪندي رهندي هئي. هڪ ڏينهن سندس پٽن ڪائنس ماني ڪائڻ لاءِ ٻوڙ گهريو، ٻوڙ نہ هو، بيبي صاحبہ ٻوڙ جي بدران اها گيهہ جي دٻي آڻي هنن جي اڳيان رکي. اُنهن چوڪرن اُن دٻيءَ مان سڀ گيهہ نچوڙي ڪڍي ڪائي ڇڏيو، دٻي بلڪل خالي ڪري ڇڏيائون. اُمّ مالڪ اها ڳالهہ حضور ﷺ جن کي ٻڌائي. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ اي اُمّ مالڪ، اگر تون اها دٻي بلڪل خالي ڪرڻ نہ ڏين ها تہ جيڪر هميشه ان مان گيهہ ڪڍي استعمال ڪندي رهين ها، دٻي خالي نہ ٿئي ها.

حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحہ فرمائي ٿو تہ انهيءَ حديث مان ثابت آهي تہ حضور ﷺ جن يا سندن اولاد جي خدمت ڪرڻ

۾ ساڻن محبت رکڻ يا حضور ﷺ جن جي ولادت ۾ سندن دنيا مان رحلت جي ڏينهن تي جيڪو اُمتي الله تعاليٰ جي ڏنل مال مان سندن ايصال ثواب جي لاءِ خرچ ڪري ٿو، الله پاڪ اُن شخص جي اهل و عيال ۾ رزق ۾ بيحد برڪت فرمائي ٿو.

حضرت جابر رضہ روايت ٿو ڪري تہ هڪ شخص حضور ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو. هو غريب هو، عرض ڪيائين تہ يارسول الله ﷺ مون کي ڪجهہ عنايت فرمايو وڃي. پاڻ ڪريم ﷺ جن هن کي اٺ ساع جَوَ عنايت فرمايا. هڪ (ساع) ساڍن چئن سيرن جو هجي ٿو. اهو شخص جَوَ کڻي ويو. اُنهن جَوَن مان ان جو عيال ۾ آيو ويومهمان وغيره کائيندا رهيا تہ اُهي جَوَ ختم ٿيڻ تي نٿي آيا، سو اُن چا ڪيو، جو خيال ڪيائين تہ ڏسان تہ اجا گهٽا جَوَ باقي آهن، سو ماپ کڻي انهن جَوَن کي ماپيائين. اُن ماپڻ کان پوءِ جو رفتہ رفتہ ختم ٿي ويا. ان شخص اها ڳالهہ حضور ﷺ جن کي اچي ٻڌائي. پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن تون انهن کي ماپين نہ ها تہ جيڪر هميشه انهن مان کائيندا رهو ها. ڪڏهن بہ ختم نہ ٿين ها.

هڪ حديث حضرت جابر رضہ جي صحيح بخاريءَ ۾ آئي آهي، جنهن ۾ فرمائي ٿو تہ منهنجو والد حضرت عبدالله رضہ جنگ اُحد ۾ شهيد ٿي ويو. حضرت عبدالله انصاريءَ تي مديني پاڪ وارن جو گهڻو قرض هو، تنهن لاءِ حضرت جابر رضہ حضور ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ اوهان کي ساري خبر آهي تہ منهنجو والد رضہ ايترو تہ قرض پويان ڇڏي ويو آهي، جو منهنجي کجور جي باغ جي پيدائش مان ادا نٿوٿي سگهي ۽ قرض گهرڻ وارا تنگ ڪري رهيا آهن هاڻي چا ڪريان؟

حضور ﷺ جن فرمايو تہ هن فصل جي جيڪا کجور تيار ٿي آهي، سا سڀ هڪ طرف جدا جدا ڪري رک. فرمان مبارڪ مطابق حضرت جابر رضہ سڀ نموني جي کجور جدا جدا ڪري رکي. پاڻ فرمائي ٿو تہ پوءِ مان حضور ﷺ جن کي پاڻ سان گڏ وٺي باغ ڏانهن

روانو ٿيس. قرض گھُرندڙن، جو مون کي حضور ﷺ جن سان گڏ باغ ڏانهن ويندي ڏٺو، سي بہ پويان هليا آيا. باغ ۾ پهچي حضور ﷺ جن اُنهن ڍيرن جي چئني طرفن چڪر لڳايو. هڪ ڍيري ڪجھ وڏي هئي، پاڻ ڪريم ﷺ اُن ڍيريءَ وٽ ويهي رهيا. پوءِ فرمايائون تہ هاڻي قرض خواهن کي سڏ ڪر، مون انهن کي سڏ ڪيو. حضور ﷺ جن پنهنجن مبارڪن هٿن سان ان ڍڳيءَ مان ماپيندا قرض خواهن کي کجور ڏيندا ويا، تان جو منهنجي پيءُ جو سارو قرض ادا ٿي ويو. مون خدا تعالىٰ جوشڪر ادا ڪيو تہ پلي منهنجي پيٽن جو حصو نہ بچيو، مگر منهنجي والد جوقرض تہ سڀ لهي ويو. حضرت جابر رضہ کي نَوَ پيٽون هيون، جن کي پيءُ حضرت جابر رضہ جي حوالي ڪري ويو هو. حضور ﷺ جن انهيءَ وڏيءَ ڍڳيءَ مان ئي سڀني قرض خواهن کي ڏيئي قرض جوحساب ختم ڪري چڪا هئا. ننديون ڍڳيون سڀ اجا ائين ئي پيون هيون. حضرت جابر رضہ فرمائي ٿوتہ وڏيءَ ڍڳيءَ ڏانهن نظر ڪيم تہ ڏٺم تہ اُها ڍڳي بہ اجا اوتري آهي، جيتري پهرين هئي. ڪا ٿوري کجور بہ منجهانئس گهٽ نہ ٿي آهي. انهيءَ معجزي کي ڏسي اُهي قرض خواهہ بہ حيران ٿي ويا.

حضرت ابوهريره رضہ فرمائي ٿو تہ ماڻهو سخت بُک ۾ پريشان هئا. حضور ﷺ جن مون کي فرمايو تہ اي ابوهريره رضہ، تو وٽ ڪجھ رکيل آهي؟ مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ مون وٽ هڪ توشيدان آهي، جنهن ۾ ڪجھ کجورون پيل آهن. فرمايائون تہ ان کي اسان وٽ کڻي اچ. مون اهو توشيدان پيش ڪيو. حضور ﷺ جن پنهنجو هٿ مبارڪ اُن ۾ وجهي هڪ مُٺ کجور ڪڍي، تنهن تي برڪت لاءِ دعا فرمايائون. پوءِ اهي وري اُن ۾ وڌائون. تنهن کان پوءِ ڏهن ڏهن ماڻهن کي سڏي انهن کي ان توشيدان مان کجور ڪڍي کارائيندا ويا، تان جو سموري لشڪر ان توشيدان مان ڪائي پيٽ ڀريو. پوءِ مون کي پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ اي ابو هريره رضہ، هن توشيدان کي حفاظت سان رکج، جڏهن ضرورت ٿئي تہ هن ۾ هٿ وجهي کجور ڪڍندو رهج

انهن کجورن کي نہ کڏهن ڳڻج ۽ نہ ان ٿانوَ کي اونڌو ڪري ڏسج تہ باقي ڪيتريون آهن. مون جڏهن اهو ٿانوَ حضور ﷺ جن وٽان کنيو تہ مون کي ائين سمجهڻ ۾ آيو تہ اڳوٽي کان هن ۾ کجورون گهٽيون آهن.

حضرت ابوهريره رضہ فرمائي ٿو تہ ان کان پوءِ انهيءَ ساڳئي توشيدان مان نبي ڪريم ﷺ جن جي هن دنيا جي حياتيءَ ۾ ۽ حضرت ابابڪرُ صديق رضہ جي دورِ خلافت ۾ ان بعد حضرت عمر فاروق رضہ جن جي خلافت ۽ حضرت عثمان ذوالنورين جي خلافت تائين کجور ڪڍي پاڻ بہ استعمال ڪندو هوس ۽ ٻين کي بہ جام ڏيندو رهندو هوس. آخرڪار حضرت عثمان ذوالنورين جي دورِ خلافت ۾ جڏهن ڪيس شهيد ڪيو ويو ۽ مدينہ پاڪ ۾ لُٽ مار ٿيڻ لڳي، اُن وقت منهنجو گهر بہ لٽيو ويو. اُنهيءَ لٽ ڦر ۾ اهو توشيدان گم ٿي ويو. حضرت ابوهريره رضہ فرمائي ٿو تہ انهيءَ عرصي ۾ مون اُن توشيدان مان ڪيئي مڻ کجور ڪڍي پاڻ استعمال ڪئي هئي ۽ ٻين کي بہ ڏني هئي.

حضرت عمر بن خطاب رضہ فرمائين ٿا تہ حضور ﷺ جن هڪ دفعي هڪ کجور جي ڍير مان اُن پري ٻاهر موڪلڻ لاءِ مون کي حڪم فرمايو. مون انهيءَ کجور جي ڍير مان چار سؤ اُٺ پري روانا ڪيا. مگر اُن ڍير ڏانهن نظر ڪرڻ سان ائين معلوم ٿيو ٿي تہ جڻ تہ هن مان هڪ داڻو بہ گهٽ نہ ٿيو آهي.

(سبحان الله وَ بحمده حمداً ڪثيرا).

ڪرم تو ڪريم جا، متي مخلوقن،
توٽي حامل عرش جا، توٽي آدم جِنّ،
گهڙيو هيءَ گلشن، صدقي ۾ سيّد جي.
فقير محمد اسماعيل ٺٽوي "خاطي"

# باب تيرهون

## حضور صہ جن سان حيوانن جو ڪلام ڪرڻ

جهڙيءَ طرح الله تعاليٰ اسان انسانن تي حضور نبي ڪريم صہ جي حڪمن ۽ سندن شريعت سڳوريءَ جي احڪامن ۽ اطاعت ڪي اسان تي فرض ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح جانورن کي بہ حضور صہ جن جو مطيع ۽ تابعدار بڻايو اٿس: مگر نيڪ بختيءَ ۽ سعادتمنديءَ جو تاج سيني انسانن مان اهل ايمان مؤمنن جي مٿي تي رکيو ويو آهي، اها سعادت فقط انهن کي ئي حاصل آهي. حضور صہ جن جي رحمت ۽ رسالت انسانن، جِنن توڙي حيوانن سيني لاءِ يڪسان آهي. مگر اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ جو حڪم صرف جِنن ۽ انسانن لاءِ آهي، حيوانن تي سندن شريعت مبارڪ جي پيرويءَ جو اطلاق نہ آهي، تہ بہ سندن حڪمن جي پيروي ۽ سندن اطاعت جانور بہ ڪندا هئا.

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ مدينہ طيبہ جي انصارن وٽ هڪ پاليل اُٺ هو. اُن اُٺ جي مالڪ نبي ڪريم صہ جن جي بارگاه ۾ اُن اُٺ جي شڪايت ڪئي تہ يا رسول الله صہ اسان جو هڪ اُٺ آهي، جنهن تي اسين کوهہ تان پاڻي ڀري پنهنجي باغ جي وڻن کي ڏيندا هئاسون، هاڻي اهو اُٺ نهايت سرڪش ٿي پيو آهي. پنهنجن پٺن تي بار لڏڻ نٿو ڏئي. اسان جي باغ جا وڻ سڪي رهيا آهن: اگر اسان مان ڪو سندس ويجهو وڃي ٿو تہ ڪُتي وانگر چڪ وجهي چنبڙي وڃي ٿو، ڪم تہ اصل نٿو ڪري هاڻي اسين هن کي ڇا ڪريون؟

نبي ڪريم صہ جن اها ڳالهہ ٻڌي پنهنجن اصحابنَ سڳورن سان گڏجي ان باغ ۾، جنهن ۾ اهو اُٺ ٻڌل هو اُتي آيا. باغ جي هڪ ڪنڊ

۾ اُن وينو هو. اُن جي مالڪن عرض ڪيو تہ يا رسول اللّٰہ صہ اوهان هن جي ويجها نہ وڃجو، ڇاڪاڻ تہ هو ماڻهن کي چڪ وجهندي اصل دير ئي نٿو ڪري. پاڻ ڪريم صہ جن فرمايو تہ اوهين منهنجو ڪوبہ فڪر نہ ڪريو. پاڻ صہ جن سڌا اُن اُن وٽ هليا ويا. جڏهن اُن جي نزديڪ پهتا تہ اُن ڪنڌ ورائي حضور صہ جن ڏانهن نهاريو ۽ يڪدم پنهنجو سر سندن اڳيان سجدي ۾ ڪٽي رکيائين. پاڻ صہ جن سندس پيشانيءَ جي وارن مان جهلي سندس مٿو مٿي ڪنيو. ڪجهہ دير بعد اُن کي اُٿاري ڪيس ڪم تي لڳايائون. هو برابر ڪم تي روانو ٿي ويو ۽ ڪابہ مستي وغيره نہ ڪيائين. اصحابن سڀني عرض ڪيو تہ يا رسول اللّٰہ صہ جڏهن جانور اوهان کي سجدو ڪري رهيا آهن تہ اسين بہ ڇو نہ اوهان کي سجدو ڪريون. جواب ۾ حضورَ صہ جن فرمايو تہ انسان کي هر گز اهو واجب نہ آهي، جو خدا کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ سجدو ڪري. اگر اهڙو ڪو حڪم آيل هجي ها تہ اسين سڀ کان پهرين عورتن کي حڪم ڏيون ها تہ هو پنهنجن مردن کي سجدو ڪن. (انهيءَ حديث شريف کي امام احمد ۽ نسائيءَ روايت ڪيو آهي).

انهيءَ کان پوءِ حضور صہ جن ان اُن جي مالڪن کي فرمايو تہ توهان کي خبر آهي تہ اُن اسان کي ڪهڙو فرياد ڏنو آهي. اُن اسان کي چيو تہ يا رسول اللّٰہ صہ هي مون کان سارو ڏينهن ماري ڪُٽي برابر ڪم وٺن ٿا ۽ مون کي پيٽ پري چارو بہ ڪونہ ٿا ڏين، هميشه بکيو رکن ٿا. هن روئي اهو فرياد اسان کي ڏنو آهي، اوهان اُن جي حقن جو بہ تہ ڪجهہ خيال رکو. پاڻ صہ جن فرمايو تہ زمين ۽ آسمانن ۾ ڪابہ اهڙي مخلوق نہ آهي، جيڪا اهو نہ ڄاڻندي هجي تہ آءٌ خدا جو موڪليل نبي ۽ رسول آهيان. مگر صرف نافرمان انسان ۽ جِن.

هڪ دفعي نبي ڪريم صہ جن حضرت ابوبڪر صديق رضہ ۽ حضرت عمر فاروق رضہ سان گڏجي مدينہ پاڪ جي انصارن جي هڪ

باغ ۾ تشريف فرما ٿيا. اُن باغ ۾ هڪڙي ٻڪري بيٺي هئي، تنهن جڏهن حضور ﷺ جن کي ڏٺو ته يڪدم سجدو ڪيائين.

هڪ دفعي هڪ اُٺ نبي ڪريم ﷺ جن کي اچي عرض ڪيو ۽ شڪايت ڪيائين ته يا رسول الله ﷺ جنهن قوم ۾ آءٌ آهيان، ان قوم وارا رات جو سومهڻي نماز کان اڳي سمهي رهن ٿا ۽ سومهڻي نماز نٿا پڙهن. مون کي ڊپ ٿو ٿئي ته متان انهيءَ ڳالهه جي سبب انهيءَ قوم تي الله جي طرفان ڪو عذاب نازل ٿي پوي. نبي ڪريم ﷺ جن اُن قوم وارن کي پاڻ وٽ گهرائي، ڪين هدايت فرمائي ته آئنده ائين نه ڪن. رسول الله ﷺ جن جڏهن جانورن جي قرباني ڪندا هئا ته هرڪو جانور اها ڪوشش ڪندو هو ته اول منهجي قرباني پنهنجي مبارڪ هٿن سان فرمائين.

## بگهڙ جو ڪلام ڪرڻ

هيءَ حديث مبارڪ ڪيترن ئي اصحابن سڳورن کان روايت ٿيل آهي. حضرت امام احمد رح حضرت ابو سعيد خُدري رضه کان روايت ڪري بيان ٿا فرمائين ته هڪڙو بگهڙ ٻڪرين جي پويان اچي لڳو. آخر هڪڙي ٻڪريءَ کي جهلي ورتائين. ٻڪرين جو ڌنار نزديڪ هو، تنهن حملو ڪري ٻڪري بگهڙ کان ڇڏائي ورتي. اهو بگهڙ اُتيئي ويهي رهيو ۽ ڌنار ڏانهن منهن ڪري انسان وانگر ڳالهائڻ لڳو. ڌنار کي چوڻ لڳو ته تون خدا کان نٿو ڊڄين، منهنجو رزق جيڪو مونکي الله پاڪ قبضي ۾ ڏنيارو، سو تو مون کان واپس ڦري ورتو. تنهن تي ڌنار چوڻ لڳو ته سبحان الله ربّ جي قدرت ڪهڙي نه عجيب آهي، جو هيءَ بگهڙ جانور ٿي ڪري انسانن وانگر پيو ڳالهائي! بگهڙ چوڻ لڳو ته اها ته برابر عجيب ڳالهه آهي، مگر انهيءَ کان به وڌيڪ عجيب ڳالهه توکي ٻڌايان سا ٻڌ.

بگهڙ چوڻ لڳو ته مديني منوره ۾ الله جو رسول محمّد ﷺ الله جي دين جي هدايت پيو ڪري ۽ ڪين اڳوڻي زماني جون ڳالهيون ٻڌائي

رهيو آهي، مگر ماڻهو ان الله جي سچي پيغمبر تي ب ايمان نٿا آڻين. منهنجي مقابلي ۾ تنهنجو ب عجيب حال آهي، جو تون اڃان تائين ڪفر تي آهين ۽ پنهنجن ٻڪرين چارڻ ۾ مشغول آهين. تو کي اها خبر آهي ن تو اهڙي برگزيدي نبيءَ کي ڇڏي ڏنو آهي، جنهن جهڙو عظيم المرتبت نبي، الله پاڪ هن زماني تائين ن موڪليو آهي. بيشڪ اُن جي لاءِ جنّت جا دروازا کولي ڇڏيا ويا آهن. سندن اصحاب سڀورا سندن بيعت ۽ تابعداريءَ جو شرف حاصل ڪري چڪا آهن. انهن شهيدن جي لاءِ جيڪي اسلامي جهاد ۾ شهيد ٿيڻ وارا آهن ۽ ٻين مؤمنن جي لاءِ جنّت جون حورون سندن استقبال ڪرڻ لاءِ تيار آهن ت ڪڏهن ڪو مسلمان مؤمن يا شهيد اچي ت اسين هن کي گهوٽ بنائي وٺي وڃي جنّت ۾ داخل ڪريون. اي ٻڪرين جا ڌنار، تنهنجي ۽ اُنهن جي وچ ۾ فقط هيءُ سامهون وارو هڪ جبل آڏو آهي، تون سندن بارگاه ۾ وڃي حاضر ٿي ۽ سندن بيعت ڪري خدا جي لشڪر ۾ شامل ٿي وڃ. ڌنار چيو ت پوءِ ٻڪريون ڪير سنڀاليندو؟ بگهڙ چيو ت تنهنجي اچڻ تائين هنن جي نگهداشت مان ڪندس ۽ تنهنجي امانت ۾ خيانت ن ڪندس. پوءِ اهو ڌنار اُتان هلي بارگاه نبويءَ ۾ اچي حاضر ٿيو ۽ سارو قصو سڻي کي ڪري ٻڌايائين، پوءِ مسلمان ٿيڻ بعد پنهنجن ٻڪرين ۾ واپس آيو، جن جي نگهداشت اهو بگهڙ ڪري رهيو هو. اُن ڌنار يڪدم هڪ ٻڪري ڪُهي بگهڙ کي ڏني.

اهڙيءَ طرح حضرت ابو سفيان بن حرب رضہ ۽ صفوان بن اُمّيہ کان هڪ ٻي روايت آهي ت هڪڙي ڏينهن بگهڙ شڪار ڪرڻ جي لاءِ هڪ هرڻ جي پويان لڳو. هرڻ ڀڄندو ڀڄندو اچي ڪعبة الله شريف جي حد ۾ داخل ٿيو. اهو ڏسي بگهڙ واپس وڃڻ لڳو، جنهن تي اُتي ويٺل ماڻهو عجب ڪرڻ لڳا، تڏهن بگهڙ انسانن وانگر ڳالهايو ت اي مڪہ معظم وارا، انهيءَ کان وڌيڪ عجيب ڳالهہ اوهان کي ٻڌايان ٿو ٿا اها آهي ت مدين طيب ۾ محمّد بن عبدالله صہ جن اوهان کي جنّت ڏانهن سڏي رهيا آهن، مگر اوهين جَهنّم ڏانهن ڇڪبا پيا وڃو. (اُن

زماني ۾ مٿيان اصحاب اچا مسلمان نہ ٿيا هئا ڪفر تي هئا پوءِ اسلام آندائون).

ابو سفيان مٿيون ڳالهيون ٻڌي صفوان کي چوڻ لڳو تہ قسم آهي لات ۽ عُزيٰ جو، اگر مڪہ شهر ۾ اهو ذڪر وجي بيان ڪندين تہ مڪہ ۾ گهٽيون عورتون بنا مردن جي رهجي وينديون. اها سچي خبر ٻڌي مڪہ جا گهڻا مرد حضور صہ جن ڏانهن مدينہ پاڪ هجرت ڪري هليا ويندا ۽ مسلمان بنجي اُتي ويهي رهندا.

قاضي عياض پنهنجي ڪتاب (ڪتاب الشفا) ۾ حضرت عمر فاروق رضہ جي حوالي سان بيان ٿو فرمائي تہ حضور صہ جن اصحابن سڳورن جي مجلس ۾ موجود هئا. اوچتو هڪ شخص بني سليم قبيلي مان اچي سهڙيو، جنهن وٽ هڪ ڳوهہ هئي، جا اُن پنهنجي ڳڙتي جي آستينن ۾ لڪائي رکي هئي. انهيءَ بدويءَ اها ڳوهہ ايتري لاءِ جهلي هئي، جيئن هن کي پنهنجي گهر ڪٽي وجي کُهي رڌي کائي؛ پر اُن جڏهن هڪ پوري جماعت کي ويٺل ڏٺو تہ اچي سندن ڳالهيون ٻڌڻ لڳو ۽ اصحابن سڳورن کان پڇڻ لڳو تہ هُو جيڪو شخص اوهان جي مجلس ۾ اچي ويٺو آهي، سو ڪير آهي؟ اصحابن ڪرامن جواب ڏنو تہ اُهو اللّٰہ جو رسول محمّد صہ آهي. اُن بدويءَ پنهنجي آستين مان ڳوهہ ڪڍي سيني کي ڏيکاري چوڻ لڳو تہ قسم آهي لات ۽ عُزيٰ جو، جيستائين ايمان نہ آڻيندس، جيستائين هيءَ ڳوهہ سندن نبّوت جي شاهدي نہ ڏيندي. ائين چئي اُن ڳوهہ کي ڪٽي حضور صہ جن جي اڳيان ڦٽو ڪيائين. پاڻ صہ جن اُن ڳوهہ کي آواز ڏنو اي ڳوهہ! ڳوهہ نهايت سنجيده لهجي ۾ جواب ڏنو تہ "لبيڪ و سعديڪ يا رسول اللّٰہ صہ" (يا رسول اللّٰہ صہ مان حاضر آهيان ۽ فرمانبردار آهيان) اهو آواز ساري مجلس ۾ ويٺل ۽ بيٺل ماڻهن ٻڌو. وري حضور صہ جن اُن ڳوهہ کان پڇيو تہ قيامت ۾ ڪيترا ماڻهو هوندا؟ اُن ڳوهہ جواب ڏنو تہ يا رسول اللّٰہ صہ قيامت جي ميدان ۾ ساري خدا جي مخلوق موجود هوندي. وري پاڻ صہ جن ڪيس فرمايو تہ اي ڳوهہ، تون ڪنهن جي

عبادت ڪرين ٿي؟ ڳوهہ عرض ڪيو تہ يا رسول الله صہ آءٌ انهيءَ ربّ جي عبادت ڪريان ٿي، جنهن جو عرش آسمانن ۾ آهي، جنهن جي بادشاهي زمين ۾ آهي، جنهن جو غلبو دريائن، بحرن ۽ برن تي آهي ۽ اُن جي رحمت جنّت ۾ آهي ۽ اُن جو عذاب جهنّم ۾ آهي. حضور صہ جن ان ڳوهہ کي فرمايو تہ ڀلا ٻڌائي تہ آءٌ ڪير آهيان؟ ڳوهہ جواب ڏنو تہ يا رسول الله صہ اوهين الله تعاليٰ جا سچا رسولِ خاتم النّبي ۽ سچا پيغمبر آهيو.

"قد افلح من صدقک و خاب من کذّبک"

يا رسول الله صہ جنهن شخص اوهان کي سچو سمجهيو، سو يقيناً ڪامياب آهي ۽ جنهن اوهان جي تڪذيب ڪئي اُهو شقّي ۽ نامراد ۽ مردود آهي. اهو سارو مشاهدو ڏسي اهو بدوي اُتي جو اُتي مسلمان ٿي ويو.

## هرڻيءَ وارو واقعو

هيءُ هڪ مشهور واقعو ۽ معجزو آهي، جنهن کي گهڻن راوين بيان فرمايو آهي. هن معجزي جي باري ۾ قاضي عياض رح ڪتاب "الشفا" ۾ ۽ ابو نعيم رح "دلائل" ۾ بيان فرمايو آهي.

هڪ دفعي سرورِ ڪائنات صہ جن هڪ صحرا (جهنگل يا بيابان) ۾ سير فرمائي رهيا هئا. اوچتو ٽي دفعا سندن ڪن مبارڪ تي هيءُ آواز آيو تہ يارسول الله صہ! يا رسول الله صہ! ............ آواز ڏانهن غور ڪرڻ سان معلوم ٿيو تہ جهنگل ۾ هڪ هرڻي ڇوڪنيي ٻڌي پيئيَ آهي ۽ پاسي ۾ هڪ بدوي چادر مٿان ڪري سُتو پيو آهي ۽ آواز اها ٻڌل هرڻي ڏيئي رهي آهي. رسول اڪرم صہ جن هرڻيءَ کي ويجهو وڃي پڇيو تہ تون اسان کي ڇو سڏي رهي آهين؟ هرڻيءَ عرض ڪيو تہ يا رسول الله صہ مون کي هن بدويءَ شڪار ڪري ڦاسايو آهي ۽ مون کي ٻڌي قابو ڪري هِتي ڦٽو ڪيو اٿس، منهنجا ٻہ ننڍڙا ٻچڙا

هن سامهون واري جبل جي هڪ چُر ۾ وينا آهن، مون رات کان انهن کي کير نہ پياريو آهي، اگر اوهين ٿوريءَ دير جي لاءِ مون کي آزاد ڪريو تہ جيڪر آءٌ پنهنجن ٻچڙن کي کير پياري واپس هلي اچان. حضور ﷺ جن فرمايو تہ تون وري واپس ايندينءَ؟ هرڻيءَ جواب ڏنو تہ يا رسول الله ﷺ جيڪڏهن مان واپس نہ اچان تہ الله پاڪ مون تي اهو عذاب نازل ڪري جيڪو محصول وصول ڪرڻ وارن مان رشوت کائيندڙن تي ڪندو. يعني امانت ۾ خيانت ڪرڻ وارن تي.

حضور ﷺ جن اُن هرڻيءَ کي پنهنجن مبارڪ هٿن سان کولي آزاد ڪيو ۽ پاڻ ان جي جاءِ تي ويهي رهيا ۽ هرڻي هلي ويئي. ڪجھ دير کان پوءِ هرڻي واپس اچي سهڙي. حضور ﷺ جن ڪيس ساڳيءَ طرح ٻڌي ڇڏيو. ٿوري دير کان پوءِ بدوي بہ جاڳيو، حضور ﷺ جن کي ڏنائين ۽ سجاڻي ورتائين. عرض ڪرڻ لڳو تہ يا رسول الله ﷺ منهنجي لائق ڪا خدمت هجي تہ فرمايو تہ مان اُها پوري ڪريان. حضور ﷺ جن اُن بدويءَ کي فرمايو تہ منهنجي فقط اها خواهش آهي تہ تون هن غريب هرڻيءَ کي آزاد ڪري ڇڏ. بدويءَ حضور ﷺ جن جو حڪم ٻڌي يڪدم اُن هرڻيءَ کي آزاد ڪري ڇڏيو. بس پوءِ تہ هرڻي خوشيءَ مان دعائون ڏيندي چوڪڙيون ڀريندي پنهنجي ٻچڙن ڏانهن هلي ويئي ۽ چوندي ويئي تہ:

"لااِله الاّ اللّهُ محمّد الرّسول اللّه ﷺ"

هڪ ٻيءَ روايت ۾ بہ هڪ هرڻيءَ جو قصو هن طرح آيل آهي تہ هڪ سفر ۾ حضور ﷺ جن پنهنجي لشڪر سان گڏ هئا، منزل ڪيائون، لشڪر وارا اُجايل هئا، سي پاڻيءَ جي تلاش ۾ نڪتا. اُن وقت هڪ هرڻي حضور ﷺ جن جي بلڪل قريب آئي. پاڻ ﷺ جن ان هرڻيءَ مان کير ڏُهي پنهنجي ساري لشڪر کي پياريو ۽ حضرت رافع، جيڪو حضور ﷺ جن جو غلام هو، تنهن کي فرمايائون تہ هن هرڻيءَ جي نگهداشت ڪر. رافع رضہ انهيءَ هرڻيءَ کي ٻڌي ڇڏيو هو، مگر

ٿوريءَ دير بعد هوءَ رسي ٽوڙائي جهنگل ڏانهن هلي ويئي: تنهن تي حضور ﷺ جن فرمايو ته :

"اِنّ الذي جآءَ بها وَ هَوَ الذي ذهب بها"

معني: جنهن ان کي هتي آندو هو، اُهوئي هن کي وٺي ويو.

## شينهن جو قصو

حضرت سفينه رضه اسلامي لشڪر کان ٻاهر نڪري جهنگل ڏانهن تفريح ڪرڻ جي لاءِ هليو ويو ۽ گهڻو اڳتي نڪري ويو، تان جو رستو ڀلجي وڃي هڪ گهاٽي جهنگ ۾ پهتو. اُن جهنگل ۾ هڪ وڏو قداور ببر شينهن رهندو هو. اوچتو حضرت سفينه رضه جي اُن تي نظر پئجي ويئي ۽ شينهن به کين نهارڻ لڳو، تڏهن حضرت سفينه رضه شينهن کي چوڻ لڳو ته مان محمّد الرسول اللّٰه ﷺ جن جو غلام آهيان، لشڪر کان جدا ٿي واٽ ڀلجي هتي تو وٽ اچي پهتو آهيان، هاڻي تون مون سان گڏجي هلي مون کي واٽ ڏيکار. پوءِ شينهن کين وٺي لشڪر وٽ ڇڏي ويو. سبحان اللّٰه و بحمده.

ابن وهب رضه فرمائي ٿو ته فتحِ مڪه شريف واري ڏينهن جن ڪبوترن حضور ﷺ جن جي مٿان ڇانو ڪئي هئي ۽ حضور ﷺ جن انهن لاءِ برڪت جي دعا فرمائي هئي، انهن ڪبوترن جو نسل اجا تائين حرم شريف ڪعبة اللّٰه ۾ موجود آهي ۽ قيامت تائين رهندو.

اهڙيءَ طرح هجرت واري واقعي ۾ غار ثَور جي دروازي تي ڪوهياري جي ڄاريءَ ۽ ڪبوتر جي لٽل آنن جو ذڪر آيل آهي.

هڪ ٻي روايت ۾ آيو آهي ته جڏهن حضور ﷺ جن ۽ سندن پيارو رفيق حضرت ابوبڪر صديق رضه غار ثور ۾ داخل ٿيا ته نبي ڪريم ﷺ جن هڪ ننڍي وڻ کي اشارو ڪيو، اهو وڻ ماڻهوءَ جي قد جيڏو ٻنجي غار جي دروازي تي اچي بيٺو، جنهن جي سبب غار جو منهن ڍڪجي ويو هو. هن کي قاضي عياض پنهنجي ڪتاب "الشفا" ۾ بيان فرمايو آهي.

# حضور ﷺ جن سان وڻن جو ڳالهائڻ ۽ سجدو ڪرڻ

معلوم ٿئي ٿو ته جهڙيءَ طرح سڀيئي حيوان حضور ﷺ جن جا مُطيع ۽ تابعدار هئا، تهڙيءَ طرح وڻ ٽڻ، جبل پهڻ وغيره به سندن فرمانبرداري ۽ اطاعت ڪندا هئا. پاڻ ﷺ جن کي ڏسندا هئا ته ڪين سلام ڪندا هئا ۽ سندن نبوّت ۽ رسالت جي شاهدي ڏيندا هئا.

اُمّ المؤمنين حضرت بيبي عائشه صديقه رضه فرمائي ٿي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته جڏهن کان اسان تي وحي نازل ٿيڻ لڳو، ان وقت کان هرڪو وڻ ٽڻ، جبل پٿر اسان کي ڏسي السّلام عليڪم يارسول الله ﷺ چوندو آهي.

حضرت علي ڪرم الله وجه جن فرمائين ٿا ته مان ۽ حضور ﷺ جن مڪه شريف کان ٻاهر هڪ واٽ وٺي وڃي رهيا هئاسون. رستي ۾ جيڪو وڻ ٽڻ ۽ پٿر پيل نظر آيو ٿي، تنهن انهيءَ وقت چيو ٿي ته السّلام عليڪم يا رسول الله ﷺ. (هن حديث کي ترمذي روايت ڪيو آهي).

حاڪم رح "مستدرڪ" ۾ بيان ٿو فرمائي ته سيّدنا ابن عمر رضه فرمايو ته هڪڙي سفر ۾ اسين حضور ﷺ جن سان گڏ هئاسون؛ واٽ ۾ هڪ بدوي سامهون ايندي مليو، جڏهن اهو حضور ﷺ جن جي ويجهو پهتو ته رسول ڪريم ﷺ جن اُن کان پڇيو ته تون ڪيڏانهن پيو وڃين؟ هن عرض ڪيو ته پنهنجي اهل عيال ۽ قبيلي ڏانهن وڃي رهيو آهيان. حضور ﷺ جن ڪيس فرمايو ته ڇا توکي پنهنجي ڀلائي گهرجي. يعني تون گهرين ٿو ته توکي نيڪي ۽ سعادت حاصل ٿئي. ان پڇيو ته اهو ڀلا ڇا آهي؟ حضور ﷺ جن فرمايو ته اهو آهي شاهدي ڏيڻ. ان سچي حقيقت جي ته لا اله الا الله وحده لا شريڪ له واشهد انّ محمّداً عبده و رسوله. بدويءَ عرض ڪيو ته اوهان جيڪو اهو ڪلمون مون کي پڙهي ٻڌايو، ڇا اوهان وٽ ان جو ڪو شاهد به آهي؟ حضور ﷺ

جن سامهون اشارو ڪري فرمايو تہ هو وڻ انهيءَ ڳالهہ جو شاهد آهي. پوءِ حضور صہ جن انهيءَ واڻ ڪي اشارو ڪيو، جيڪو واديءَ جي ڪپ مٿي بيٺل هو. اشاري ملڻ شرط اهو وڻ زمين کي چيريندو پنهنجو پاڙون گهليندو، حضور صہ جن جي سامهون اچي بيٺو. پاڻ صہ جن ان وڻ کان پورا ٽي دفعا شاهدي ورتي. تنهن بعد وري اهو وڻ وري بہ ساڳيءَ حالت سان پاڻ کي چڪيندو وڃي ساڳيءَ جاءِ تي بيٺو ۽ اُهو بَدوي ڪلمون پڙهي مسلمان ٿيو.

حضرت بَريده اسلمي رضہ کان روايت آهي تہ هڪڙي بَدوي حضور صہ جن کان معجزو گهريو. حضور صہ جن کيس فرمايو تہ هن وڻ کي وڃي چئو تہ رسول اڪرم صہ جن توکي سڏين ٿا. بَدويءَ وڃي اهو پيغام وڻ کي پهچايو. وڻ وٺي پاڻ کي هيڏانهن هوڏانهن لوڏيو ۽ ڏونڌاڙيو ۽ زمين ۾ لڳل مضبوط پاڙون ڇڪي ڪڍي انهن پاڙن کي گهليندو، اچي حضور صہ جن جي سامهون حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ السّلام عليڪم يا رسول اللّٰہ صہ. اهو حال ڏسي بدويءَ عرض ڪيو تہ هاڻي هن کي حڪم ڪيو وڃي جيئن هيءَ وري پنهنجي اصلوڪي جاءِ تي وڃي بيهي. حضور صہ جن ان وڻ کي واپس وڃڻ جو حڪم فرمايو. وڻ وري وڃي ساڳيءَ جاءِ تي بيٺو ۽ سندس پاڙون زمين جي اندر هليون ويون. تنهن کان پوءِ زمين برابر ٿي ويئي. اهو معجزو ڏسي بدويءَ عرض ڪيو تہ يا رسول اللّٰہ صہ مون کي اجازت ڏيو تہ مان توهان کي سجدو ڪريان. حضور صہ جن کيس منع فرمائي، تڏهن بدويءَ عرض ڪيو تہ ڀلا مون کي اوهين پنهنجا هٿ پير چمڻ جي اجازت فرمايو. حضور صہ جن کيس ان جي اجازت ڏني. پوءِ هو ڪلمون پڙهي مسلمان ٿيو.

حديث مبارڪ ۾ آيو آهي تہ حضور صہ جن هڪ رات جو اُٺ تي سفر ڪري رهيا هئا. ڪين انهيءَ حالت ۾ ننڊ جو غلبو ٿيو. اک لڳي ويئي. اُٺ هلي رهيو هو. سامهون هڪ ٻير جو وڻ اچي ويو. اهو ٻير جو وڻ يڪدم ٻہ ٽڪرا ٿي هٽي ويو. هڪڙو ٽڪرو هڪ طرف هٽي ويو

۽ ٻيو ٻئي طرف، وچان واٽ ڀنجي ويئي ۽ اُٺ اتان هليو ويو. تنهن کان پوءِ اهو وڻ وري ملي هڪ ٿي ويو. اُن وڻ جو نالو ئي سِدرۃالنبي پئجي ويو. (نبي ڪريم ﷺ وارو وڻ).

حضرت ابن عباس رضہ روايت ٿو ڪري تہ هڪ بَدوي نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله ﷺ مان ڪيئن سمجهي سگهان تہ بيشڪ اوهين اللّٰه جا رسول ۽ پيغمبرﷺ آهيو؟ پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو تہ هن طرح. ائين چئي حضور ﷺ جن سامهون بيٺل کجيءَ جي هڪ ٽاريءَ کي حڪم فرمايو تہ اها ٽاري وڻ کان جدا ٿي هلي آئي ۽ شاهدي ڏيڻ لڳي تہ بيشڪ اوهين خدا جا رسول آهيو. پوءِ حضور ﷺ جن اُن ٽاريءَ کي فرمايو تہ هاڻي پنهنجي ساڳيءَ جاءِ تي هلي وڃ. هوءَ اُنهيءَ مهل پنهنجي جاءِ تي هلي ويئي. اهو معجزو ڏسي بَدويءَ ايمان آندو ۽ مسلمان ٿيو. (ترمذي)

اهڙيءَ طرح وڻن جي باري ۾ ڪيترائي معجزا بيان ٿيل آهن. هڪ قصيدي ۾ ڪنهن شاعر فرمايو آهي تہ:

جاءت لدعوته الاشجار ساجدةً،
تمشي اليه علىٰ ساق بلاقدم؛
کانما اسطرت سطرالما کتب،
فروعها من بديع الخط في اللقم.

حضرت جابر رضہ فرمائي ٿو تہ هڪ دفعو اسين هڪ بيابان ۾ هئاسون. حضور ﷺ جن حاجت ضروريءَ جي لاءِ روانا ٿيا. آءٌ پاڻيءَ جو ڪُوزو ڀري سندن پويان روانو ٿيس. ان صحرا ۾ ڪٿي بہ پردي جي ڪا جاءِ نظر نٿي آئي. اوچتو هڪ واديءَ جي ڪپ تي بہ وڻ نظر آيا. حضور ﷺ جن انهن وڻن ڏانهن روانا ٿيا. اُتي پهچي انهن وڻن جون ٽاريون جهلي ڪين فرمايائون تہ الله جي حڪم سان منهنجي اطاعت ڪريو ۽ هڪٻئي سان ملي پردو ڪريو. انهيءَ وقت اُهي ٽاريون هڪٻئي ۾ اهڙيءَ طرح مليون جو پردو ٿي ويو. پوءِ حضور ﷺ

جن پاڙي ڪٽي اُن پردي پويان هليا ويا ۽ مان پري ويهي رهيس. ڪجھ دير بعد حضور صہ جن واپس آيا ۽ اهي ٽاريون هڪ ٻئي کان جدا ٿي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي هليون ويون.

حضرت اُسامہ بن زيد رضہ فرمائي ٿو تہ هڪ جنگ ۾ اسلامي لشڪر ڪليل ميدان ۾ لٿل هو. حضور صہ جن مون کي فرمايو تہ اي اُسامہ، هن ۾ واريءَ واديءَ ۾ قضاءِ حاجت جي لاءِ تو کي ڪا جاءِ نظر اچي ٿي؟ مون عرض ڪيو تہ يا رسول اللّٰہ صہ هن واديءَ ۾ ماڻهن کان خالي ڪابہ جاءِ مون کي نظر نٿي اچي. پاڻ ڪريم صہ جن فرمايو ڀلا پري ڪٿي ڪي وڻ يا پٿر ڏٺا اٿيئي؟ مون عرض ڪيو تہ يا رسول اللّٰہ صہ جن مون ڪجين جا ڪي وڻ ۽ پٿر ڀيل ڏٺا آهن. حضور صہ جن مون کي حڪم فرمايو تہ وڃ اُنهن وڻن ۽ پٿرن کي منهنجو پيغام ڏي تہ اللّٰہ جو رسول صہ توهان کي حڪم ٿو ڪري تہ پاڻ ۾ ملي، حضور صہ جن جي قضاءِ حاجت لاءِ پردو ٺاهيو. مون سندن پيغام انهن وڻن ۽ پٿرن کي پهچايو. قسم آهي مون کي ان ذات پاڪ جو، جنهن مون کي موڪليو هو، وڻ ۽ پٿر يڪدم پاڻ ۾ ملي ويا ۽ پردي جي جاءِ تيار ٿي ويئي. پوءِ حضور صہ جن جڏهن فارغ ٿي واپس آيا، تڏهن مون کي حڪم ڪيائون تہ هاڻي هنن کي وڃي چئو تہ پنهنجي پنهنجي اصلوڪي جاءِ تي هليا وڃو. مون اهو سندن پيغام انهن وڻن ۽ پٿرن کي پهچايو. يڪدم هو جدا ٿي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي هليا ويا. اهڙا ڪيترائي معجزا حديث شريف ۾ بيان ٿيل ملن ٿا، جيڪي تمام گهڻا آهن.

## جبلن ۽ پٿرن جي اِطاعت ۽ فرمانبرداري

عرض آهي تہ هيءَ دور سائنس جو آهي. بيشڪ سائنس بيحد ترقي ڪئي آهي، مگر ڏسڻ ۽ غور ڪرڻ جي ڳالھ هيءُ آهي، جو اسين اللّٰہ تعاليٰ جي عطا ڪيل دماغ سان سوچي غور ڪري ڪٺڪ جي داڻن کي پيهي منجهانس اٽو، سوجي، نشاستو ۽ ميدو وغيره

بنائي وٺون ٿا. مگر افسوس جو ڪٺڪ جا داٿا بلڪہ هڪڙو داڻو بہ پنهنجي هٿ سان ٺاهي نٿا سگهون. هر انساني ايجاد جو اهوئي حال آهي. لوهہ مان اسان ڇا نہ بنايو آهي، مگر خود لوهہ کي اسين هٿن سان بنائي نٿا سگهون. اسان کي جيڪو عقل آهي سو بہ تہ الله پاڪ ئي عطا فرمايو آهي. هر انسان انهيءَ بنيادي شيءَ جي بنائڻ ۾ مجبور آهي، جنهن کي الله پاڪ پنهنجي قدرت سان بنايو آهي.

حضرت علامہ اقبال رح کان ڪنهن شخص پڇيو تہ توهين انگريزي تعليم بہ حاصل ڪري چڪا آهيو ۽ جديد ذهن جا انسان آهيو، ڇا توهان اهو يقين ڪريو ٿا تہ نبي ڪريم صہ جن جي بار ڪان جبل لڏي سگهي ٿو؟علامہ اقبال جواب ڏنو تہ ها. منهنجو اِن ڳالهہ تي پورو يقين ۽ ايمانِ آهي. اُن شخص پڇيو تہ ڇا انهيءَ ڳالهہ جو ڪو سائنٽيفڪ ثبوت بہ آهي؟ پاڻ چيائين تہ ها،اهو ٻڌڻ چاهين ٿو تہ ٻڌ. هڪ عام انسان بہ خدا جي بهترين مخلوق ۾ شامل آهي ۽ سندس روح جيڪو هڪ لطيف شيءَ آهي، اهو ڪيڏي وڏي طاقت رکي ٿو، اُهو پنهنجي عزم ۽ ارادي سان ڇا نٿو ڪري سگهي، اهو روح وڏن وڏن پهاڙن کي جهنجوڙي رکڻ جي طاقت رکي ٿو. اهو تہ هڪ عام ماڻهوءَ جو روح ايڏي طاقت رکي ٿو، پر نبي تہ خدا جا خاص بندا ۽ مُقّرب آهن. اُنهن جي روحاني طاقت ۽ صلاحيت يا ذهني قوت هڪ عام انسان جي خيال جي حد ۾ اچڻ کان ٻاهر آهي اُنهن جي اڳيان هي مٽيءَ ۽ پٿر جا ڍير ڪهڙي هستي رکن ٿا.

صحيح مسلم ۾ حضرت جابر بن سَمره رضہ کان روايت آهي تہ حضور صہ جن فرمائيندا هئا تہ بيشڪ اسين ان پٿر کي سڃاڻون ٿا، جيڪو نبوت کان اڳ مڪہ معظم ۾ اسان کي سلام ڪندو هو. عالمن جو انهيءَ ڳالهہ تي اختلاف آهي تہ اُهو پٿر ڪهڙو آهي، ڪي چون ٿا تہ اهو پٿر ڪعبة الله شريف جي ڪنڊ ۾ لڳل حجراسود وارو پٿر آهي، ڪي چون ٿا تہ نہ اهو پٿر حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ رضہ جي گهر ڏانهن جيڪا واٽ وڃي ٿي اُن واٽ جي پاسي ۾هڪ ديوار

آهي، تنهن ۾ لڳل آهي، جنهن کي رقاق الحجر چوندا آهن. ماڻهو اجا تائين ان پٿر کي هٿ لڳائي چمندا آهن ۽ برڪت حاصل ڪندا آهن. اهوئي اُهو پٿر آهي، جيڪو نبوت کان اڳيئي حضور ﷺ جن کي سلام چوندو هو.

حضرت شيخ ابن حجر مڪي رح فرمائي ٿو ته مڪه معظم جي باشندن ۾ به اهوئي مشهور آهي ته اُها گهٽي، جيڪا اُم المؤمنين حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ رضه جي گهر مبارڪ ڏانهن وڃي ٿي، ان گهٽيءَ ۾ هڪ ديوار آهي، جنهن جي پٿرن ۾ حضور ﷺ جن جي ٺونٺين مبارڪن جا نشان اجا تائين موجود آهن ۽ اهو پٿر "رقاق الحجر" به اُتي ئي آهي، جيڪو نبوت کان اڳ اچڻ وڃڻ مهل حضور ﷺ جن کي سلام پيش ڪندو هو. الله تعاليٰ پنهنجن پيارن پيغمبرن جي لاءِ لوهه ۽ پٿر کي به ميڻ بنائي ڇڏيندو آهي. جيئن حضرت دائود عليه السلام جن جي هٿن ۾لوهه ميڻ بنجي پوندو هو. شيخ سعدي رح فرمائي ٿو:

چون عنايت قادرِ قيوم کردِ، در کفِ دائود آهن موم کرد.

معنيٰ: جڏهن اهو قادر ۽ قيوم پنهنجي عطا ۽ عنايت فرمائي ٿو. حضرت دائود عليه السلام وانگر سندن هٿن ۾ لوهه کي به ميڻ بنائي ڇڏي ٿو.

حضور ﷺ جن ننڍپڻ ۾ مڪه معظم جي ٻاهران جن جبلن تي ٻڪريون چاريندا هئا، اُنهن جبلن ۽ پٿرن ۾ اجا تائين سندن پيرن مبارڪن جا نشان موجود آهن. جيئن ته پٿرن جي نرم ٿيڻ جو بيان اڳيئي گذري چڪو آهي. (مواهب لدنيه)

حضرت عباس رضه، حضور ﷺ جن کي دعا لاءِ عرض ڪيو. رسول ڪريم ﷺ جن ڪيس فرمايو ته اسين توهان جي گهر دعا ڪرڻ لاءِ ايندا سون، جيستائين اسين نه اچون، گهر جو ڪوبه ماڻهو ٻاهر نه وڃي. حضور ﷺ جن نماز چاشت ادا ڪرڻ بعد حضرت عباس رضه

جي گهر ڏانهن روانا ٿيا. دروازي جي هڪ طرف بيهي دستور مطابق وڏي سڏ السلام عليڪم ورحمة الله و برڪاته فرمايائون. اندران گهر جي سيني ياتينوعليڪم السلام عرض ڪيو. اندر داخل ٿيڻ بعد حضور صہ جن سيني ڪان حال احوال ۽ خير عافيت دريافت ڪئي. تنهن ڪان پوءِ سيني کي هڪ جاءِ تي گڏ ٿي ويهڻ لاءِ فرمايائون. سيئي گڏ ٿي ويٺا تہ حضور صہ جن پنهنجي چادر مبارڪ انهن سيني جي مٿان وڌي ۽ هٿ مبارڪ کڻي دعا گُهرڻ لڳا تہ اي منهنجا ربّ! حضرت عباس رضہ منهنجو چاچو ۽ منهنجي والد مرحوم جو همشڪل آهي ۽ هيءَ سڀ منهنجا اهل بيت آهن. يا الله! تون هنن کي جَهنّم جي باهہ کان اهڙي طرح لڪائج، جهڙيءَ طرح مون پنهنجي چادر ۾ هنن کي لڪايو آهي. ان دعا تي گهر جي درين، دروازن، ٿنڀن، ٿوڻين ۽ ديوارين سڀني آمين چئي، جيڪا سيني ماڻهن ٻڌي.

حضرت عُقيل بن ابي طالب رضہ هڪ دفعي حضور صہ جن سان گڏ سفر ڪري رهيو هو. کيس تمام گهڻي اُڃ لڳي. حضور صہ جن کي پاڻيءَ لاءِ عرض ڪيائين، رسول ڪريم صہ جن کيس فرمايو تہ هن سامهونءَ واري جبل کي اسان جو پيغام وڃي ڏي ان کي چئو تہ مون کي رسول الله صہ جن موڪليو آهي مون کي پاڻي ڏي. حضرت عُقيل رضہ ان جبل وٽ ويو ۽ حضور صہ جن جو پيغام کيس پهچايائين. انهيءَ جبل جواب ۾ عرض ڪيو تہ اوهين منهنجي طرفان حضور صہ جن جي خدمت اقدس ۾ وڃي هيءُ عرض ڪريو تہ يا رسول الله صہ جنهن ڏينهن کان قرآن پاڪ جي هيءَ آيت سڳوري "واتّقُو النّار الّتي وقُودَ ها النّاسُ والحِجارة" نازل ٿي آهي، ان ڏينهن کان وٺي آءٌ پنهنجي رب جي خوف کان ايترو تہ رُنو آهيان، جو منهنجي نس نس ۽ رڳ رڳ، جو پاڻي بلڪل سڪي ويو آهي؛ جيڪڏهن مون ۾ هڪ قطرو پاڻي بہ هجي ها تہ مان حضور صہ جن جي نالي مٿان قربان ڪريان ها. انهيءَ آيت مبارڪ جي معنيٰ هيءُ آهي تہ : "ڊڄو انهيءَ باهہ کان، جنهن جو ٻارڻ ماڻهو ۽ پٿر آهن."

الله تعاليٰ سڀني پيغمبرن کي جيڪو علم يا جيڪي نعمتون ۽ فضل عطا فرمايا هئا، تن سڀني جي گڏ ڪرڻ کان به اسان جي پياري نبي ڪريم ﷺ جن کي وڏيڪ نعمتون، ڪرامتون، معجزا ۽ علم و فضل ۽ ڀلايون عطا فرمايون آهن. سندن همسري ۽ برابري ڪو پيغمبر نٿو ڪري سگهي.

صحيح روايت آهي ته حضور ﷺ جن جي زماني ۾ مسجد نبوي شريف ڪچي ۽ سادي نهيل هئي. سندس ڇنپ ڪجيءَ جي ٿڙن کي وڍي تن مان لڳايا ويا هئا ۽ ستدس ڇت مبارڪ اُن وقت ڪجين جي ڦڙن سان ڍڪي ويئي هئي. مسجد ۾ محراب نهيل نه هو. ممبر واري جاءِ تي ڪجيءَ جو هڪ ٿُڙ کوڙيو ويو هو، اُن ٿُڙ کي ٽيڪ ڏيئي، حضور ﷺ جن خطبو پڙهندا هئا. پر جڏهن ممبر تيار ٿي ويو ته اُنهيءَ ڪجي واري ٿُڙ کي اُتان هٽايو ويو، تنهن وقت اهو ٿُڙ ڊيڪارون ڪري روئڻ لڳو. ٿُڙ جي روئڻ ۽ فرياد ڪرڻ سان ساري مسجد شريف ڏڪڻ لڳي. ٿُڙ جو درد ڀريو فرياد ۽ آواز جن ماڻهن ٻڌو، سي به روئڻ لڳا.

هڪ ٻي روايت ۾ آيو آهي ته ٿُڙ اُن بيقراريءَ جي سبب ڦاٽي به ٽڪرا ٿي پيو. حضور ﷺ جن اچي پنهنجو هٿ مبارڪ ان تي رکيو تڏهن ان مان ڪئي ۽ ڦاٽل ٽڪرن کي جوڙي پنهنجو هٿ مبارڪ ڦيرايائون ته هو جُڙي هڪ ٿي ويو. حضور ﷺ جن اصحابن سڳورن کي فرمايو ته هيءَ ويچارو اسان جي صحبت ۽ الله جي ذڪر ٻڌڻ کان دور ٿيڻ جي غم ۽ ڏک ۾ فرياد ڪري رهيو آهي. اگر اسين هن کي تسلي نه ڏيون ها ته قيامت تائين انهيءَ غم ۽ فراق ۾ روئندو رهي ها ۽ روج راڙو بند نه ڪري ها. پوءِ حضور ﷺ جن اُن ٿُڙ کي فرمايو ته جيڪڏهن تون گهرين ته توکي وري به اُن باغ ۾ لڳايو وڃي، جتان توکي آندو ويو هو ۽ تون سرسبز ٿيئين، تو ۾ ڦر لڳي، جيڪو ماڻهو کائين. اگر تون چاهين ته توکي جنّت ۾ لڳايو وڃي، جتي تنهنجون ڪجورون خدا جا نيڪ ۽ محبوب بندا کائين. اُن کان پوءِ حضور ﷺ جن پنهنجو ڪن مبارڪ ان ٿُڙ جي ويجهو ڪيو. پوءِ پاڻ فرمايائون ته

هيءَ چوي ٿو تہ مون کي جنّت ۾ لڳايو وڃي، جتي منهنجو ڦر اللّٰہ جا نيڪ ۽ محبوب بندا کائيندا رهن. اُتي نہ آءٌ پراڻو ٿيندس ۽ نہ مون کي فنا ايندي. بَرڪا رضہ فرمائي ٿو تہ مون پنهنجن ڪنن سان اهي ڳالهيون ٻڌيون هيون. پوءِ حضور ﷺ جن فرمايو تہ جيئن تون گهُرين ٿو، ائين ڪريون ٿا. تو هن دارالفنا کان، دارالبقا کي پسند ڪيو آهي.

حضرت خواجہ حسن بصري رح جڏهن بہ انهيءَ حديث مبارڪ کي بيان ڪندا هئا تہ روئي پوندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ اي اللّٰہ جا ٻانها، هڪڙو سڪل ڪجيءَ جو ٿُڙ جڏهن رسول اللّٰہ ﷺ جن جي جدائيءَ ۽ فراق ۾ ايترو بيچين ٿي ايڏو رُنو ٿي تہ اسان اُمتين تي اهو وڌيڪ لازم آهي تہ اسين ان پياري نبيءَ ﷺ جا زياده عاشق ۽ مشتاق بنجون.

## حضور ﷺ جن سان جبلن ڳالهايو

حضرت انس بن مالڪ رضہ کان روايت ڪيل آهي تہ هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن حضرت ابو بڪر صديق، حضرت عمر فاروق ۽ حضرت عثمان غني رضہ سان گڏجي اُحد جبل تي چڙهڻ لڳا. (اُحد مدينہ منوره جي ويجهو هڪ جبل آهي، جنهن جي دامن ۾ مشهور جنگ اُحد لڳي هئي ۽ حضور ﷺ جن جو چاچو حضرت حمزه رضہ انهيءَ جنگ اُحد ۾ شهيد ٿيو هو.) انهيءَ جبل جي باري ۾ حضور ﷺ جن فرمايو تہ "اُحد جَبل يُحّبنا و نحبُہٗ" يعني اُحد اهڙو جبل آهي، جيڪو اسان سان محبت رکي ٿو ۽ اسين بہ هن سان محبت ڪريون ٿا. سو جڏهن هيءَ ٽيئي بزرگ هستيون حضور ﷺ جن سان گڏجي اُحد جبل تي چڙهڻ لڳيون تہ سارو احد جبل ڏڪڻ لڳو، تنهن تي حضور ﷺ جن پنهنجو قدم مبارڪ زور سان مٿس هڻي فرمايو تہ اي احد! تو کي خبر آهي تہ توتي هن وقت هڪ پيغمبر ﷺ ۽ هڪ صديق رضہ ۽ ٻن شهيدن سڳورن کان سواءِ ڪوبہ ڪونهي. تون پنهنجي جاءِ تي قائم رهہ. هن حديث مبارڪ کي (صحيح بخاري، ترمذي ۽ ابو حاتم رضہ بيان فرمايو آهي.)

هڪ دفعي حضور صہ جن بشير جبل تي تشريف فرما ٿياءِ جڏهن مٿس چڙهڻ لڳا تہ جبل ڳالهايو ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله صہ اوهان بيشڪ مون تي چڙهو، مگر مان انهيءَ ڳالهہ کان ڊڄان ٿو تہ مٿي چڙهڻ سبب متان ڪافر اوهان کي ڏسي وٺن ۽ اڪيلو ڏسي ڪو نقصان نہ پهچائين ۽ اوهان کي اگر ڪو نقصان مون مٿي پهتو تہ الله پاڪ جو غضب ۽ ڏمر مون تي نازل ٿي پوندو. اهو ٻڌي حرا وارو جبل، بشير جبل جي بلڪل سامهون آهي، سو چوڻ لڳو تہ يا رسول الله صہ اوهين مون تي هليا اچو. انهيءَ جبل ۾ اهو غار حرا آهي، جنهن غار ۾ حضور صہ جن تي سڀ کان اول وحي جبرائيل عليه نازل ٿيو ۽ الله تعاليٰ جو پيغام پهچائڻ جي شروعات انهيءَ غار حرا کان ٿي. انهيءَ حرا جبل جي اُن غار ۾ قرآن پاڪ جي سورة "اقراء باسم" نازل ٿي. پوءِ وحيءَ جي آمدرفت جو سلسلو شروع ٿي ويو.

حضرت عثمان بن عفان رضہ فرمائين ٿا تہ هڪ دفعي حضرت ابوبڪر صديق رضہ ۽ حضرت عمر فاروق رضہ ۽ مان ٽيئي ڄڻا حضور صہ جن سان گڏجي جبل بشير تي چڙهياسون (اهو جبل منيٰ واري حد ۾ آهي) جنهن وقت اسين جبل تي چڙهڻ لڳاسون تہ اهو جبل اهڙو تہ ڏڪڻ ۽ ڪنبڻ لڳو، جو مٿانئس ننڍا ننڍا پٿر ڪرڻ لڳا. اهو حال ڏسي حضور صہ جن زور سان پنهنجو قدم مبارڪ مٿس هڻي فرمايو تہ اي بشير! پنهنجي جاءِ تي قائم رهہ، تو مٿي هڪ نبي صہ هڪ صديق رضہ ۽ ٻن شهيدن رضہ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ڪونهي. هن حديث مبارڪ کي (صحيح بخاري شريف، احمد رح، ترمذي ۽ ابو حاتم رح) بيان فرمايو آهي.

حضرت ابو هريره رضہ فرمائين ٿا تہ حضور صہ جن حرا جبل تي حضرت ابو بڪر صديق رضہ، حضرت عمر فاروق رضہ ۽ حضرت عثمان غني رضہ جي همراه چڙهڻ لڳا تہ حرا جبل جنبش ڪائڻ لڳو. حضور صہ جن فرمايو تہ اي حرا، آرام سان بيهي رهو، توتي ٻيو ڪو بہ ڪونهي فقط نبي صہ، صديق رضہ ۽ بہ شهيد رضہ آهن. انهيءَ جبل واري

غار حرا ۾ رسول الله ﷺ جن نبوت کان اڳ الله تعاليٰ جي عبادت وجي ڪندا هئا. سڀ کان پهرين اتي وحي نازل ٿيو، اهو مڪ معظم جي ويجهو هڪ جبل آهي.

عالم سڳورا بيان ڪن ٿا ته اهو جبلن جو ڏڪڻ اهڙي طرح جو نه هوندو هو، جهڙو زلزلي کان يا جهڙو حضرت موسيٰ عليه السلام جي قوم بني اسرائيل تي ڪلمي شريف کي بدلائڻ ۽ ان ۾ تحريف جي سبب ٿيو هو. ان وقت جبلن جو ڏڪڻ ۽ لرزو کائڻ خدا جي عذاب جي خوف کان هو. انهيءَ ڪري حضورﷺ جن جبلن کي نبيءَ ﷺ ، صديق رضه ۽ شهيدن رضه جي بشارت ٻڌائيندا هئا، جيڪا خوشيءَ ۽ مسرّت جو باعث آهي.

## حضور ﷺ جن جي هٿ مبارڪ ۾ پٿريون ٻه ذڪر ڪنديون هيون

حضرت انس بن مالڪ رضه فرمائين ٿا ته هڪ دفعي حضور ﷺ جن پنهنجي مبارڪ هٿ سان هڪ مٺ پٿرين جي ڪنئي، اُنهن پٿرين حضور ﷺ جن جي هٿ مبارڪ ۾ اچڻ شرط الله پاڪ جو ذڪر ۽ تسبيح ڪرڻ شروع ڪري ڏني. تنهن کان پوءِ حضور ﷺ جن اهي پٿريون حضرت صديق اڪبر رضه جي هٿ مبارڪ ۾ ڏنيون، ته ٻه اُهي ذڪر ڪنديون رهيون. حضرت ابوبڪر صديق رضه جن اهي پٿريون منهنجي هٿ ۾ ڏنيون ته اُنهن ذڪر ڪرڻ بند ڪري ڇڏيو.

قاضي عياض رح پنهنجي ڪتاب "الشفا" ۾ حضرت ابوذر غفاري رضه کان روايت ٿو ڪري ته اُنهن فرمايو ته مان هڪ ڏينهن ٻن پهرن جو حضور ﷺ جن جي خدمت شريف ۾ حاضر ٿيس. نبي ڪريم ﷺ جن اُن وقت گهر ۾موجود هئا ۽ وٽن ٻيو ڪوبه شخص ويٺل نه هو. مون کي حصور ﷺ جن جي منهن مبارڪ تي وحيءَ جي نزول جا آثار نظر آيا. مون سلام عرض ڪيو. حضور ﷺ جن مون کي سلام جو جواب

ڏيئي فرمايو تہ اي ابوذر رضہ! ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟ مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله صہ! منهنجي حاضر ٿيڻ جو مطلب اوهان کان لڪل نہ آهي. پاڻ ڪريم صہ جن فرمايو تہ چڱو هڪ طرف ويهي رهو. مان هڪ طرف ٿي ويهي رهيس. مون حضور صہ جن کان ڪا بہ ڳالهہ نہ پڇي ۽ نہ وري حضور صہ جن ئي ڪجهہ فرمايو. ڪجهہ دير بلڪل خاموشي رهي. ان کان پوءِ حضرت ابو بکر صديق رضہ اچي حاضر ٿيا ۽ انهن سلام عرض ڪيو. حضور صہ جن کين سلام جو جواب فرمايو ۽ پڇيائون تہ ابوبڪر رضہ ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟ اُنهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله صہ! مون کي تہ الله ۽ سندس حبيب ڪريم صہ گهرايو آهي تہ آيو آهيان. حضور صہ جن کيس هٿ جو اشارو ڪيو تہ ويهي رهہ. حضرت صديق اڪبر رضہ سندن سامهون ويهي رهيو. تنهن کان پوءِ حضرت عمر فاروق رضہ جن حاضر ٿيا؛ انهن سان بہ ساڳي طرح گفتگو ٿي، اهي بہ حضرت ابو بکر صديق رضہ جن جي پر ۾ ويهي رهيا. تنهن کان پوءِ حضرت عثمان ذوالنورين رضہ جن تشريف فرما ٿيا، اُنهن کان پوءِ حضرت علي ڪرم الله وجه جن تشريف آور ٿيا. اهي چارئي بزرگ ويهي رهيا. اُن وقت حضور صہ جن پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ ڪجهہ پٿريون ڪنيون تہ اهي ذڪر ۽ تسبيح ڪرڻ لڳيون. تنهن بعد پاڻ سڳورن حضرت ابو بکر صديق رضہ جي هٿ ۾ اُهي پٿريون ڏنيون تہ انهن جي هٿ ۾ بہ تسبيح ۽ ذڪر ڪنديون رهيون. انهن حضرت عمر فاروق رضہ جي هٿ مبارڪ ۾ ڏنيون تہ بہ اهي پٿريون ذڪر ۽ تسبيح ۾ مشغول رهيون. انهن اهي پٿريون حضرت عثمان غنيءَ رضہ جي هٿ مبارڪ ۾ ڏنيون تہ بہ اهوئي ذڪر ۽ تسبيح ڪنديون رهيون. اُنهن اُهي پٿريون حضرت علي ڪرم الله وجه جن جي هٿ مبارڪ ۾ ڏنيون تہ بہ اهي پٿريون برابر ذڪر۽ تسبيح ڪنديون رهيون. پوءِ حضرت علي رضہ جن اُهي پٿريون زمين تي رکيون تہ اُهو ذڪر ۽ تسبيح بند ٿي ويئي. انهن پٿرين جي ذڪر ۽ تسبيح جو آواز ماکيءَ جي مکين جي ڀڻ ڀُڻاهٽ جهڙو ٻڌڻ ۾ آيو ٿي.

حضرت ابن مسعود رضہ روايت ٿو ڪري تہ هڪ دفعي اسين حضور اڪرم ﷺ جن سان گڏجي ڪاڌو ڪائي رهيا هئاسين تہ انهيءَ ڪاڌي مان ذڪر ۽ تسبيح جو آواز صاف صاف اچي رهيو هو.

حضرت امام جعفر صادق رضہ بن حضرت امام باقر رضہ کان روايت آهي تہ هڪ دفعي اسان جا جدّ رسول ﷺ جن بيمار ٿي پيا. حضرت جبرائيل عليه السلام حضور ﷺ جن جي لاءِ هڪ طباق انگورن ۽ ڏاڙهن جو جنت مان کڻي اچي حاضر ٿيو ۽ حضور ﷺ جن کي پيش ڪيائين. نبي ڪريم ﷺ جن انهن مان کائڻ شروع ڪيو. انگورن ۽ ڏاڙهن جا داڻا جڏهن سندن هٿن مبارڪن ۾ آيا ٿي تہ ذِڪر ۽ تسبيح ٿي ڪيائون.

حضرت ابن عمر رضہ بيان ٿا فرمائين تہ هڪ دفعي حضور صہ جن مسجد نبويءَ شريف ۾ مَمبَر مبارڪ تي واعظ فرمائي رهيا هئا ۽ قرآن پاڪ جي آيت شريف ”وما قدر الله حق قدره“ تلاوت فرمايائون. جنهن جي معنيٰ آهي تہ ”انهن الله تعاليٰ جي قدرت کي اهڙو نہ سمجهيو، جهڙو سمجهڻ جو حق هو.“ ان کان پوءِ فرمايائون تہ اهو جبار ۽ قهار رب! پنهنجي شان ۾ فرمائي ٿو ”اَن الجبار اَن الڪبير المتعال“ يعني مان جبار آهيان ، مان ئي ڪبير المتعال آهيان. انهن لفظن جي ٻڌڻ شرط اهو مَمبَر شريف اچي ڏڪڻ ۽ ڪنبڻ لڳو. اهو خطرو پيدا ٿي پيو تہ متان حضور ﷺ جن مَمبَر مبارڪ مٿان ڪِري نہ پون.

حضرت ابن عباس رضہ فرمائي ٿو تہ مڪہ معظم جي فتح واري ڏينهن رسول الله صہ جن جي هٿ مبارڪ ۾ هڪ لڪڻ هو. اُن زماني ۾ ڪعبة الله شريف ۾ ڪافرن جا ٽي سؤ سٺ بُت رکيل هئا، جن کي شيهو ڳاري پٿر ۾ جاءِ ڪري، پوءِ اُنهن بتن کي انهيءَ ۾ مضبوط ڪري ويهاريو ويو هو، جيئن هيڏانهن هوڏانهن نہ ٿين. نبي ڪريم صہ جن جڏهن ڪعبة الله شريف ۾ داخل ٿيا ۽ انهيءَ لڪڻ سان هر هڪ بت ڏانهن اشارو ڪندا ۽ اُنهيءَ لڪڻ سان ڇهندا ۽ فرمائيندا ويا تہ

"وجاءَ الحق و زهق الباطل" يعني حق آيو ۽ باطل ڀڳو. اجا آيت پوري ئي نه ٿي ڪيائون ته اهڙ بت ازخود منهن ڀر اچي ڪريو ٿي. اهي سڀيئي بت اهڙيءَ طرح سندن هٿن مبارڪن سان ذليل ۽ خوار ٿي اچي منهن ڀر ڪريا ۽ الله تعاليٰ جو پاڪ گهر انهن پليت ۽ ناپاڪ بتن کان پاڪ ٿي ويو. ڪفر شرڪ ۽ بت پرستيءَ جون پاڙون پٽجي ويون.

## ڪير پيئندڙ ٻارڙي جو ڳالهائڻ ۽ سندن شهادت ڏيڻ

حضرت معيقب يمامي رضه فرمائي ٿو ته مان حجة الوداع ۾ هوس. اُتان موٽي پنهنجي گهر آيس ته نبي ڪريم ﷺ جن منهنجي گهر جلوه افروز هئا. اُتي هڪ عجيب مشاهدو پيش آيو. هڪ يمامي شخص ننڍڙو تازو ڄاول ٻار نبي ڪريم ﷺ جن وٽ کڻي آيو. نبي ڪريم ﷺ جن انهيءَ ٻچي کي فرمايو ته اي ٻچڙا، ٻڌائي ته مان ڪير آهيان؟ ٻچي بروقت جواب ڏنو ته "انت محمّد الرسول اللّٰه" يعني اوهان الله جا رسول محمد ﷺ آهيو. رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو ته الله تعاليٰ تنهنجي عمر ۾ برڪت فرمائي. انهيءَ واقعي کان پوءِ ان ٻار نه ڳالهايو، تان جو هو جوانيءَ کي پهتو. اسان اُن ڇوڪري جو نالو ئي مبارڪ اليمامه رکيو هو.

فهد بن عطيه رضه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن جي سامهون هڪ ٻچي کي آندو ويو، جيڪو بلڪل گونگو هو. ان کي حضور ﷺ جن فرمايو ته ٻڌائي ته مان ڪير آهيان؟ ان يڪدم جواب ڏنو ته اوهين الله جا رسول ۽ پيغمبر آهيو.

# باب چوڏهون

## مُئلن کي جيئرو ڪرڻ جا معجزا

بيهقي رح پنهنجي دلائل ۾ بيان ٿو ڪري ته حضور صہ جن هڪ شخص کي اسلام جي دعوت پيش ڪئي. ان شخص عرض ڪيو ته مان تيستائين، ايمان نہ آڻيندس، جيستائين منهنجي مري ويل ڌيءَ جيئري نہ ٿي آهي. نبي ڪريم صہ جن فرمايو ته مون کي هلي ان جي قبر ڏيکار. ان شخص، نبي ڪريم صہ جن کي سندس ڌيءَ جي قبر وجي ڏيکاري. پاڻ صہ جن اُن قبر تي بيهي ڇوڪريءَ کي آواز ڏنو قبر مان ڇوڪريءَ جو آواز آيو ته "لبيڪ وسعديڪ يا رسول اللّٰه صہ" يعني مان حاضر آهيان ۽ فرمانبردار آهيان يا رسول اللّٰه صہ. حضور صہ جن فرمايو ته اي ڌيءَ! تون وري هن دنيا ۾ اچڻ کي پسند ڪرين ٿي؟ قبر مان آواز آيو ته يا رسول اللّٰه صہ ! آءٌ انهيءَ دنيا کان هت چڱي آهيان. حضور صہ جن فرمايو ته اي ڌيءَ! تنهنجا ماءُ پيءُ ايمان آڻي رهيا آهن، اگر توکي پسند هجي ته توکي وري هن دنيا ۾ وٺي آندو وڃي. ڇوڪريءَ قبر مان عرض ڪيو ته يا رسول اللّٰه صہ! مون کي هاڻي ماءُ پيءُ جي ضروت نہ آهي، منهنجو ربّ انهن کان وڌيڪ مون تي مهربان آهي. انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته فهم ۽ عقل جي زماني کان اڳ جيڪي مشرڪن ۽ ڪافرن جا ٻار مري وڃن ٿا، تن تي عذاب نٿو ٿئي.

## حضرت جابر رضہ جي پٽن وارو واقعو

هڪ دفعي حضرت جابر رضہ حضورصہ جن جي دعوت ڪئي ۽ هڪ ٻڪر جَهلي ذبح ڪرڻ لڳو. سندس وڏو پٽ بہ اُتي بيٺو هو، تنهن ٻڪر جو ڪهڻ ڏنو پئي؛ جڏهن پوريءَ طرح ڏسي ورتائين ته ڇا ڪيائين جو پنهنجي ننڍڙي ڀاءُ کي وٺي هڪ ڇُري گهر مان ڪٽي ڀاءُ کي ڪونيءَ مٿي وٺي ويو. جهڙيءَ طرح ٻڪر وارو معاملو ڏنوهئائين، تيئن

پنهنجي ننيڙي ياءُ کي زمين تي ليٽائي، مٿس ويهي انهيءَ ڇريءَ سان ڪيس ڪُهي ڇڏيائين. ٻچي جي دانهن تي ماءُ ڊوڙي مٿي چڙهي. وڏي ڇوڪري کي اچي ڊپ لڳو، تنهن جاءِ مٿان ڪٽي پاڻ کي ڦٽو ڪيو. ننيڙي ڇوڪري ته تڙپي ساهه ڏنو، مگر مٿان ڪرڻ ڪري وڏو ڇوڪرو به فوت ٿي ويو. اهو حال ڏسي حضرت جابر رضه ۽ سندن گهر واريءَ صلاح ڪئي ته نبي ڪريم ﷺ جن کي دعوت ڏيئي چڪا آهيون. اُهي بس تشريف فرما ٿيڻ وارا ئي آهن. هيڏانهن هيءُ واقعو بڻجي ويو آهي، حضور ﷺ جن کي اگر انهيءَ افسوسناڪ واقعي جي خبر پوندي ته بيحد فڪرمند ۽ غمگين ٿي پوندا. تنهن لاءِ ڇا ڪيائون جو ٻنهي ٻارن جا لاشا ڪٽي گهر ۾ سمهاري، مٿانئن هڪ چادر وجهي ڇڏيائون ۽ صلاح ڪيائون ته نبي ڪريم ﷺ جن ۽ اصحاب سڀئي جڏهن دعوت کائي خير سان ويندا، تيستائين ڪنهن به قسم جو اظهار ٿيڻ نه کپي، جنهن مان نبي ڪريم ﷺ جن ۽ سندن اصحابن سڳورن جي دل تي غم جو ڪو اثر ٿئي. پاڻ کي گهرجي ته ڪِلي کُڏي کين دعوت کارايون. پوءِ جون خبرون پوءِ. (سبحان الله) کاڌو تيار ٿيو، ايتري ۾ حضور ﷺ جن ۽ سندن اصحاب سڳورا تشريف فرما ٿيا.

سيد الڪونين ﷺ جن مٿان قربان وڃان! انهن کي‌ته اڳيئي ان ڳالهه جي حقيقت الله پاڪ جي طرفان معلوم ٿي چڪي هئي، سو جڏهن کاڌو پيش ڪيو ويو ته حضور ﷺ جن فرمايو اي جابر رضه! تنهنجا ٻه پٽڙا به وٺي اچ ته اهي به اسان سان گڏجي کاڌو کائين. اهو فرمان ٻڌي حضرت جابر رضه ۽ سندن گهر واريءَ بيبي سڳوري جي مٿان ڄڻ ته پهاڙ ڪري پيو. جواب ڏيڻ جي بدران اکين مان زار زار لڙڪ شروع ٿي ويا. حضور ﷺ جن فرمايو ته اوهين ڇو روئي رهيا آهيو، سچ سچ ٻڌايو؟ آخرڪار حضرت جابر رضه ضبط ڪان ڪم وٺي سموري حقيقت حضور ﷺ جن جي اڳيان بيان ڪئي، جنهن کي ٻڌڻ سان اصحاب سڳورا سَڪتي ۾ اچي ويا.

حضور اڪرم ﷺ جن حضرت جابر رضہ کي فرمايو تہ ٻچن جا لاش اسان کي ڏيکاريو. حضرت جابر رضہ نبي ڪريم ﷺ جن کي گهر جي ڪنڊ ۾ وٺي وجي اهي ٻچن جا لاش ڏيکاريا، جيڪي هڪ چادر سان ڍڪيا پيا هئا. نبي ڪريم ﷺ جن انهن لاشن وٽ ويهي الله جي بارگاه مان دعا گهري تہ اي مُئلن کي جيئرو ڪندڙ رب! جابر رضہ، تنهنجي پيغمبر جي خوشنوديءَ ۽ سندس دعوت لاءِ ٻڪر ذبح ڪيو، جنهن کي ڏسي انهن ٻچن ۾ هيءُ واقعو ٿي پيو، مولا ڪريم هنن ٻچڙن کي وري زندگي عطا فرمائي،. هنن کي جيئرو ڪر تہ هيءُ اسان سان گڏجي دعوت ۾ شريڪ ٿي کاڌو کائين. بس الله جي مهرباني ۽ فضل ٿي ويو. ٻئي ڇوڪرا زنده سلامت اُٿي وينا. سندن والده کين هٿ منهن ڌئاري صاف ڪيو. ٻنهي ٻچڙن حضور ﷺ جن سان گڏ انهيءَ دعوت ۾ شرڪت ڪئي ۽ کاڌو کاڌائون.

## (شَواهدالنبوت)

حضور انس رضہ فرمائي ٿو تہ مدينہ طيبہ ۾ هڪ انصاري نوجوان وفات ڪري ويو. ان جي ماءُ هڪ ضعيفءِ ٻڍڙي عورت هئي ۽ اکين کان بہ انڌي هئي. ماڻهن اُن نوجوان جي لاش مٿان چادر وجهي ڇڏي ۽ افسوس ڪرڻ لڳا تہ هن ويچاريءَ ٻڍڙيءَ جو اهوئي هڪ دنيا ۾ سهارو هو، سو بہ الله پاڪ کي پيارو ٿي ويو. اُن انڌي ٻڍڙيءَ ضعيف کي بہ آخر اها خبر پئجي ويئي تہ سندس پٽ گذاري ويو آهي، تنهن ماڻهن کان پڇيو تہ ڇا اها ڳالهہ سچي آهي تہ منهنجو پٽ گذاري ويو! ماڻهن چيو تہ ها. اهو ٻڌي هوءَ ويچاري روج راڙو ۽ فرياد ڪرڻ لڳي ويئي، تہ ياخدا تون خوب چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو تہ مون تو مٿي ۽ تنهنجي پيغمبر ﷺ تي انهيءَ اُميد سان ايمان آندو هو تہ اوهين مون ضعيف ۽ مسڪين جي مدد ڪندا ۽ هر مصيبت ۽ سختيءَ ۾ مون انڌي عورت جو فرياد ٻڌندا ۽ منهنجي فرياد رسي ڪندا. اي منهنجا ربّ! منهنجي خدمت ڪرڻ وارو ٻيو ڪوبہ ڪونهي، تون پنهنجي سچي نبيءَ

۽ حبيب ﷺ جي واسطي ۾ منهنجي پٽ کي اُٿار. حضرت انس رضہ فرمائي ٿو تہ اسين اجاأُتان هٽيا بہ نہ هئاسون، مون ميت مٿان چادر لاهي ڏٺو تہ اهو نوجوان جيئرو ٿي چڪو هو، جنهن اٿي خدا جا شڪرانا ادا ڪيا ۽ اسان سان گڏ ويهي ڪاڌو ڪاڌائين. انهيءَ ٻيڏي عورت حضور ﷺ جن جو اسم مبارڪ وٺي الله جي درگاه ۾ فرياد ڪيو تہ سندس مئل پٽ بہ الله پاڪ جيئرو ڪري ڏنو. هن حديث کي (ابن عديءَ، ابن ابي الدنيا، بيهقي ۽ ابو نعيم روايت ڪيو آهي.)

حضرت ابوبکر بن ضحاڪ رضہ، حضرت سعيد بن مسيب رضہ کان روايت ٿو ڪري تہ هڪ انصاري شخص وفات ڪري ويو. جڏهن غسل ۽ ڪفن ڏيئي سندس جنازو کڻي روانا ٿيڻ لڳا تہ اُن وقت انهيءَ ميّت چيو تہ "محمّد الرسول اللّٰہ" انهيءَ ڳالهائڻ کي سيني ماڻهن ٻڌو.

حديثن ۾ رسول ڪريم ﷺ جن جي والدين جي زنده ٿيڻ ۽ سندن ايمان آڻڻ ۽ وري فوت ٿي وڃڻ جو بيان بہ آيل آهي.

. حضرت زيد بن خارجہ رضہ انصاري خزرجي پنهنجي پيءُ سان گڏ بَيعت رضوان ۾ بہ شامل رهيو هو، سو حضرت عثمان ذوالنورين رضہ جي دور خلافت ۾ وفات ڪري ويو. وفات ڪري وڃڻ کان پوءِ انهيءَ اصحابيءَ سڄوري جيڪي ڳالهايو، تنهن کي ٻين ماڻهن ٻڌو ۽ محفوظ ڪري ورتو. اهي لفظ هن طرح آهن:

. "محمّد الرسول اللّٰہ النّبي الأُمّي خاتم النبيّين لا نبي بعدہَ و کان ذالک في الکتاب الاول و صدق صدق هـٰذا رسول اللّٰہ و رحمة اللّٰہ و برکاتہُ."

هن حديث پاڪ کي ابوبکر بن ابي الدنيا رضہ ڪتاب "من عاش بعدالموت" ۾ بيان فرمايو آهي.

حضرت عبداللّٰہ بن عبيداللّٰہ انصاري رضہ فرمائي ٿو تہ مان حضرت ثابت بن قيص بن يماس رضہ جي جنازي ۾ جماعت سان گڏ شريڪ هوس. غسل ڪفن ۽ جنازي نماز کان پوءِ اسين جنازو کڻي

قبرستان ۾ وياسون. ميت کي قبر ۾ لاٿو ويو؛ اُن وقت مون ان ميت کان صاف ظاهر چوندو ٻڌو تہ "محمدالرسول اللّٰه"

حضرت ابو نعيم رضہ روايت ٿو ڪري تہ حضرت جابر رضہ نبي ڪريم ﷺ جن جي لاءِ هڪ ٻڪري ذبح ڪئي ۽ ان جي گوشت کي ثابت دم پُخت ڪري سندن خدمت اقدس ۾ آڻي حاضر ڪيائين. پوءِ ساري جماعت ۽ رسول اللّٰه ﷺ جن ڪائڻ لڳا. نبي ڪريم ﷺ جن اصحابن سڀني کي فرمايو تہ گوشت کائي هڏيون هڪ هنڌ تي جمع ڪندا اچو. جڏهن سڀني کائي ورتو تہ سرڪارِ دو عالم ﷺ جن پنهنجو هٿ مبارڪ انهن هڏين مٿي رکي ڪجھ پڙهيو. ڏسندي ئي ڏسندي اُها ٻڪري بلڪل تندرست چاڪ چڱي ڀلي ٿي اُٿي بيٺي ۽ پنهنجا ڪن لوڏڻ لڳي. اللّٰه تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جن کي تہ انهن معجزن سان نوازيو هو، مگر سندن اُمت مان جيڪي مؤمن سندن غلامي ۽ تابعداري ڪري ۽ پنهنجيءَ دل ۾ حضور ﷺ جن جي بيپناه محبت رکي سندن سيرت پاڪ تي عمل ڪري ايڏي عروج کي پهتا جن جون ڪرامتون ساري دنيا ۾ مشهور ٿي ويون ۽ قيامت تائين يادگار رهنديون. اها سڀ نبي ڪريم ﷺ جن جي عطا ۽ بخشش آهي. سندن پيرويءَ ۽ محبت رکڻ کان سواءِ نہ ڪو ولي بنجي سگهيو ۽ نہ بنجي سگهندو. ولايت جو تاج سندن غلامن ۽ عاشقن جي سر تي سندن ئي طرفان رکيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ذريعو يا وسيلو ڪونهي. اگر ڪو شخص آسمان تان اُڏامندو اچي، مگر ان ۾ ذري برابر بہ ڪا شريعت محمّديءَ جي خلاف ڳالھ ظاهر آهي تہ اُهو اولياءَ يا ولي نہ پر شيطان جو نئڊو پاءُ آهي.

# باب پندرهون

## رسول اڪرم صہ جن جون دُعائون

دلبــــر جــي ديــدار لــئــي، دل ڪــري دانــهــــون،
ڪـيــر پـڃـائـي پـريـنءَ ڪي، هـي انـدر جـون آهـون،
پـنـهـل پـراهـون، آئـون هـت نـهـاريـان هـوت ڪـي.

"خاطي" نئنوي

سيّدالڪونين، حيات النبي، پيغمبر آخرالزمان حضرت محمّد مصطفيٰ صہ جن جي دعائن جي قبوليت جو ڪهڙو ذڪر ڪجي، فقط هٿن مبارڪن جي ڪـڻ جي دير هوندي هئي تہ "ڪُن فيڪون" وارو ڪم ٿي ويو. جنهن نيڪ بخت جي حق ۾ دعا ڪري ڇڏيائون تہ اهو، ان جو خاندان، ان جو آل اولاد قيامت تائين شاد ۽ آباد ٿي ويو ۽ سندن ٻئي جهان سنوارجيَ ويا ۽ جنهن تي سندن ڏمر ٿيو تہ ان جا ٻئي جهان ڇَٽِ ٿي ويا ۽ سندس ٻيڙو غرق ٿي ويو.

حضرت انس بن مالڪ رضہ حضور صہ جن جي پورا ڏهہ سال خدمت ڪئي هئي. اللّٰہ پاڪ ان ڪي ظاهري ۽ باطني نعمتن سان مالا مال ڪري ڇڏيو. حضرت انس رضہ جي والده هڪ دفعي ڪيس حضور صہ جن جي خدمت اقدس ۾ پيش ڪيو. عرض ڪيائين تہ يا رسول اللّٰہ صہ! هيءَ اوهان جو ادنيٰ خادم ۽ غلام انس رضہ حاضر آهي. هن جي لاءِ دنيا جي فَراغت ۽ ڪشادگيءَ جي لاءِ دعا فرمايو. هونئن تہ بارگاه نبوي هرخاص و عام جي لاءِ ڪليل آهي، پر حضورصہ جن جيڪا حضرت انس رضہ لاءِ دعا فرمائي تہ اي خالقِ اڪبر! انس رضہ جي مال ۽ اولاد ۾ برڪت عطا فرمائيءِ جيڪي نعمتون تو هن کي عطا فرمايون آهن، تن ۾ اجا وڌيڪ برڪت عطا فرمائي.

حضرت عڪرمہ رضہ فرمائي ٿو تہ حضرت انس رضہ مون سان بيان ڪيو تہ اي عڪرمہ رضہ، رسول اڪرم ﷺ جن جي دعا جي برڪت سان مون وٽ مال تمام گهڻو آهي ۽ منهنجو اولاد هڪ سؤ کان بہ زياده آهي، آءٌ نٿو سمجهان تہ مون کا وڌيڪ بہ ڪو اهڙو انسان هوندو، جنهن کي مون جهڙي خوشيءَ ۽ مسرت واري زندگي حاصل هوندي، جيتري مون کي حاصل آهي. حضرت انس رضہ جي باغ جون ڪجيون سال ۾ بہ دفعا فصل ڏينديون هيون، سندن پوري زندگي ڀرپور خوشين ۽ راحتن ۾ گذري.

حضور ﷺ جن حضرت عبدالرحمان بن عوف رضہ لا دعا فرمائي هئي. حضرت عبدالرحمان رضہ فرمائي ٿو تہ حضور ﷺ جن جي دعا بعد آءٌ جيڪڏهن ڪنهن پٿر کي ڪٽڻدو هوس ۽ ارادو ڪندو هوس تہ هن پٿرجي هيٺان سون نڪري تہ سون ئي نڪرندو آهي. انهن تي اللّٰه پاڪ سندس حبيب ڪريم ﷺ جي دعا سان رزق جا دروازا کولي ڇڏيا هئا. حالانڪ جڏهن انهن مڪہ معظم کان هجرت ڪئي هئي، تڏهن بلڪل غريب ۽ مفلس هئا، انهن وٽ ڪجهہ بہ ڪونہ هو. حضرت عبدالرحمان بن عوف رضہ جڏهن دنيا مان رحلت فرمائي تہ جيڪو تَرڪو ۽ ملڪيت ڇڏي ويا هئا. تن ۾ سون جون سرون هيون، جن کي ڇيٽين سان وڍي سندن پوين ۾ ورهايو ويو هو. سون جون اشرفيون اينتريون هيون جو سندن چئن عورتن مان هر هڪ کي شرعي ورهاست موجب هڪ هڪ لک اشرفيون آيون. حضرت عبدالرحمان رضہ جي خيرات ۽ صدقات جو اهو حال هوندو هو، جو پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ ٻيا تہ وڏا وڏا صدقا ۽ خيرات ڪيا هوندائون، مگر هڪ هڪ ڏينهن ۾ ٽيهہ ٽيهہ غلام خريد ڪري آزاد ڪري ڇڏيندا هئا. حضرت عبدالرحمان بن عوف رضہ جن اُمّ المؤمنين حضرت بيبي عائشه صديقه رضہ جن کان ٻڌو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو هو تہ اسان عبدالرحمان رضہ کي جنّت ۾ هڪ محلات خريد ڪندي ڏٺو آهي. انهيءَ ڳالهہ جي شڪراني ادا ڪرڻ لاءِ پاڻ پنهنجو ست سؤ اُٺن جو پورو

پريل قافلو، جنهن ۾ هر قسم جو مال متاع هو، سو اُنن سميت رب جي راهہ ۾ خيرات ڪري ڇڏيائين.

نبي ڪريم ﷺ جن حضرت امير معاويہ بن ابوسفيان رضہ لاءِ دعا گُهري هئي تہ تون مُلڪن تي حڪومت ڪندين.انهن کي اميري ۽ حڪومت ملي. هڪ ٻيءَ حديث شريف ۾ آيو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ڪيس فرمايو هو تہ "يا معاويته اذا ملكت فاستحج" يعني جڏهن توکي حڪومت ملي تہ پنهنجي خصلت ۽ عادت کي نرم رکج. حضرت معاويہ رضہ فرمائي ٿو تہ اُن ڏينهن کان وٺي مون کي حڪومت جي اُميد ۽ خواهش پيدا ٿي.

حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ جي لاءِ نبي ڪريم ﷺ جن دعا گُهري جيڪا يڪدم قبول ٿي ويئي.

نبي ڪريم ﷺ جن جي دعا تير وانگر اثر ڪندي هئي ۽ ڪڏهن بہ خطا نہ ٿي. پاڻ ﷺ جن اسلام جي عزت ۽ ترقيءَ خاطر حضرت عمر فاروق رضہ، ابو جهل ۽ عمربن هشام انهن ٻنهي مان هڪ جي اسلام تي اچڻ لاءِ دعا فرمائي هئي، جيڪا حضرت عمر بن خطاب رضہ جي حق ۾ قبول ٿي.

حضرت ابن مسعود فرمائي ٿو تہ جڏهن کان حضرت عمر فاروق رضہ ايمان آندو، ان وقت کان وٺي اسلام کي عزت ۽ غلبو حاصل ٿيو. نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن بہ بارش جي لاءِ دعا گهرندا هئا تہ الله تعاليٰ يڪدم بارش موڪليندو هو.

تابعہ جعدي رضہ پراڻن شاعرن مان هڪ وڏو شاعر هو، جنهن اسلام قبول ڪيو هو ۽ حضور ﷺ جن جي مدح ۾ شعر چيا هئائين، پاڻ ﷺ جن ان کي هيءَ دعا فرمائي هئي تہ "لا يغفض الله فاک" الله پاڪ تنهنجي ڏندن کي سلامت رکي. سندس عمر هڪ سؤ ويهہ سال ٿي ويئي، مگرساري عمر ۾ نہ ڪڏهن سندس ڏند لڏيو ۽ نہ ڪريو نہ ڪڏهن سور ڪيائين، ڏندن جي باري ۾ هو سيني کان وڌيڪ خوشنصيب هو.

حضرت ابن عباس رضہ جي لاءِ حضور صہ جن دعا گهري هئي تہ ”اللّھم فقھه في الدين و عانهُ التاويل“ يعني خداوندا، هن کي دين جي علم جي سمجهہ عطا فرمائي ۽ سندس تاويل ۾ سندس مدد فرمائي، حضرت ابن عباس رضہ فقه ۽ قرآن پاڪ جي ترجمي ۽ تفسير ۾ مشهور ۽ معروف ٿي گذريا آهن.

حضرت عبداللّٰه بن جعفر رضہ جي واپار لاءِ حضور صہ جن دعا فرمائي هئي. سو جيڪا بہ شيءِ اُهو خريد ڪندو ۽ وڪڻندو هو تہ ان ۾ هن کي تمام گهڻو فائدو ٿيندو هو، ڪڏهن بہ نقصان نہ ڪاڏائين.

نبي ڪريم صہ جن مِقداد رضہ جي لاءِ بہ دعا فرمائي هئي. اُن وٽ اللّٰه پاڪ جي فضل سان مال گهڻو ٿي ويو.

نبي ڪريم صہ جن عُروه بن ابي الجعد رضہ لاءِ دعا گهري هئي. غروه رضہ فرمائي ٿو تہ مان بازار جي هڪ ڪنڊ ۾ لڪل جاءِ تي ويٺو هوندو هوس، مگر اتي بہ منهنجو مال اينرو تہ وڪامي ويندو هو، جو هڪ هڪ ڏينهن ۾ مان چاليهہ چاليهہ هزار نفعو ڪمائيندو هوس. صحيح بخاريءَ ۾ پاڻ سندن حديث ۾ فرمائي ٿو تہ مان اگر مِٽي خريد ڪري وڪڻندو هوس تہ ان مان بہ مون کي نفعو حاصل ٿيندو هو. پاڻ فرمائي ٿو تہ اها دعا مون کي هن طرح حاصل ٿي جو نبي ڪريم صہ جن جي اُن هڪ ڏينهن پچي ويئي هئي. پاڻ صہ جن ان کي سڏي رهيا هئا، اينري ۾ مان وجي سهڙيس. يڪدم اُٺ هلي آئي نبي ڪريم صہ جن جي حوالي ڪيم. تنهن تي راضي ٿي مون کي دعا فرمائي هئائون.

حضرت ابو هريرہ رضہ جي ماءُ اسلام ۽ مسلمانن تي خار ڪائيندي هئي ۽ حضور صہ جن جي باري ۾ بدگوئي ڪندي هئي. حضرت ابو هريره رضہ نبي ڪريم صہ جن کي عرض ڪيو تہ يارسول اللّٰه صہ! منهنجي ماءُ جي لاءِ دعا فرمايو تہ اللّٰه پاڪ ان کي هدايت فرمائي. رسول اڪرم صہ جن دعا فرمائي؛ انهيءَ ڏينهن هوءَ سندن خدمت پاڪ ۾ حاضر ٿي مسلمان ٿي ويئي.

رسول اڪرم صہ جن جضرت علي ڪرم الله وجه جن جي لا دعا فرمائي هئي تہ يا الله منهنجي هن عليءَ رضہ کي گرميءَ ۽ سرديءَ کان محفوظ فرمائي. دعا کان پوءِ ساري عمر حضرت علي رضہ جي اها حالت هوندي هئي جو گرميءَ ۾ سرديءَ جا ۽ سرديءَ ۾ گرميءَ وارا ڪپڙا پائيندا هئا. گرميءَ يا سرديءَ ڪين ڪڏهن بہ نقصان نہ ڪيو.

حضوراڪرم صہ جن پنهنجي نياڻيءَ حضرت بيبي سيدة النساءَ فاطمة الزُهرىٰ رضہ جي لاءِ دعا فرمائي هئي تہ تون ڪڏهن بہ بُکي نہ رهندينءَ. ان کان پوءِ ڪين بک ڪڏهن بہ نہ ستايو.

طفيل بن عمرو رضہ جڏهن اسلام آندو تہ هن حضور صہ جن کان پنهنجي قوم لاءِ ڪا نشاني گهري. نبي ڪريم صہ جن ڪيس دعا فرمائي تہ اي خدا! طفيل رضہ کي نور عطا فرمائي. دعا بروقت قبول ٿي. سندن ٻنهي اکين جي وچ تي نور چمڪڻ لڳو. اهوڏسي هن کي ڊپ ٿيو تہ متان ماڻهو پري کان ڏسي انهيءَ نور کي چٽيءَ جو داغ نہ سمجهن ۽ مون کان نفرت نہ ڪن. عرض ڪيائين تہ يا رسول الله صہ! هن نور کي بدلائي ٻيءَ ڪنهن جاءِ تي آندو وڃي. حضور صہ جن دعا ڪي بدلائي ڇڏيوتہ اهو نور هن جي پيشانيءَ مان نڪري سندس لڪڻ جي مٿي ۾ چمڪڻ لڳو ۽ سيني ماڻهن کي اهونور انهيءَ لڪڻ جي مٿي ۾ چملڪندڙ نظر ايندو هو ۽ ماڻهو ڪيس ذونور (ٻن نورن وارو) ڪري سڏيندا هئا ۽ هو انهيءَ نالي سان مشهور ٿي ويو.

حضوراڪرم صہ جن قبيلي مضر جي لاءِ بد دعا فرمائي، تہ هو اچي سُخت ڏڪار ۾ مبتلا ٿيا. پوءِ ساري قوم گڏجي سندن خدمت پاڪ ۾ حاضر ٿي معافي گهريائون ۽ مهرباني طلب ڪيائون. حضور اڪرم صہ جن سندن حق ۾ دعا فرمائي تہ قحط ۽ ڏڪار دور ٿي ويو بارش ٿي ۽ آبادي ٿي ويئي.

## حضور صہ جن جو ڏمر ناراضپو ۽ بد دعا

حضور صہ جن قصرىٰ بادشاه ڏانهن اسلام جي دعوت جو خط موڪليو. قصرىٰ اهو خط مبارڪ ڦاڙي ڇڏيو هو، پاڻ صہ جن فرمايو

تہ جيئن هن اسان جو خط مبارڪ ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو اهي، تيئن
اُن جو ملڪ بلڪل نہ رهيو، دنيا جي نقشي تان فارس جو نالو ئي
هميشه جي لاءِ ختم ٿي ويو.

هڪ شخص ڄاڻي واڻي حضور ﷺ جن جي نماز ڀڳي هئي.
الله پاڪ هن جون ٻئي ٽنگون ڀڃي ڇڏيون ۽ هو هميشه لاءِ ساري عمر
هلڻ ڦرڻ کان معذور ٿي ويو.

هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن ڏٺو تہ هڪ شخص کاٻي هٿ سان
کاڌو کائي رهيو هو. پاڻ ڪريم ﷺ ان کي فرمايو تہ تون ساڄي هٿ
سان کاڌو کاءَ. هن جواب ڏنو تہ مان ساڄي هٿ سان نہ کائيندس.
حضور ﷺ جن فرمايو تہ تون ساڄي هٿ سان ڪڏهن نہ کائي
سگهندين. ان ڏينهن کان ان جو ساڄو هٿ سُڪي ويو ۽ ساري عمر
ائين رهيو.

عتبہ بن ابولهب ڪافر جي لاءِ حضور ﷺ جن فرمايو ته اي خدا
پاڪ! تون پنهنجن ڪُتن مان هڪ ڪُتو هن تي ڇڏ. اهو ڪيترن ماڻهن
جي وچ ۾ لڪي وڃي ستو هو، مگر هڪ شينهن اچي انهن ماڻهن جي
وچ تان هن کي ڳولهي ڦاڙي وڌو ۽ کائي ويو ۽ هو جّهنم رسيد ٿيو.

قريش ڪافرن مان انهن ماڻهن، جن سجدي جي حالت ۾
حضور ﷺ جن جي ڪنڌ مبارڪ مٿان اُٺ جي اوجهري ڪٽي آڻي رکي
هئي. حضور ﷺ جن انهن جي لاءِ بد دعا گُهري هئي. مشهور آهي تہ
اهي سڀ جا سڀ بدر واري لڙائي ۾مارجي چٽ ٿي ويا، جن ۾ ابوجهل
بہ هو.

حڪم بن عاص ڪافر، حضور ﷺ جن جو سخت دشمن هو. هو
پاڻ ﷺ جن تان مسخريون ۽ ٺٺوليون ڪندو هو ۽ جڏهن نبي ڪريم ﷺ
جن کي ڏسندو هو تہ پنهنجون اکيون پوري ڇڏيندو هو. حضور ﷺ جن
کيس فرمايو تہ جيئن تون ڪرين ٿو ائين ٿي ويندين. هو انڌو ٿي ويو
۽ مرڻ تائين انڌو رهيو.

نبي ڪريم ﷺ جن، محلم بن حثامہ جي لاءِ بد دعا گهري هئي تہ توکي زمين جاءِ نہ ڏيندي. پوءِ جڏهن هو مري ويو تہ ٻيا ڪافرهن کي زمين ۾ دبائي آيا، مگر زمين اُن جو لاشو ڪڍي ٻاهر ڦٽو ڪيو. وري ٻئي هنڌ کيس پوري آيا؛ وري زمين سندس لاش اڇلائي ڇڏيو، اهڙيءَ طرح ڪيئي دفعا ڪافرن ڪوشش ڪئي، مگر زمين سندس لاش پاڻ ۾ دفن ڪرڻ نہ ڏنو. آخرڪار ڇا ڪيائون جو پٿرن جون ديوارون بنائي تن جي وچ ۾ لاش رکي مٿان وڏا پٿر ڏيئي بند ڪري آيا تہ بہ لاش ٻاهر پيو هو، ڪنهن بہ صورت سان زمين قبول نہ ڪيو. آخر ڪُتن ڪانگن ڪائي چٽ ڪيو.

آسي بن براءِ بن عامر راهب جي باري ۾ پاڻ سڳورن بد دعا فرمائي هئي تہ تون اڪيلو ذليل ۽ خوار ٿي مرندين. هو ائين ذليل ۽ خوار ٿي جهنگل ۾ اڪيلومئو.

## روحن کي ايصال ثواب جو مسئلو

حق تعاليٰ جل جلاله ماءُ ۽ پيءُ جي شفاعت سندن اولاد جي حق ۾ بيشڪ قبول فرمائي ٿو ۽ اولاد جي شفاعت سندن ماءُ پيءُ جي حق ۾ قبول ٿو فرمائي.

علامہ قرطبي رح فرمائي ٿو تہ مؤمن کي عمل جو ثواب غير شخص کان بہ برابر پهچي ٿو.

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ جيڪڏهن ڪو شخص وفات ڪري ويو ۽ رمضان شريف جا روزا ان جي ذمّي رهجي ويا آهن تہ ان جو ڪو عزيز يا دوست وغيره ان جي لاءِ اهي روزا رکي سگهي ٿو. رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي تہ جيڪو شخص ڪنهن ٻئي جي لاءِ حج ڪرڻ چاهي ٿو تہ پهرين پاڻ پنهنجو حج ادا ڪري، پوءِ انهيءَ شخص جي لاءِ ڪري يعني "حج بدل".

اُمّ المؤمنين حضرت بيبي عائشہ صديقہ جن فرمايو آهي تہ مون پنهنجي ڀاءُ عبدالرّحمان رضہ جي بدلي ۾ اعتڪاف ڪيو ۽ سندن طرفان هڪ غلام آزاد ڪيو.

حضرت سعد بن عباده رضہ عرض ڪيو تہ يا رسول الله صہ! منهنجي والده ماجده هن دنيا مان وفات ڪري ويئي آهي، ان جي لاءِ مان صدقو ۽ خيرات ڏيان يا نہ ڏيان. پاڻ ڪريم صہ جن فرمايو تہ بيشڪ ڏي. عرض ڪيائين تہ يا رسول الله صہ! ڪهڙو صدقو يا خيرات ڏيان، جيڪو افضل هجي. حضور صہ جن فرمايو تہ پاڻيءَ جو صدقو بہ بهتر آهي. پوءِ سعد رضہ هڪ کوهہ مٺي پاڻيءَ جو کوٽايو ۽ ان کي خدا جي راهہ ۾ هر خاص و عام جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. حضرت سعدرضہ فرمايو تہ "هٰذه الام سعد" يعني هي کوهہ سعدرضہ جي ماءُ جو آهي. جڏهن حضرت سعد رضہ جي والده صاحبہ کي پاڻيءَ جوثواب پهچي سگهي ٿو تہ ٻين ويچارن ڪهڙو گناهہ ڪيو آهي جو انهن کي نہ پهچي. حضرت عبدالله بن ابي بڪر رضہ جي ڏاڏي هڪ وڏي عمر جي ضعيفہ عورت هئي، تنهن مجت مڃي هئي تہ مسجد قبا تائين پنڌ ويندي. پر اها مجت لاهڻ کان اڳ فوت ٿي ويئي ۽ مجت پوري ڪري نہ سگهي. انهيءَ مسئلي تي حضرت ابن عباس رضہ فتويٰ ڏني تہ اها مجت لاهڻ جي لاءِ سندس بدلي ۾ سندس پٽ پنڌ ڪري مسجد قبا تائين وڃي تہ اها مجت ادا ٿي ويندي. مون کي اهو تہ ٻڌايو وڃي تہ ڇا حضرت عبدالله بن عباس رضہ کان وڌو ڪو عالم هن دور ۾ آهي، جيڪو سندن فتويٰ کي رد ڪري سگهي؟

حضرت امام عبدالله يافعي رح "روض الرياحين" جي تڪملي ۾ لکي ٿو تہ وقت جي ڪنِ نيڪ شخص شيخ عزيزالدين بن عبدالسّلام کي سندس وفات جي بعد خواب ۾ ڏٺو. فرمائي رهيو هو تہ مان دنيا ۾ اها فتويٰ ڏيندو هوس تہ قرآن پاڪ جي تلاوت جو ثواب ميّت کي نٿو پهچي، مگر هتي پهچي معلوم ٿيو تہ قرآن پاڪ پڙهي بخشڻ جو ثواب برابر پهچي ٿو. تنهن لاءِ قرآن شريف پڙهو ۽ پنهنجي ماءُ پيءُ، عزيزن دوستن وغيره جي روح کي بخش ڪريو.

اسان جي شهر ٺٽي ۽ ساري سنڌ جو مشهور اولياءَ علامہ حضرت مخدوم محمّد هاشم صاحب ٺٽوي پنهنجي ڪتاب

"بناءالاسلام" ۾ فرمائي ٿو ته جيڪڏهن ڪو مؤمن وفات ڪري وڃي ٿو ۽ اولاد يا وارث پويان ڇڏيا اٿس. اهو اولاد يا سندس وارث جيڪڏهن ان ميّت جي ايصال ثواب لاءِ خير خيرات يا صدقو ڪن ٿا يا قرآن پاڪ جا ختما پڙهي ان جي روح کي بخشين ٿا ۽ سندس حق ۾ دعائون گهرن ٿا ته انهن سڀني ڳالهين مان برابر ان ميت جي روح کي ثواب پهچي ٿو ۽ فائدو حاصل ٿئي ٿو. جنهن جي ڪري سندس قبر ۾ ڪيس خوبيون ۽ چڱايون ملن ٿيون ۽ آخرت ۾ به ڪيس درجا ملندا. ميّت کي برابر ثواب پهچي ٿو ان ۾ ڪو شڪ شبهو ڪونهي.

مخدوم صاحب رح جن ڪتاب "مواهب لدنيه" جي حوالي سان هيءُ حديث شريف بيان فرمائي آهي ته اُمت رسول الله ﷺ جن جي ۾ اها خاصيت آهي، جو گهڻا اهڙا شخص جيڪي گناهگار جي حيثيت سان وفات ڪري ويا يعني توبه ڪرڻ کان محروم رهجي ويا ۽ انهن گناهن جي بار سان وڃي قبر ۾ داخل ٿيا، مگر جنهن ڏينهن قبرن مان ٻاهر ايندا يعني قيامت واري ڏينهن، ته اهي گناهن کان پاڪ ۽ صاف هوندا هڪڙو به گناه مٿن نه هوندو. اهو انهيءَ ڪري جو سندن پوين جيڪي خير خيراتون، صدقا، فاتحا وغيره يا قرآن پاڪ جا ختما ۽ نفل پڙهي يا نفلي روزا رکي کين بخش ڪيا ۽ سندن حق ۾ دعائون ڪيون، انهن جي سبب الله تعاليٰ جي رحمت مان ڪڏهن به نا اُميد نه ٿيڻ گهرجي باقي ته مثال مشهور آهي ته جهڙي نيّت تهڙي مراد.



# باب سورهون

## نبي ڪريم صہ جن تي درود ۽ سلام

چنڊ چوڏهينءَ رات جا، تون نڪري ڪر نهار،
توڪان سونهن سپرينءَ جي، اَپر آهي اپار،
ڏس مير محمّد ڪارڻي صہ، جومُحب منو منٺار،
نڪ ڏڳهو، اکيون وڏيون، ڪاريون ڪُنڊيءَ دار،
ڀرون تہ ڀلاري جا، تيز مثل تلوار،
پيشاني تہ من پرينءَ جي، چمڪي ٿي چوڌار،
وار سنهري سهڻا، گهاٽ گهونگردار،
لب لعل، ڏند اڇا، جيئن موتي مٽيادار،
هيرا جڙيا جيئن هجن، يا چاندي چلڪيدار،
پاڪ پَسينو پرينءَ جو، خاصو خوشبودار،
جهڙا گُل گُلاب جا، يا ڪِڙيو ڪٽٺهار،
نازڪ هٿ نبيءَ جام جا، سي نوراني نِروار،
آءُ ٻانهي تنهن ٻاروچل جي، ڪميني "ڪنيار"،
سهڻن جا سردار، ڪر نظر نماڻيءَ مٿي.

فقير محمد اسماعيل ٺٽوي "خاطي"

حضرت جابر رضہ کان روايت آهي تہ ابن عطار رضہ فرمائي ٿو تہ جيڪا بہ دعا بندو پنهنجي ربّ جي درگاهہ مان گهري ٿو، تنهن جا ارڪان، پَرَ، اسباب ۽ اوقات آهن. جيڪڏهن دعا جا ارڪان صحيح آهن تہ دعا ۾ طاقت زياده ٿيندي، يعني دعا گهرڻ وقت عاجزي تضرع ۽ زاري روئڻ، خشوع ۽ خضوع جوهجڻ. جيڪڏهن دعا جا پَرَ مضبوط آهن تہ ان کي آسمان ڏانهن اڏامڻ ۽ پرواز ڪرڻ ۾ دير نہ لڳندي

جيڪڏهن دعا جا اوقات صحيح آهن ته دعا جلد مقصد کي پهچي ٿي.
دعا جا ارڪان هن طرح آهن:

دعا جو گهرندڙ سچي قلب سان نهايت عاجزي ۽ انڪساريءَ سان پاڻ تي رقّت يعني روئڻ جهڙي حالت طاري ڪري اکيون بند ڪري پوريءَ توجهه ۽ يڪسوئيءَ سان الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ رجوع ڪري ۽ ٻيا تمام خيال ۽ وسوسا پنهنجيءَ دل مان ڪڍي پوءِ دعا گهري، اهي آهن دعا جا ارڪان.

دعا جا پَک يا پَرَ هي آهن: دعا ۾ حقيقت ۽ صداقت يعني سچائيءَ جو هجڻ ۽ ٽيون آهي دعا جو وقت يعني دعا لاءِ ڪهڙو وقت هئڻ گهرجي؟ سيني کان بهتر ۽ موزون وقت نماز تهجد کان بعد پره ڦٽيءَ وارو وقت آهي. انهيءَ وقت ٻندن جي دعا فوراً قبول ٿئي ٿي. چوٿان آهن دعا جا اسباب، جن سان دعا جلد قبول ٿئي ٿي، سو آهي نبي ڪريم ﷺ جن تي درود شريف پڙهڻ. هر دعا کان پهرين ۽ دعا جي وچ ۾ ۽ دعا جي آخر ۾ درود شريف پڙهڻ سان دعا جلد قبول ٿئي ٿي.

حديث شريف ۾ حضور ﷺ جن فرمايو آهي ته هرڪا دعا آسمان جي هيٺان لٽڪي رهي ٿي، جيسيتائين رسول الله ﷺ جن تي درود، صلواة ۽ سلام نٿو پڙهيو وڃي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته جنهن دعا جي اول ۽ آخر ۾ صلواة پڙهي وڃي ٿي، سا دعا ڪڏهن به رد نٿي ٿئي.

حضرت ابو اسحاق رضه فرمائي ٿو ته جڏهن به ڪو مسلمان مسجد شريف ۾ داخل ٿئي ۽ ٻاهر اچي ته انهن ٻنهي وقتن تي ان کي لازم آهي ته درود شريف پڙهي.

حضرت علقمه رضه فرمائي ٿو ته مان جڏهن مسجد شريف ۾ داخل ٿيان ٿو ۽ ٻاهر اچان ٿو ته هيءُ درود شريف پڙهندو آهيان:
"السلام عليک يا ايّها النبي و رحمة الله و برکاته و صلي الله و ملائکته عليٰ سيدنا محمد."

حضرت عمر فاروق رضہ فرمائي ٿو تہ جڏهن اوهين مڪ معظم ۾ داخل ٿيو تہ پهرين ڪعبة الله شريف جو ست دفعا طواف ڪريو، پوءِ مقام ابراهيم عليه وٽ ٻہ رڪعتون نماز ادا ڪريو. ان ڪان پوءِ جبل صفا تي چڙهو ۽ ڪعبة الله شريف ڏانهن پنهنجو منهن ڪري تڪبير چئو ۽ الله تعاليٰ جي حمد ۽ ثناء ڪريو ۽ حضور ڪريم ﷺ جن تي صلواتون ۽ سلام پڙهو ۽ پنهنجي لاءِ دعا گهرو، پوءِ جبل مروه تي اچي ائين ڪريو، جيئن مناسڪ حج ۾ ذڪر ٿيل آهي.

حضور ﷺ جن فرمايو تہ اهڙيءَ مجلس ۾ نہ ويهو، جنهن ۾ الله پاڪ جو ذڪر ۽ ثناء ۽ نبي ڪريم ﷺ جن تي درود ۽ سلام نہ پڙهيو وڃي. اُهي ماڻهو حشر جي ميدان ۾ سخت پريشان هوندا. جن پنهنجين مجلسن ۾ خدا تعاليٰ جو ذڪر ۽ رسول الله ﷺ جن تي درود ۽ سلام نہ پڙهيو هوندو. پوءِ ان ڏينهن الله پاڪ گهُري تہ انهن تي عذاب ڪري ۽ گهُري تہ انهن کي معاف ڪري ڇڏي.

هڪڙي حديث شريف ۾ هن طرح بيان فرمايو ويو آهي تہ جنهن مجلس ۾ الله تعاليٰ جو ذڪر ۽ حضور ﷺ جن تي درود نہ پڙهيو ويو آهي تہ ان مجلس وارا قيامت جي ڏينهن جڏهن درود شريف جو اجر ۽ ثواب ڏسندا تہ بيحد ارمان ۽ افسوس ڪندا.

هڪ ٻيءَ حديث شريف ۾ حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ جنهن شخص صبح جو ڏهہ دفعا ۽ شام جو ڏهہ دفعا اسان تي درود شريف پڙهيو، قيامت ۾ اسين ان جي شفاعت ڪنداسون.

هڪ روايت ۾ آيو آهي تہ وضو نماز جي ڪنجي آهي ۽ نماز جنّت جي ڪنجي آهي. مگر وضو تيستائين ڪامل نٿو ٿئي، جيستائين وضوءَ ڪرڻ مهل حضور ﷺ جن تي درود شريف نٿو پڙهيو وڃي.

هڪ ٻي روايت ۾ آيل آهي تہ جُمعي جي خطبي ۾ درود شريف نٿو پڙهيو وڃي تہ خطبو صحيح نہ ٿيندو.

حضور ﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي تہ "ذڪر الله بخيرِ مَن ذڪرني بخير". يعني الله پاڪ ان شخص کي ڀلائيءَ سان ياد ڪري ٿو،

جيڪو اسان کي پلائيءَ سان ياد ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪو شخص ڪا ڳالهہ يا شيءِ پلجي ويو آهي تہ ان کي گهرجي تہ سڪون قلب سان ويهي درود شريف پڙهي تہ اها ڳالهہ يا اها شيءِ ڪيس ياد اچي ويندي. اهو عمل گهڻن ماڻهن آزمايو آهي.

حضرت ابن عمر رضہ جي اڳيان هڪ شخص کي ڇِڪ آئي تہ ان شخص چيو "الحمدالله والسلام عليٰ رسول الله صہ" حضرت ابن عمر رضہ فرمايو تہ مان بہ ائين ئي چوندو آهيان. رسول اڪرم صہ جن جي روضي پاڪ ۽ قبر انور جي سامهون درود ۽ سلام عرض ڪرڻ تہ نهايت ئي اعليٰ ۽ افضل آهي، ڇو جو اهو تمام اُوليٰ ۽ مقّرب مقام آهي. الله تعاليٰ ڪنهن کي نصيب فرمائي.

حضرت ابو هريره رضہ فرمائي ٿو تہ رسول اڪرم صہ جن فرمايو تہ منهنجيءَ اُمت مان جڏهن ڪو شخص مون تي درود ۽ سلام موڪلي ٿو تہ الله تعاليٰ جي فضل سان آءٌ ان کي ٻڌان ٿو ۽ آءٌ ان کي ٻڌڻ بعد سلام جو جواب ڏيان ٿو. اهو ذڪر حيات النبي صہ جن جي بيان ۾ "تاريخ مدينہ" ۽ ٻين ڪتابن ۾ آيل آهي.

حضرت ابن عساڪر رضہ کان هيءُ روايت آهي تہ "من صلّ عليّ عند قبري" يعني جيڪو شخص منهنجي قبر مبارڪ وٽ مون تي درود ۽ سلام پڙهي ٿو، ان کي مان پاڻ ٻڌان ٿو. حضور صہ جن فرمايو آهي تہ جنهن شخص جي اڳيان منهنجو ذڪر آيو ۽ مون تي درود شريف نہ پڙهيائين تہ اهڙي شخص جي منهن ۾ ڌوڙ هجي. هڪ حديث شريف ۾ آيل آهي تہ اهو شخص سڀني بخيلن کان بدترين بخيل آهي، جو منهنجو نالو ۽ ذڪر ٻڌڻ وقت درود نٿو پڙهي.

هڪ حديث شريف ۾ آيو آهي تہ جيڪو بہ ڪتاب لکندڙ شخص منهنجي ڪتاب ۾ اسان تي درود شريف لکندو تہ جيستائين ان ڪتاب ۾ اسان جو اسم مبارڪ باقي هوندو آهي، تيستائين الله تعاليٰ جا ملائڪ ان شخص جي لاءِ استغفار پڙهندا رهندا.

"اللهمّ صلي عليٰ سيدّنا ومولانا محمّدن البنيالامي و آله و اصحابه و بارڪ وسلم." (مدارج النبوة)

# درود شريف ڪهڙين جاين تي پڙهڻ گهرجي

(ڪتاب الشفا ،مواهب لدنيہ ۽ رسالو فاڪهي) جيڪي جايون ۽ وقت درود شريف جي پڙهڻ لاءِ لکن ٿا، تن مان ڪجهہ هتي لکجن ٿيون.

(۱) تهجد جي لاءِ اٿڻ وقت، (۲) وضو ڪرڻ وقت، (۳) نماز تهجد ادا ڪرڻ بعد، (۴) جمعي جي رات ۽ جمعي جي ڏينهن ۽ جمعي نماز کان پوءِ، (۵) ڪعبة الله شريف تي نگاه پوڻ جي وقت، (٦) حجر اسود کي چمڻ وقت، (۷) طواف ۽ التزام جي وقت، (۸) حج جي ڏينهن ۾ وقف ڪرڻ وقت،(۹) حضور ﷺ جن جون نشانيون مبارڪ ڏسڻ وقت، (۱۰)حضور ﷺ جن،جن جاين تي قيام ڪيو هو، انهن جاين تي، (۱۱) مسجد قبا، واديءَ بدر، جبل اُحد ۽ مسجد نبويءَ ۾ حاضريءَ جي وقت، (۱۲) روضي اطهر ۽ قبر انور جي روبرو، (۱۳) خريد و فروخت ڪرڻ وقت، (۱۴) وصيت لکڻ وقت، (۱۵) سفر جو ارادو ڪرڻ وقت، (١٦) سواريءَ تي سوار ٿيڻ وقت، (۱۷) منزل تي لهڻ وقت، (۱۸) بازار ڏانهن وڃڻ وقت، (۱۹) غفلت طاري ٿيڻ وقت، (۲۰) ڪنهن بہ دعوت ۾ حاضر ٿيڻ وقت، (۲۱) ڪا حاجت پيش اچڻ وقت، (۲۲)خوف ۽ احتياج جي وقت، (۲۳) ڪا شيءِ يا ڳالهہ ڀلجي وڃڻ وقت، (۲۴) دعوت کان فارغ ٿي نڪرڻ وقت، (۲۵) گهر کان ٻاهر نڪرڻ وقت، (٢٦) گهر ۾ داخل ٿيڻ وقت، (۲۷) ڪو ماڻهو يا جانور اگر ڀڄي وڃي تنهن وقت، (۲۸) غم جي شدت جي وقت، (۲۹) وبا، بيماريءَ يا غرق ٿيڻ کان بچاءُ ڪرڻ وقت، (۳۰) پير ۽ هٿ سمهي رهڻ وقت، (۳۱) ڪنهن ٿانوَ مان پاڻي ڀري پيئڻ وقت، (۳۲) ڪنهن ناگهاني گناه ۾ مبتلا ٿيڻ وقت تہ ان جو ڪفارو ٿي وڃي. (۳۳) ڪنهن مسلمان سان ملاقات ۽ هٿ ملائڻ وقت، (۳۴) اسلامي جلسي يا مجلس واعظ ۾ شريڪ ٿيڻ وقت، (۳۵) قرآن پاڪ جي تلاوت شروع ڪرڻ ۽ ختم ڪرڻ وقت، (٣٦) حفظ قرآن پاڪ جيءَ دعا جي وقت، (۳۷) ديني تعليم شروع ڪرڻ وقت، (۳۸) علم جي

اشاعت، واعظ، قراءت ۽ حديث شريف جي شروع ڪرڻ وقت. (۳۹) ڪا شيءِ چڱي لڳڻ وقت. (۴۰) سلام لکڻ ۽ موڪلڻ سان گڏ به درود شريف ملايو وڃي ۽ درود شريف سان گڏ سلام ملائي پڙهيو وڃي، (۴۱) الله پاڪ بنهي (درود ۽ سلام) جو حڪم فرمايو آهي. (ڪذا في المواهب).

هونئن ته حضور ﷺ جن تي هر وقت درود ۽ سلام پڙهڻ مستحب آهي، مگر خاص طرح جمعي جو ڏينهن ۽ جمعي جي رات اعليٰ ۽ افضل ترين آهي، ڇاڪاڻ جو اها رات ۽ اهو ڏينهن ساري هفتي ۾ سڀني ڏينهن ۽ راتين کان افضل ۽ اعليٰ آهي. جمعي جي ڏينهن ۽ جمعي جي رات ۾ درود ۽ سلام ڪثرت سان پڙهڻ جو حڪم ڪيترين حديثن سڳورين ۾ آيل آهي. خاص ڪري انهيءَ ڏينهن درود شريف بارگاهه نبويءَ ۾ قبول فرمايو وڃي ٿو. حديثن سڳورين ۾ درود شريف جي قبوليت جي بشارت ڏني ويئي آهي.

صحيح حديث شريف ۾ آيل آهي ته: "اڪثرو من الصلّواة عليٰ يوم الجُمعة و ليلة الجُمعة" يعني جمعي جي رات ۽ جمعي جي ڏينهن ۾ اسان تي گهڻو درود شريف پڙهو. اگرچ حضور ﷺ جن جي اُمت جي نيڪ شخصن جي طرفان هرُ وقت درود شريف حضور ﷺ جن تي موڪليو وڃي ٿو ۽ الله تعاليٰ جا سيلاني ملائڪ جيڪي ان ڪم لاءِ مقرر آهن. اهي انهيءَ ڪم لاءِ مقرر ڪيا ويا آهن ته حضور ﷺ جن جي امت مان اگر ڪو شخص ڪنهن به وقت ڪهڙي به جاءِ تي اگر درود شريف پڙهي ته اهي ملائڪ ان کي حضور ﷺ جن جي بارگاهه ۾ پيش ڪندا رهن. اهي ملائڪ صلواة ۽ سلام حضور ﷺ جي بارگاهه ۾ پهچائيندا رهن ٿا، مگر جمعي جي ڏينهن ۽ جمعي جي رات کي خاص فضيلت حاصل آهي. ڇو جو سرڪارِ ﷺ پاڻ ٻڌن ٿا.

"من افضل ايّامَکم يوم الجمعة فيه خلق آدم و فيه قبض و فيه تحفة و فيه الصّعقهُ فا اڪثروا عليٰ من الصلّواةَ فيه."

يعني: توهان جي لاءِ سڀ کان بهتر ڏينهن جمعو آهي. ان ڏينهن حضرت آدم کي پيدا ڪيو ويو ۽ ان ڏينهن انهن جو روح قبض ڪيو

ويو ۽ انهيءَ ڏينهن صور ڦوڪي ويندي ۽ انهيءَ ڏينهن قيامت ٿيندي؛ تنهن ڪري ان ڏينهن ۾ اسان تي گهڻو درود شريف پڙهو. انهيءَ ڏينهن ۾ توهان جو درود شريف اسان جي حضور ۾ پيش ڪيو وڃي ٿو. جمعي جي ڏينهن صلواة سڳوري گهڻي تعداد ۾ پڙهڻ جو تاڪيد ان لاءِ ڪيو ويو آهي، جو اهو ڏينهن قبوليت جو ڏينهن آهي. انهيءَ ڏينهن ۾ رسول الله ﷺ جن جي خوشنودي ۽ شفقت ۽ دنيا و آخرت جي ڀلائي ۽ سعادت حاصل ڪرڻ جو نادر موقعو آهي.

مواهب لدنيہ واري ابن قيم رضہ کان نقل ڪيو آهي تہ جيئن رسول الله ﷺ جن سيدّالانام آهن، تيئن جمعي جو ڏينهن سيدّالاّيام يعني ڏينهن جو سردار آهي. ان ڪري سيدّ الانام ﷺ تي درود ۽ صلواة زياده موڪلڻ ۾ خاص مناسبت رکي ٿو. پوري هفتي ۾ ٻيو ڪو اهڙو ڀلارو ڏينهن ڪونهي. امت رسول ﷺ کي جيڪي بہ دنيا ۽ آخرت جون نعمتون حاصل ٿيون آهن، سي سڀ حضور ﷺ جن جي هٿان ئي مليون آهن ۽ ملنديون رهن ٿيون، تن مان وڏي عظيم نعمت جمعي جو ڏينهن آهي.

افسوس آهي اسان جي حال تي، جو اسين پاڻ کي مسلمان ۽ رسول ﷺ جا اُمتي تہ سڏايون ٿا، مگر سندن حڪم جي مطابق ٻيون نمازون تہ نٿا پڙهون، پر جمعي جي ڏينهن بہ نماز نٿا پڙهون. آخرت ۾ بہ جنت جون تمام نعمتون ۽ درجا ۽ خالق اڪبر جو ديدار انهيءَ ڏينهن حاصل ٿيندو. آخرت ۾ ان ڏينهن جو نالو يوم المزيد آهي يعني گهڻيون نعمتون عطا ڪرڻ وارو ڏينهن. الله تعاليٰ جنتّ وارن کي ان ڏينهن ۾ مزيد نعمتون عطا فرمائيندو ۽ پنهنجو ديدار ڪين جمعي جي ڏينهن ڪرائيندو.

رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي تہ منهنجي اُمت لاءِ جمعي جو ڏينهن عيد جي مثال آهي ۽ آخرت ۾ اهو وڏيڪ گهڻين نعمتن عطا ٿيڻ جو ڏينهن آهي. حق تعاليٰ جل جلاله ان ڏينهن ۾ تمام مخلوق جون ضرورتون ۽ حاجتون پنهنجيءَ شفقت ۽ مهربانيءَ سان قبول فرمائي ٿو.

ان ڏينهن گناهن جي بخشش گهرڻ وارن بندن کي الله پاڪ سندن گناهه معاف فرمائي ڇڏيو ۽ ان جي دعا قبول فرمائي ڇڏي. اهو سيڪجهه اسان کي الله پاڪ حضور ﷺ جن جي معرفت ۽ سندن وساطت سان عطا فرمايو آهي. اسان تي اهو واجب آهي ته انهيءَ حق جي ادائيگيءَ لاءِ ان ذات سرور ڪائنات سيّد عالم ﷺ جن تي زياده کان زياده صلواة شريف ۽ سلام موڪليون ۽ سندن خوشي ۽ رضامندي حاصل ڪريون.

"اللّهم صلّي عليٰ سيّدنا محمدٍ وّ آلهِ واصحابهِ وبارڪ وسلم."

علامه اقبال رحه فرمايو ته:

هو نه يه پهول تو بُلبل کا ترنمْ بهی نه هو،
چمنِ دَهر ميں کليوں کا تبسمْ بهی نه هو.
يه نه ساقی هو تو پهر مئے بهی نه هو خُم بهی نه هو؛
بزمِ توحيد بهی دنيا ميں نه هو تُم بهی نه هو.
خيمه اَفلاک کا استاده اسی نام سے هے،
نبضِ هستی تپش آماده اسی نام سے هے.

يعني جيڪڏهن اهو گل نه هجي ها ته جيڪر بلبل جو ڳائڻ به نه هجي ها، زمين جي باغن ۾ ڪلين جو مُسڪرائڻ به نه هجي ها. اهو ساقي اگر نه پيدا ٿئي ها ته مئي خانو ئي نه هجي ها. نه الله جي وحدانيت جون کي مجلسون هجن ها نه اسين هجون ها. آسمان وارو تنبو انهيءَ مبارڪ نالي سان قائم بيٺو آهي. دنيا جي چهل پهل ۽ ڇهڇٽو ۽ رفتار انهيءَ پاڪ نالي محمّد ﷺ سان قائم آهي.

حبيبِ خدا ﷺ جن تي درود شريف پڙهڻ جون فضيلتون ۽ برڪتون ته بيشمار آهن وڏي ۾ وڏي ڳالهه اها آهي جو الله تعاليٰ پاڻ پنهنجي ڪلام قرآن پاڪ ۾ صاف صاف فرمائي ٿو ته:

"ان الله وَ ملائڪتهُ يُصلونّ عَليَ النبيّ يا ايها الذينّ آمنو صلّواعليهَ و سّلموا تسليماً."

يعني: بيشڪ الله تعاليٰ ۽ سندس ملائڪ سڳورا نبي ڪريم ﷺ جن تي صلواة ۽ سلام پڙهندا رهن ٿا. اي ايمان وارو اوهين به مٿن صلواة ۽ سلام پڙهندا رهو.

انهيءَ مان ظاهر آهي تہ الله تعاليٰ ايمان وارن کي درود شريف ۽ سلام پڙهڻ جوحڪم فرمايو ۽ اهي هميشه صلواة ۽ سلام پڙهندا پنهنجي نبي ڪريم ﷺ تي موڪليندا رهن ٿا، باقي جيڪي بي ايمان آهن، سي پاڻ بہ درود ۽ سلام نٿا پڙهن ۽ ٻين مسلمانن کي بہ درود شريف ۽ سلام پڙهڻ کان منع ڪن ٿا.

حضور ﷺ جن فرمائين ٿا تہ جيڪو منهنجو اُمتي مون تي هڪ دفعو صلواة سڳوري پڙهي ٿو تہ الله تعاليٰ ان تي ڏهہ دفعا پنهنجون رحمتون نازل فرمائي ٿو. ڪيترو نہ خوش نصيب ۽ وڏي مرتبي وارو آهي اهو اُمتي، جنهن تي خود الله تعاليٰ ڏهہ ڀيرا پنهنجون رحمتون ۽ برڪتون نازل فرمائي. انهيءَ جاءِ تي هڪ درود شريف جي بدلي ڏهہ ڀيرا رحمت نازل فرمائڻ مان ائين سمجهڻ گهرجي جيئن تہ:

"من جاء الحسنة فله عشر امثالها."

يعني: جيڪو شخص هڪ نيڪي ڪندو تہ الله پاڪ ان کي ڏهوڻون اجر عطا فرمائي ٿو.

جيئن تہ مثال مشهور آهي تہ "ڏهہ دنيا ستر آخرت" بلڪ اهو تہ مالڪ ۽ مختيار آهي ان کان بہ وڌيڪ ڏئي تہ ان کي ڪو روڪي سگهي ٿو ڇا؟ مگر جيتري قدر محبت ۽ خلوص سان حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهيو ويندو، اوتروئي الله پاڪ اجر، رحمت ۽ برڪت ۾ واڌارو فرمائيندو. انشاء الله تعاليٰ.

حضرت ابوطلحہ رضہ روايت ٿو فرمائي تہ هڪ ڏينهن اسان ڏٺو تہ حضور ﷺ جن پنهنجي گهر مبارڪ مان ٻاهر تشريف آور ٿيا تہ سندن منهن مبارڪ ۽ اکين مبارڪن مان خوشي ۽ مسرت ظاهر ٿي رهي هئي. اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ اوهان جي منهن مبارڪ تي اڄ خوشي ۽ مسرت زياده نظر اچي رهي آهي، ڇا سبب آهي؟ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ وحي جبرائيل عليه السلام الله پاڪ جي طرفان اسان وٽ حاضر ٿيو، تنهن اچي فرمايو تہ يارسول الله!

توهان کي مبارڪون هجن، الله پاڪ فرمايو آهي تہ اوهان جي اُمت مان ڪو شخص اگر هڪ ڀيرو اوهان تي درود شريف پڙهندو تہ آءٌ (ربّ) ان شخص تي ڏهہ دفعا درود ۽ سلام موڪليندس. سبحان الله و بحمده. جنهن ٻانهي تي خود الله پاڪ ڏهہ ڀيرا درود ۽ سلام موڪلي، ان جو شان ڪيڏو نہ وڏو آهي.

حضور ﷺ جن فرمايو تہ الله پاڪ فرمائي ٿو تہ جيڪو شخص اوهان مان هميشه ۽ دائمي درود شريف پڙهندو رهي ٿو تہ آءٌ (ربّ) بہ اُن وقت تائين مٿس درود ۽ سلام موڪليندو رهان ٿو، جيستائين اهو پڙهندو رهي ٿو. لهذا هر ڪنهن اُمتيءَ کي اختيار آهي ٿورو پڙهي يا زياده جيترو واپار ڪندو اوترو نفعو ڪمائيندو. بلڪ ان کان ڏهوڻون نفعو ڪمائيندو.

(ترمذيءَ) ۾ حضرت ابي ابن ڪعب رضہ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ آءٌ گهران ٿو تہ توهان تي درود شريف پڙهندو رهان . سو مان ڪيتري مقدار ۾ پڙهان. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ جيترو تون گهرين. مون عرض ڪيو تہ چوٿائي وقت. پاڻ فرمايائون تہ جيترو تون چاهين، مگر جي زياده ڪرين تہ چڱو آهي. مون عرض ڪيو تہ پلا اَڌ وقت، پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو تہ جيترو تون پڙهين سگهين، مگر اجا بہ زياده ڪرين تہ تنهنجي لاءِ پلو ۾ بهتر آهي. مون عرض ڪيو تہ تڏهن پلا دعا جي وقت جا ٽي حصا درود شريف پڙهان. حضور ﷺ جن فرمايو تہ اجا بہ زياده ڪري سگهين تہ چڱو آهي. مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ هاڻي مان پنهنجي دعا وارو سمورو وقت اوهان تي درود ۽ سلام پڙهندو رهندس. پاڻ فرمايائون تہ "اذا يکفي همَتک و يعف ذنبک" يعني: تو وڏي همت ڪئي جو پنهنجي گناهن کي معاف ڪرائي ورتو.

هڪ ٻيءَ حديث شريف ۾ بيان آيو آهي تہ جيڪو اُمتي اسان تي هڪ ڀيرو درود شريف پڙهي ٿو، الله پاڪ نہ صرف اُن تي ڏهہ رحمتون نازل فرمائي ٿو، بلڪ ان جا ڏهہ گناهہ بہ معاف ڪري ڇڏي ٿو ۽ ان

شخص جا ڏهه درجا بلند فرمائي ٿو. يعني ٻيءَ هر ڪنهن نيڪيءَ ۾ هڪ جي بدلي ڏهه آهن، ليڪن صلواة سڳوريءَ جي ڀلائي ۾ اهو واڌارو به شامل آهي.

حديث شريف ۾آيو آهي تہ جيڪو منهنجو اُمتي مون تي هيءُ درود شريف پڙهندو رهندو، ان جي شفاعت ڏينهن محشر جي اسان مٿي لازم ۽ واجب ٿي ويئي. اهو درود شريف هيءَ آهي:

"اللّهم صلّي عليٰ سيدنا محّمد وَ انزلهُ المُنزّل المقرّب و في روايته المقصد المقّرب عندڪ يوم القيامة و جبت له شفاعتي."

يعني: اي اسان جا ربّ! اسان جي سردار محمدّ مصطفيٰ ﷺ تي صلواة نازل فرمائي ۽ انهن کي مقام مقرب مٿي فائز فرمائي اهو مقام تو وٽ قيامت جي ڏينهن آهي تہ ان شخص جي شفاعت اسان تي لازم ۽ واجب ٿي ويئي.

حضرت ابن مسعود رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن منهنجي بلڪل قريب اهي اُمتي هوندا، جن اسان تي صلواة ۽ سلام پڙهيو هوندو. اُهي ڏينهن محشر جي سختيءَ ۽ خوف يا دهشت کان امن ۾ هوندا.

حضرت صديق اڪبر رضہ بيان ٿا فرمائين تہ سرورِ ڪائنات ﷺ جن تي درود ۽ سلام پڙهڻ، گناهن کي اهڙيءَ طرح ڌوئي اَن شخص کي پاڪ ڪري ٿو، جهڙيءَ طرح ٿڌو پاڻي باهہ کي اُجهائي ڇڏي ٿو. حضور ﷺ جن تي درود ۽ سلام پڙهڻ غلامن کي آزاد ڪرڻ کان بہ وڏيڪ درجو ۽ فضيلت رکي ٿو ۽ درود شريف پڙهڻ واري تي الله پاڪ جي رحمت جو نازل ٿيڻ واجب ٿي وڃي ٿو. مطلب تہ جيترو بہ وڏيڪ درود ۽ سلام حضور ﷺ جن تي پڙهيو ويندو، اوترو الله پاڪ جي رحمت ۽ فيض جو نزول زياده ٿيندو. حضور ﷺ جن تي درود ۽ سلام موڪلڻ نورِ رحمت ۽ برڪت جو موجب آهي. ان جي پڙهڻ سان خير ۽ سعادت جا دروازا کلي وڃن ٿا. جڏهن ڪو مسلمان دل جي محبت ۽

قلب جي گهرائيءَ سان ڪثرت سان درود ۽ سلام حضور ﷺ جن تي پڙهڻ پاڻ مٿي لازم ڪري ونئي ٿو ته فتح عظيم ۽ الله تعاليٰ جي معرفت ۽ عطا جو لائق ۽ حقدار بنجي وڃي ٿو.

وڏن مشائخ اوليائن فرمايو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن شخص کي ڪامل رهبر۽ مرشد هٿ نه اچي، جيڪو سلوڪ ۾ سندس تربيت ۽ رهبري ڪري سگهي ته ان کي گهرجي ته رسول الله ﷺ جن تي درود ۽ سلام پاڻ تي لازم ڪري؛ اهوئي طريقو آهي جنهن سان طالب الله‌تعاليٰ سان واصل ٿي ويندو. حضور ﷺ جن تي درود ۽ سلام پڙهڻ سندن توجهه جو اَحسن طريقو آهي ۽ انهيءَ طالب جي رهبري ۽ تربيت مرشد جي بجاءِ خود رسول الله ﷺ جن جي رحمت ۽ توجهه سان ٿيندي رهندي آهي. اهو شخص ڪماليت ۽ ولايت جو بلند مقام ۽ الله ۽ سندس حبيب ﷺ جو قرب سندن معرفت حاصل ڪندو.

## منهنجو هڪ ذاتي مشاهدو

مان هن ڪتاب جو مصنف فقير محمد اسماعيل ٺٽوي، اُن ربّ پاڪ جي ذات جو قسم کڻي بيان ڪريان ٿو. مون کي هن سچي بيان ڪرڻ مان ڪو ذاتي نالو ناموس يا پنهنجي بزرگي ظاهر ڪرڻ جو ڪوبه مقصد يا خيال ڪونهي ۽ نه آءٌ گناهگار ڪو ان لائق آهيان، مگر درود شريف جي پڙهڻ جو هڪ معجزو، جيڪو مون پنهنجين اکين سان ڏٺو ۽ ڪيترا ڏينهن ڏسندو رهيس، سو بيان ڪريان ٿو ته درود شريف جي قوت ۽ طاقت جو اندازو معلوم ٿئي.

هيءُ اڄ کان ۴۵ يا ۵۰ سال پهرين جي ڳالهه آهي، جڏهن آءٌ ڇوڪرو هوس ۽ مٺيارين جي شهر ۾ سيدن واري مدرسي ۽ مناري واري مسجد شريف ۾ اسين پڙهندا هئاسون. ماني ڪاڏو شاهن جي لنگر مان طالبن کي ملندو هو. مدرسي ۾ قرآن پاڪ جي تعليم جناب استاد صاحب حافظ نور محمد ڏيندو هو. حافظ صاحب جن تمام نيڪ طبيعت، نيڪ سيرت ڪامل بزرگ هستي هوندا هئا. هڪ ڏينهن

مون کي فرمايائون تہ "ابا، جيڪڏهن فالتو وقت ۾ رُلڻ کان ۽ راند روند ڪرڻ کان درود شريف پڙهندا رهو تہ ڪيڏو نہ وڏو ثواب مليو. الله بہ راضي ٿئي ۽ سندس حبيب ﷺ بہ راضي ٿئي." مون عرض ڪيو تہ سائين ڪهڙو درود شريف پڙهان؟ پاڻ فرمايائين تہ پهرين دعاءِ گنج العرش پڙهہ ۽ پوءِ درودِ اڪبر پڙهندو ڪر. ٻئي ڏينهن مدرسي جي وقت ختم ٿيڻ کان پوءِ مان وضو ڪري يڪدم مسجد شريف جي مناري تي هليو ويس ۽ مٿي ويهي اول صلواة سڳوري پڙهي، پوءِ دعاءِ العرش ۽ پوءِ درود اڪبر شروع ڪيم. حساب ۽ ڳاڻيٽي کان سواءِ پڙهندو رهيس، ٻن پهرن جو مانيءَ لاءِ لٿس ۽ ماني کائي نماز پڙهڻ بعد مدرسي جو ٽائيم هوندو هو، جيڪو شام جي ٥ بجي تائين هلندو هو. صبح جو فجر کان وٺي ١٠ بجي تائين پڙهندا هئاسون: ان کان پوءِ ١ بجي تائين آزاد هوندا هئاسون، انهيءَ وقت ۾ مان روزانو اهو ورد مناري مٿي ويهي ڪندو هوس. اول تہ منهنجيءَ دل ۾ حضور ﷺ جن جي بيپناهہ محبت ايترو تہ غلبو ڪيو، جو اگر ڪو شخص رسول الله ﷺ جن جو اسم مبارڪ وٺندو هو تہ ٻڌڻ شرط مان زار زار روئڻ شروع ڪري ڏيندو هوس.

آخر هڪ ڏينهن چا ٿيو، جو مان پنهنجي ورد ۾ مناري شريف جي مٿان ويٺو هوس. منهنجو منهن قبلي شريف ڏانهن هو. درود اڪبر پڙهي بہ رهيو هوس ۽ زار زار روئي بہ رهيو هوس، ڇا ڏسان تہ منهنجي سامهون آسمان تي سفيد اڇا ڪڪر ڇانئجي ويا آهن، جيڪي زمين تي لهندا اچن ٿا ۽ زمين تان ٿي آسمان ڏي وڃن پيا. ٿوري دير کان پوءِ ڪعبة الله شريف جي طرف وارا سڀ وڻ ٽڻ جبل ۽ ٻيون رڪاوٽون سڀ هٽي ويون، زمين سڌي سنئين نظر اچڻ لڳي. ڪجهہ دير بعد هڪ مناري شريف جي چوٽي نظر اچڻ لڳي، جيڪا آهستہ آهستہ وڌندي ظاهر ٿيندي ويئي، جڏهن اهو منارو شريف اڌ کان زياده نظر اچڻ لڳو تہ هڪ گنبذ شريف جي نيل نظر اچڻ لڳي، رفتہ رفتہ سائي رنگ جو هڪ عاليشان قبو صاف صفا اکين جي سامهون هو. اِهو هو مٿي

محمدّ ڪريم ﷺ جن جو پيارو مسڪن گنبذ خضريٰ. اُن وقت سارو ماحول ائين ٿي لڳو ته ڄڻ ته هينئر برسات پئي ختم ٿي آهي، هرشيءِ ڌوئجي صاف ٿي ويئي آهي ۽ فضا بلڪل صاف ۽ خوشبودار ٿي ويئي. اهو نظارو هڪ ڪلاڪ تائين هلندو رهيو. اهو خواب نه هو مگر پنهنجي هنن اکين سان:

ڪمالِ حسن از مست مظهر آعليٰ،
جَمالِ روئے زکوئے تو يا رسول الله ﷺ.

ڏينهن ڏني جو جاڳندي مان ڏسي رهيو هوس. پوءِ ته اهو نظارو روز جو معمول ٿي ويو ۽ هڪ سال تائين برابر اهو ديدار مبارڪ ٿيندو رهندو هو. پوءِ مون کي فارسي تعليم جي لاءِ والد صاحب جن حيدرآباد موڪلي ڏنو، جتي مير ڪرم علي جي مسجد ۽ مدرسي ۾ جناب مولانا مولوي حاجي گل محمد صاحب مرحوم جن فارسي جي تعليم ڏيندا هئا. حيدرآباد جي شهري ماحول ۾ مون کان اهو ورد ڇٽي ويو ۽ اهو ديدار مون بدنصيب کي ان کان پوءِ حاصل نه ٿي سگهيو. هاڻي عمر ساري پيو هاءِ هاءِ ڪريان ۽ افسوس ڪندو رهان ٿو. درود شريف اجا به ڪثرت سان پڙهندو آهيان ۽ خدا جي فضل سان الله ۽ سندس نبي ڪريم ﷺ جن جون رحمتون ۽ برڪتون شاملِ حال آهن. مگر اهو ديدار جيڪو مٿياري شريف واري مناري تان حاصل ٿيندو هو، سو نه ٿيو، هاڻي اهڙي جاءِ، اينتري فرصت ۽ اهڙو موقعو نٿو هٿ اچي.

سُتي هيءَ سُورن جي مون کي ڏني ماءُ،
مران مور نه نڪري، پرينءَ ريءَ پساهه،
برهه واري باهه، جيئن وِسايان تيئن وڌي.

فقير محمد اسماعيل ٺٽوي "خاطي"

منهنجا پائرو! اهو اٿوَ صلواة شريف جو مبارڪ معجزو، جيڪو مون گناهگار پنهنجي اکين سان مشاهدو ڪيو. افسوس ۽ صد افسوس آهي انهن مسلمانن جي حال تي، جن کي درود شريف پڙهڻ کان نفرت

آهي ۽ پاڻ تہ نتا پڙهن پر بين مؤمنن کي بہ انهيءَ پلاري کم کان روکين ٿا. هر کو شخص مرضيءَ وارو آهي، چاهي نيکي کٽي چاهي بَدي.

کيترن اوليائن ۽ مشائخن سڀني سڳورن وصيت فرمائي آهي تہ سورة قل هو الله پڙهو، تنهن کان پوءِ رسول اکرم صہ جن تي کثرت سان درود شريف ۽ سلام پڙهو؛ انهيءَ لاءِ تہ قل هوالله شريف جي سورة مبارک الله تعاليٰ جي وحدانيت جي معرفت ۾ پهچائي ٿي ۽ نبي کريم صہ جن تي درود ۽ سلام کثرت سان پڙهڻ مان اها حالت پيدا ٿيندي جو خواب ۽ جاڳڻ واريءَ حالت ۾ اُن شخص کي سندن زيارت نصيب ٿيندي رهندي. ان کي (شيخ امام علي متقي رحہ "الحکم الکبير" ۾ شيخ احمد بن موسيٰ المشورع رضہ کان نقل فرمايو آهي).

اسان جي شهر ٺٽي جي قبرستان مکليءَ جي ٽکريءَ مٿي جناب شيخ المشائخ شمس الاولياء حضرت عبدالله شاهہ (لقب) اصحابي جي درگاهہ شريف آهي، جيڪا ساريءَ سنڌ ۾ مشهور آهي. پاڻ عبدالله شاهہ اصحابيءَ جي نالي سان مشهور آهن. حالانڪ پاڻ سڳورا سيدنا و مولانا آقا و مرشدنا حضرت غوث الاعظم شيخ سيّد محي الدين عبدالقادر جيلاني رحہ جا پوٽا آهن. ظاهر آهي تہ سيدنا حضرت محي الدين عبدالقادر جيلاني، رسول اکرم صہ جن جي دنيا مان پردي ڪرڻ کان پنج سؤ سال پوءِ تولد ٿيا تہ سندن پوٽي سائين جو اصحابي بنجڻ نٿو ٿي سگهي. مگر اصل حقيقت هن طرح آهي:

حضرت عبدالله شاهہ، حضور صہ جن تي بيحساب صلواة ۽ سلام پڙهندا هئا، جنهن جي سبب کين اهو مرتبو حاصل ٿيو، جو ڪي شخص اگر ڪو مسئلو يا حديث ڪٽي وٽن پڇڻ لاءِ ايندا هئا تہ هنن مان کهڙو صحيح ۽ کهڙو غلط آهي تہ پاڻ چا ڪندا هئا جو اُنهن بنهي مختلف مسئلن کي جدا جدا پرچن تي لکي پنهنجي مُصلّي مبارک تي رکندا هئا. پوءِ بہ رکعتون نفل ادا ڪري حضور صہ جن جي روح مبارک کي ايصال ثواب پيش ڪندا هئا. تنهن بعد مراقبو ڪري ويهي

درود شريف پڙهندا هئا. ڪجهہ دير بعد ٻئي پرچيون ڪٽي ڏسندا هئا. صحيح پرچي ظاهر هوندي هئي ۽ ان ۾ رسول الله ﷺ جن جي هٿن مبارڪن جي خاص قسم جي خوشبوءِ ايندي هئي ۽ ٻيءَ پرچيءَ ۾ جيڪا غلط هوندي هئي، تنهن ۾ ڪجهہ ڪونہ هوندو هو. سندن اها حالت ۽ ڪرامت مشهور هوندي هئي. پاڻ سڳورا فقه ۽ ديني علم جا وڏا ماهر ۽ جيّد عالم بہ هئا ۽ صاحبِ ڪرامت ولي ابن ولي آهن. اڄ بہ خاص و عام سندس درگاهہ مبارڪ تان فيض ۽ برڪتون حاصل ڪندا رهن ٿا. انهيءَ ڪرامت ۽ حقيقت جي ڪري پاڻ پنهنجيءَ حياتيءَ ۾ عبدالله شاهہ اصحابيءَ جي نالي سان مشهور ٿي ويا هئا، جيڪو اڃا تائين قائم آهي.

مطلب تہ جنهن شخص نبي ڪريم ﷺ جن کي راضي ڪري ورتو، تنهن الله پاڪ کي راضي ڪيو.

ڪيترن ئي وڏن مشائخن ۽ ڪامل اوليائن فرمايو آهي تہ اگر توهان کي طريق سلوڪ ۽ حصول معرفت يا قرب الاهي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪو ڪامل ولي يا مرشد ۽ رهبر نظر اچي تہ حضور ﷺ جن تي ڪثرت سان درود ۽ سلام پڙهو، اهودرود شريف ئي توهان کي ڪامل مرشد جوڪم ڏيندو. درود شريف جي ڪثرت سان توهان جي دل ۾ هڪ نور روشن ٿيندو، جيڪواوهان کي سلوڪ جي منزلن طئي ڪرڻ ۾ رهبر ۽ وسيلو ٿيندو ۽ سڌو سنئون حضور ﷺ جن جي بارگاهہ مان فيض ۽ اعانت ۽ مدد اوهان کي حاصل ٿيندي.

وقت جو مشائخ ۽ قطب الاولياء شيخ عبدالوهاب رحہ فرمائي ٿو تہ درود شريف پڙهڻ وارو شخص، جنهن وقت "اللّهم" چوي ٿو تہ ان وقت ئي الله جي رحمت ۾ داخل ٿي وڃي ٿو.

حضرت شيخ حسن بصري رحہ فرمائي ٿو تہ بندو جڏهن "اللّهم" چوي ٿو تہ ڄڻ تہ هن الله پاڪ جي سڀني اسمن کي ياد ڪيو. جڏهن صلّي عليٰ سيدنّا محمّدِ چوي ٿو تہ ان وقت هو سيدّ عالم محمد رسول

الله صہ جن جي فضل، ڪرم ۽ سندن رحمت جي درياءَ ۾ ٽٻي هڻي ٿو؛ پوءِ ان شخص کي انهيءَ درياءَ مان مايوس ٿي نڪرڻ جو تہ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

ڪتاب مَدارج النبوة جو مصنف جناب حضرت شيخ علامہ عبدالحق محدث دهلوي رحہ فرمائي ٿو تہ مون کي منهنجي مرشد حضرت شيخ عبدالوهاب منقي رحہ جڏهن حج جي لاءِ رخصت فرمايو ٿي تہ اُن وقت ارشاد فرمايائون تہ اي عبدالحق! ياد رکج، هن سفر ۾ فرض جي ادائيگيءَ کان پوءِ جيڪو وقت توکي ملي، سو حضور صہ جن تي درود ۽ سلام پڙهڻ ۾ صرف ڪجانءِ، انهيءَ کان وڌيڪ ڪا بہ عبادت ڪونهي. مون عرض ڪيو تہ ڪيتري تعداد ۾ پڙهڻ گهرجي؟ پاڻ فرمايائون تہ بي تعداد. تعداد ۽ ڳڻڻ جو ڪو سوال ڪونهي. هر وقت پڙهو، تان جو حضور صہ جن جي رحمت ۾ رنگجي وڃو. پنهنجن مريدن کي تلقين ڪرڻ وقت فرمائيندا هئا تہ درود شريف روزانو هڪ هزار پڙهندا ڪريو. اهو مقرر ڪريو اگر اهو نہ ڪري سگهو تہ هرڪنهن نماز کان پوءِ هڪ تسبيح درود ضرور پڙهندا ڪريو تہ هر روز پنج سؤ ٿين. ان مبارڪ وظيفي جي برڪت سان توهان جي رسول صہ جن جي بارگاهہ ۾ جلد رسائي ٿيندي. سڀ کان وڏي ۾ وڏو فائدو درود شريف مان اهو حاصل ٿئي ٿو، جو قدرتي طور انهيءَ اُمتيءَ جي دل ۾ حضور صہ جن جي محبت گهر ڪري وجي ٿي، جيڪا وڏي عظيم نعمت آهي. اهو شخص آخر فنا في الرّسول ۽ فنا في الله جي اعليٰ مرتبن تي فائز ٿي اولياءَ الله بنجي وڃي ٿو ۽ سندس دعا ٻين ماڻهن جي حق ۾ بہ مقبول ۽ منظور ٿئي ٿي.

حضور صہ جن جي ڪنهن عاشق هيءُ شعر فرمايو آهي:

لوَشق عن قلبي ترىٰ في وسطه ذکرک في سطرِ والتوحيد في السطر

يعني: اي حبيب صہ اگر اوهين منهنجيءَ دل کي چيري ڏسو تہ اُن ۾ هڪ ست ۾ اوهان جوذڪر ۽ ٻيءَ ست ۾ الله پاڪ جي توحيد لکيل نظر ايندي.

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ هڪ دفعي درود شريف پڙهڻ جو ثواب ڏهہ غلام آزاد ڪرڻ ۽ ڏهن مجاهدن جي اسلامي جهاد ۾ شريڪ ٿيڻ جيترو لکن ٿا. ان مان اندازو لڳايو وڃي تہ درود شريف جي پڙهڻ جو ڪيڏو وڏو ثواب آهي.

## صلوات جي پڙهڻ مان ڪهڙا نفعا حاصل ٿين ٿا

١- موت جي وقت سڪرات ۾ آساني. ٢- قيامت جي دهشت ۽ هولناڪين کان امن. ٣- دنيا وارن جي شر ۽ تڪليفن کان نجات. ٤- رزق جي تنگيءَ کا نجات. ٥- پليل شين ۽ ڳالهين جو ياد اچڻ. ٦- بخل ۽ جفا کان بچڻ. ٧- ٻين جي بددعا ۽ پٽ کان امن. ٨- جنهن مجلس ۾ ويندو، ان ۾ خوشبوءِ جو پيدا ٿيڻ. ٩- مٿس خدا جي رحمت جي ڇانوَ جو هجڻ. ١٠- پُلصراط تان نهايت آسانيءَ سان لنگهي وڃڻ. ١١- دنيا ۾ هر شخص جي دل ۾ ان لاءِ محبت ۽ احترام جو پيدا ٿيڻ. ١٢-حضور ﷺ جن جي محبت جو سندس دل ۾ گهَر ڪرڻ. ١٣- قيامت جي ڏينهن حضور ﷺ جن جو ساڻس هٿ ملائڻ. ١٤- شيطان جي غلبي ۽ شر کان محفوظ رهڻ. ١٥- نبي ڪريم ﷺ جن جو خواب ۾ ديدارڪرڻ. ١٦- الله تعالىٰ جي ملائڪن جي ساڻس محبت ۽ مرحبا ڪرڻ. ١٧- ڪرامن ڪاتبين جو سندس صلواة سڳوريءَ کي سون جي قلم سان چانديءَ جي ڪاغذ مٿي سندس اعمال نامي ۾ لکڻ. ١٨- ملائڪن جي اُن شخص لاءِ خير جي دعا گهرڻ. ١٩- حضور ﷺ جن جو سندس سلام تي جواب ڏيڻ. ٢٠- هر وقت ۽ هر تڪليف ۾ حضور ﷺ جن جو ساڻس حامي ۽ مددگار رهڻ. ٢١- حياتيءَ ۾ حضور اڪرمﷺ جن جي روضي اطهر جو ديدار نصيب ٿيڻ.

صحيح حديث پاڪ ۾ ذڪر آيل آهي تہ جيڪو شخص نبي ڪريم ﷺ جن تي صلواة پڙهندو رهي ٿو ۽ ان کان ڪو گناهہ ٿي پيو تہ

ڪلهن وارا ملائڪ ان کي ٿن ڏينهن تائين نٿا لکن تہ ماڻ ان وچ ۾ هو توبهہ ڪري ڇڏي. اهو شخص قيامت جي ڏينهن اُج ڪان محفوظ رهندو. جنت ۾ ان کي هرقسم جو آرام ۽ راحتون ميسر هونديون. دنيا ۾ رشد و هدايت نصيب ٿيندس ۽ قيامت ۾ الله پاڪ جو ديدار نصيب ٿيندس. اهي سڀ حقيقتون امام فاڪهي رح پنهنجي ڪتاب "آداب زيارت" ۾ لکيون آهن. جذب القلوب ۽ راحت القلوب ڪتابن ۾ ان تان ورتيون ويون آهن ۽ ڪتاب مدارج النبوة جي مصنف بہ اُتان لکيون آهن ۽ هن عاجز بندي بہ ڪتاب مدارج النبوة ۽ ٻين ڪتابن تان لکيون آهي.

حضرت شيخ مجدّالدين رحہ هڪڙي حڪايت بيان فرمائي آهي تہ حضرت شبلي رحہ هڪ ڏينهن حضرت ابوبڪر مجاهد جن وٽ ويو. حضرت ابوبڪر مجاهد اُن زماني جو امام ۽ وڏو جيّد عالم هو، تنهن حضرت شبلي رحہ کي ڏٺو، سو يڪدم سندس تعظيم جي لاءِ اُٿي بيهي رهيو ۽ سندس وڏي تعظيم ۽ تڪريم ڪرڻ لڳو ۽ ڪيس ڀاڪر پائي مليو ۽ سندس پيشانيءَ کي چميائين. جيڪي ماڻهو اُتي حاضر هئا، سي حيران ٿي حضرت ابوبڪر مجاهد کي چوڻ لڳا تہ هتي بغداد جا ماڻهو تہ شبليءَ کي چريو. ديوانو ۽ هڪ ادنيٰ فقير ڪري سمجهندا آهن، تنهن جو توهان ايڏو احترام ۽ عزت افزائي ڪئي تنهنجو ڪهڙو سبب آهي؟

حضرت ابوبڪر مجاهد فرمايو تہ مون هن جي اها عزت افزائي پنهنجي طرفان ڪونہ ڪئي آهي، مگر مون خواب ۾ حضور ﷺ جن کي جيئن ڪندي ڏٺو، تيئن ڪيو اٿم. مون ڏٺو تہ جنهن وقت شبلي رحہ رسول پاڪ ﷺ جن جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿيا تہ ان کي ڏسڻ شرط پاڻ ﷺ جن اٿي بيهي رهيا ۽ ڪيس ڀاڪر پائي مليا ۽ سندس پيشانيءَ کي چميائون. تنهن تي مون حضور ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ اوهان هن شبليءَ سان هڙو سلوڪ ڪيو، اهوڇا سبب آهي؟ حضور ﷺ جن فرمايو تہ ها، شبلي هرڪنهن نماز کان پوءِ سورة

توبه جون پچاڙيءَ واريون آيتون "لقد جاء کم رسول کان وني وهُو رب العرش العظيم" تائين پڙهندو آهي، تنهن بعد ڪثرت سان اسان تي درود ۽ سلام پڙهندو آهي، جيڪو اسان کي پهچندو رهي ٿو. ان لاءِ اسان سندس احترام ڪيو.

حرم شريف ۾ جڏهن ماڻهو ميلاد شريف جي مجلس ڪندا آهن ته اها آيت پهرين تلاوت فرمائيندا آهن، تنهن کان پوءِ "ان الله و ملائکتهُ" واري آيت شريف، پوءِ دورد شريف پڙهندا آهن.

ظاهر آهي ته درود شريف پڙهڻ واري مٿي ته الله تعاليٰ جي رحمتن ۽ سندس نعمتن جي بارش ٿيندي رهي ٿي، مگر جيڪو شخص حضور ﷺ جن جو اُمتي به چوائي ۽ صلواة ۽ سلام جو منڪر به ٿئي ٿو ۽ پاڻ ته نٿو پڙهي پر ٻين کي به منع ڪري ٿو ته ان تي خدا جو عذاب ڪيئن نه نازل ٿيندو. (الله پاڪ پناه ۾ رکي).

حضرت علي ڪرم الله وجه فرمائين ٿا ته حضور ﷺ جن فرمايو ته "البخيل من ذکرت عنده يصّل عليه" يعني: اهو شخص وڏو بخيل آهي، جنهن جي سامهون اسان جو ذڪر ڪيو وڃي ۽ اسان تي درود ۽ سلام نٿو پڙهي. منهنجي محبت ۽ الله جي نعمتن جي شڪر ۾ ايترو ٿورو وقت به صرف ڪرڻ نٿو چاهي ۽ پنهنجي زبان کي منهنجي درود پڙهڻ جي ڪم ۾ نٿو آڻي. "ان البخيل ڪل البخيل" بيشڪ اهو شخص دنيا پر جي بخيلن ۾ بدترين بخيل آهي.

شيخ سعدي رحه فرمائي ٿو:

"بخيل از بود زاهد بحر و بر، بهشتي نه باشد بحکم خبر."

يعني: بخيل اگر بحر ۽ بَر ۾ عبادت کان سواءِ ڪا جاءِ خالي نه ڇڏي هجي، وڏو زاهد هجي ته به حديث شريف جي فرمان مطابق ڪڏهن به بهشت ۾ نه ويندو .

الله تعاليٰ شال اسان کي گمراهيءَ کان بچائي ۽ پناه ۾ رکي ۽ سندس پياري حبيب ﷺ جن جي محبت ۽ مٺن درود ، صلواة ۽ سلام پڙهڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين- ثم آمين.

آخر ۾ منهنجو حضور ﷺ جن جي ساري اُمت کي اهو التماس آهي تہ دوستو! گمراهن کان بچو، جيڪي ماٺهو درود شريف کان منع ڪن ٿا، انهن کي مردود سمجهو. بيشڪ اهي گمراه ۽ پليل آهن، جيڪي بين ابوجهن ۽ بي علمن کي منجهائي پاڻ سان گڏ خدا جي عذاب ۾ شريڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا الله پاڪ کين هدايت عطا فرمائي. آمين- ثم آمين.

اللّهم صلّي عليٰ سيدنآ محمّدٍ و عليٰ آله و اصحابه و بارڪ وسلم.

صدق دل سان ٿو پڙهي، ناقص اوهان جو هي غلام،
يا رسول الله ﷺ اوهان تي لک صلواتون ۽ سلام .
"خاطي" ٺٽوي

لااله الاالله محمدّالرسول الله صلّي الله عليه وسلم.
تمّت باالخير

-فقير محمد اسماعيل نقشبندي
ٺٽوي.

## حضور صلي الله عليه وسلم جن جا خط



هيءُ فرمان مبارڪ حضور ﷺ جن، عمان ملڪ جي شيخن ڏانهن روانو ڪيو هو، جنهن جو مطلب ۽ مفهوم سامهون واري صفحي تي پڙهو.

# عمان جي شيخن جي نالي لکيل خط مبارڪ جو مفهوم

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محمدالرسول الله ﷺ جي طرفان جلنديٰ جي پٽن جيفر ۽ عبد جي نالي: اُن شخص تي سلامتي هجي، جنهن هدايت جي پيروي ڪئي.

اما بعد توکي اسلام جي دعوت ڏيان ٿو. توهين اسلام قبول ڪري وٺو. ان ۾ سلامتي آهي. ظاهر هجي ته مان سڀني انسانن ڏانهن الله‌تعاليٰ جو رسول آهيان ته جيئن الله جي(نافرمان) ٻانهن کي (الله جي قهر کان) ڊيڄاريان، جيئن انڪار ڪرڻ وارن تي الله جي حجت پوري ٿي وڃي. اگر توهان ٻنهي اسلام قبول ڪري ورتو ته توهان جو ملڪ توهان وٽ ئي رهندو. اگر توهان انڪار ڪيو ته سمجهي وٺو ته توهان جي حڪومت مٽجي وڃڻ واري آهي ۽ منهنجي فوج توهان جي ميدانن ۾ داخل ٿي ويندي ۽ توهان جي ملڪن تي منهنجي نبوت روشن ٿي ويندي.








بادشاهه حبش نجاشيءَ ڏانهن موڪليل سرڪار دوعالم ﷺ جن جي فرمان مبارڪ جو عڪس. جنهن جي معنيٰ ۽ مفهوم سامهون واري صفحي تي ڏنو ويو آهه

# بادشاهہ نجاشي شاهہ حبش جي نالي لکيل خط مبارڪ جو مفهوم

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

هيءُ خط الله جي رسول محمد ﷺ جي طرفان نجاشي اصحم بادشاهہ حبش جي نالي آهي:

توکي سلامتي هجي، آئون پهريائين الله تعاليٰ جي تعريف ڪريان ٿو، جيڪو ملڪ، قدوس، سلام، مؤمن، مهيمن آهي ۽ مان ظاهر ڪريان ٿو تہ عيسيٰ پٽ مريم، جو الله جي مخلوق ۽ ان جو حڪم آهي جنهن کي مريم بتول طيبہ عفيفہ ڏانهن موڪليو ويو ۽ روح جي ڦوڪ سان سندس بطن ۾ حضرت عيسيٰ جو حمل ٽڪي ويو. اهو اهڙيءَ طرح پيدا ڪيو ويو، جيئن آدم کي پنهنجي هٿ ۽ ڦوڪ سان پيدا ڪيائين. هاڻي منهنجي دعوت هيءُ آهي تہ اُنهيءَ الله تي، جيڪو بلڪل اڪيلو ۽ لاشريڪ آهي (ان تي) ايمان آڻ ۽ هميشه ان جي فرمانبرداريءَ ۾ رهندو ڪر ۽ منهنجي تابعداري ڪر ۽ منهنجي تعليم جو سچيءَ دل سان اقرار ڪر، ڇو تہ مان الله تعاليٰ جو رسول آهيان، هن کان اڳ مان پنهنجي سوٽ جعفر کي مسلمانن جي هڪ جماعت سان گڏ توهان ڏي موڪلي چڪو آهيان، انهن کي آرام سان رهائجو. نجاشي تون تڪبر ڇڏي ڏي، ڇو جو مان توکي ۽ تنهنجي دربار کي الله ڏانهن سڏيان ٿو، ڏس مون توکي الله تعاليٰ جو حڪم پهچائي ڇڏيو ۽ توکي چڱيءَ طرح سمجهائي ڇڏيم. هاڻي مناسب آهي تہ تون منهنجي ڳالهہ ۽ منهنجي نصيحت کي مڃين وٺ. سلام ان تي جيڪو سنئين راهہ تي هلندو آهي.

الله
رسول
محمد



هرڻ جي کَل تي حضور ﷺ جن جي خط مبارڪ جو عڪس، جيڪو روم جي بادشاهه هرقل کي موڪليو ويو هو. مفهوم ۽ معنيٰ سامهون واري صفحي تي پڙهو.



# روم جي بادشاهہ هرقل قيصر ڏانهن لکيل خط مبارڪ جو مفهوم

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

محمد ﷺ جي طرفان، جيڪو الله جو ٻانهو ۽ رسول آهي. هرقل، روم جي سردار جي نالي: سلامتي آهي ان جي لاءِ جنهن هدايت جي پيروي ڪئي.

بعد ازان مان توکي اسلام جي دعوت ڏيان ٿو. اسلام قبول ڪري وٺ ته سڀني آفتن کان محفوظ رهندين ۽ الله تعاليٰ توکي ٻيڻو اجر عطا فرمائيندو. اگر تو ان ڳالهہ کان منهن ڦيرايو ۽ انڪار ڪيو ته توکي ياد رکڻ گهرجي ته تنهنجي ساري رعيت جي گمراهيءَ جو وبال بہ تنهنجي سر تي رهندو ۽ اي اهل ڪتاب جا اچو ۽ اهڙي هڪ ڳالهہ تي جمع ٿي وڃو، جو توهان جي ۽ اسان جي وچ ۾ برابر تسليم ٿيل آهي ۽ اها (ڳالهہ) هيءَ آهي ته اسين سڀئي الله تعاليٰ کانسواءِ ڪنهن جي بہ عبادت نہ ڪريون ۽ نہ ان جو ڪو شريڪ بڻايون ۽ نہ وري الله تعاليٰ کانسواءِ هڪ ٻئي کي پنهنجو رب مقرر ڪريون. اگر اهي رجوع ڪن ته چئو ته توهين شاهد رهو ته اسين مسلمان آهيون.

الله
رسول
محمد

مڪتوب نبي آخرالزمان ﷺ، جيڪو مصر جي بادشاهه مقوقص جي نالي موڪليو ويو هو. هن خط جو عڪس هي آهي، ۽ معنيٰ ۽ مفهوم سامهون واري صفحي تي پڙهو.

---

ويا سي وينجهار هيرا لعل ونذين جي،
تنهين سندا پوئيان سيهي نه لهن سار،
ڪُتين ڪُٽ لوهار تنهي سندي پيٽئين.

(شاهه لطيف رحمةالله عليه)

# مقوقص مصر بن يامن جي نالي لکيل خط مبارڪ جو مفهوم

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الله جي ٻانهي ۽ رسول محمد ﷺ جي طرفان عظيم القبط مقوقص مصر جي نالي:

سلامتي هجي اُن تي، جيڪو هدايت جي پيروي ڪري. مان توکي اسلام جي دعوت ڏيان ٿو. اگر تو ان کي قبول ڪري ورتو ته تون به سلامت رهندين ۽ الله تعاليٰ توکي ٻيڻو اجر عطا فرمائيندو ۽ جيڪڏهن تو انڪار ڪيو ته ساري اهل قبط (مصر) جي گناهن جو وبال تنهنجي سر تي هوندو. اي اهل ڪتاب، هن ڳالهه جي طرف اچو، جيڪا اسان ۽ توهان جي لاءِ برابر تسليم ٿيل آهي، اها هيءَ آهي ته اسين الله تعاليٰ کانسواءِ ڪنهن جي به عبادت نه ڪريون ۽ ڪنهن کي به ان جو شريڪ نه ڪريون ۽ نه وري ڪو انسان، ٻئي انسان سان اهڙو ورتاءُ ڪري، جو الله کي ڇڏي ان (انسان) کي پنهنجو رب بڻائي وٺي. پوءِ اگر (ان ڳالهه کان) ڪو شخص منهن ڦيرائي ڇڏيندو ته ان کي آگاهه ڪيو وڃي ٿو ته اسين هر حال ۾ هڪ الله کي مڃڻ وارا آهيون ۽ ان جي يڪتائيءَ جو عقيدو رکڻ وارا آهيون.





هيءَ فرمان مبارڪ حضور ﷺ جن، منذر بن ساويٰ شاه (حيره) ڏي روانو ڪيو هو. هن جو مقصد، مفهوم ۽ معنيٰ سامهون واري صفحي تي ڏسو.

# منذر بن ساويٰ بحرين جي گورنر ڏانهن لکيل خط مبارڪ جو مفهوم

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

محمدالرسول الله ﷺ جي طرفان، منذر بن ساويٰ جي نالي:

سلامتي هجي اُن تي، جنهن هدايت جي پيروي ڪئي. ان ڪان پوءِ هيءَ جو (مان) توکي اسلام جي دعوت ڏيان ٿو. تون اسلام قبول ڪري وٺ ته سلامت رهندين، ۽ جيڪي تنهنجي حڪمرانيءَ ۾ آهي، ان کي الله تعاليٰ تنهنجي حوالي ڪري ڇڏيندو، ۽ اهو ڄاڻي وٺ ته منهنجو دين جلدئي انهيءَ حد تائين غالب ٿي ويندو، جيستائين گهوڙا ۽ اُٺ پهچي سگهن ٿا.



## آخري دعا

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اي خداوندا خُداءِ ذوالجلال،
ذات تنهنجي پاڪ يڪتا بي مثال.
حمد جي لائق فقط هڪ ذات هو،
آسرو عاصين سندو لاتقنطّو.
تنهنجي رحمت جي نہ آهي انتها،
تنهنجي شفقت تنهنجي بخشش لافنا.
حَيُ ياقيّوم تون دائم قديم،
تون ئي اوّل تون ئي آخر تون عظيم.
تو ڪرم ڪيڏا ڪيا اي ربّ رحيم،
تو اسان ڏانهن موڪليو احمد ﷺ ڪريم.
آهي جو سڀني نبين جو امام ﷺ،
جنهن مٿي آخر رسالت ٿي تمام.
ساري دنيا ۾ سچو صادق امين ﷺ،
تا قيامت رحمت اللعالمين.
يا نبي توتي صلواتون ۽ سلام،
لَکَ ڪروڙين ٿا هجن دائم مدام.
آل ۽ اصحاب تنهنجا نيڪ نام،
تن تي رحمت ۽ صلواتون تا قيام.
يا الاهي آئون عاجز نابڪار،
مون تي آهن لطف تنهنجا لک هزار.
شڪر تنهنجو ڪين ٿئي مون کان ادا،
تون غني غفار مان پينون گدا.

آهيان نادان بيڪس علم ناهہ،
عالمن ۽ بزرگن جو خاڪ پاءِ.
تو ڪئي مون تي نوازش بي حساب،
حڪم تنهنجي سان لکيو مون هيءُ ڪتاب.
اسم جنهن جو آهي جمالِ حبيب ﷺ،
شل ڪرئين موليٰ، محمد ﷺ جي قريب.
۽ اسان جا جيڪي بزرگ ۽ وڏا،
دار فانيءَ مان بقا ڏي ويا هليا.
تن جون يارب تون خطائون معاف ڪر،
جنت الفردوس، تن جي جاءِ ڪر.
ماءُ، پيءُ، استاد، مرشد نيڪ نام،
ڏي اُنهن کي فضل سان اعليٰ مقام.
ياخدا ڪر هيءُ دعا منهنجي قبول،
رات ڏينهن ڪر تن تي رحمت جو نزول.
واسطي ۾ مصطفيٰ ۽ آل جي،
رحم ڪر، اُمت نبيءَ جي حال تي.
قوم مسلم کي خدا آباد ڪر،
هر مسلمان کي وري دل شاد ڪر.
آئون "اسماعيل" عاجز ۽ عليل،
لک گناهہ سِر تي، مگر نيڪي قليل.
وقت رخصت جو اچي يارب قريب،
فضل پنهنجي سان ڪج ڪلمون نصيب!
لا الٰه الا الله محمد الرسول الله ﷺ

[اَللّٰهم صلي عليٰ سيدنا محمد و آلہٖ اصحابہٖ و بارڪ وسلم]
فقير محمد اسماعيل نقشبندي "خاطي" نثوي

# مولود شريف

مدينـي ۾ مـنـو مـرسـل، پـلـي آيـو، پـلـي آيـو؛
اهـو نـوري نـبـي نـرمـل، پـلـي آيـو، پـلـي آيـو.
ڪَڪَر رحمت جـا ٿـيـا نـازل، بـهـاريـون ٿـيـون، ٽـڙيـا گـل ڦـل؛
ڳـائـي ٿـي بـاغ ۾ بـلـبـل، پـلـي آيـو، پـلـي آيـو.
لٿـيـون حُـورون مـلـڪ آيـا، ٿـيـا رحـمـت سـنـدا سـايـا؛
اڪـين جـي نـور ڪـان افـضـل، پـلـي آيـو، پـلـي آيـو.
سـيـئـي انـصـار خـوش آهـن، نـيـاڻـيـون راڳ ٿـيـون ڳـائـن؛
مـرحـبـا هـيءُ بـهـشـتـي گـل، پـلـي آيـو، پـلـي آيـو.
جـبـل ٿـا جـوش مـان جـهُـومـن، شـجـر ٿـا شـوق ۾ جُـهـولـن؛
هـوائـن ۾ مـچـي هـلـچـل، پـلـي آيـو، پـلـي آيـو.
آهي هر شخص خوش 'خاطي'، مـبـارڪ ٿـا ڏيـن سـاٿـي؛
اهـو ڪـامـل اهـو اڪـمـل، پـلـي آيـو، پـلـي آيـو.



فقير محمد اسماعيل "خاطي" ٽنوي

# درود و سلام

پڙهو سڀ درود و سلام محمد،
جو مشڪل ڪُشا آهي نام محمد!
پڙهي جنهن تي خالق خدا ٿو صلواتون،
وڏو آهي اعليٰ مقام محمد!
ملائڪ سدائين صلواتون پڙهن ٿا،
بنام محمد بآل محمد!
ويو عرش تي منهنجو جاني جُتيءَ سان،
حبيبِ خدا آهي شانِ محمد!
محمد جو فرمان، فرمان رب جو،
ڪلامِ خدا آ، ڪلامِ محمد!
خدايا تون جنت ۾ حُورن جي بدلي،
عطا ڪر اُجايل ڪي جامِ محمد!
ڪٿي هٿ گهُران ٿو دعا تنهنجي در تي،
بنائي تون مون ڪي غلامِ محمد!
محمد جو ثاني نہ ٿيو آ نہ ٿيندو،
ڪريان جان صدقي بجانِ محمد!
مان قربان قاصد جي قدمن تان "خاطي"،
جو آيو ڪٿي اڄ پيامِ محمد ﷺ!

# دعا سنڌ ۾

اي خدا طاقت عطا ڪر، مذهب اسلام کي،
۽ سدا قائم رکج تون، ملڪ پاڪستان کي.
تنهنجا ٻانها آهيون، تنهنجي نبيءَ جا اُمتي،
ٿا مڃيون دل ساڻ يارب، تنهنجي هر پيغام کي،
ڏي وري طاقت اسان کي، خالد و طارق سندي،
جيئن وري روشن ڪريون، تنهنجيءَ نبيءَ جي نام کي.
تون اسان جي مفلسي ۽ بيڪسي کي دور ڪر،
ڪر دفع دل مان اسان جي، شر ۽ شيطان کي.
ڪر مسلمانن ۾ قائم، حب، الفت، اتحاد،
ڪر وري روشن دلين ۾، دين ۽ ايمان کي.
تون وري اسلام کي غلبو ڪفر تي ڪر عطا،
تنهنجي نصرت سان ڪريون، مغلوب ڪفرستان کي.
ياخدا تون تنهنجي "خاطي" جون دعائون ڪر قبول،
منهنجي ڏوهن ڏي نه ڏس، پر ڏس نبيءَ جي شان کي.

تمت باالخير

فقير محمد اسماعيل "خاطي" ٺٽوي

هن ڪتاب جو نالو ئي ڪتاب جي اهميت ۽ اعليٰ مقام جو گواهه آهي. "جمال حبيب" لفظ پڙهڻ يا ڏسڻ سان حبيب ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جن جي محبت ۽ حُسن و جمال جو جلوو دلين ۾ موجزن ٿيڻ لڳي ٿو.

"جمال حبيب" (صلي الله عليه و آلهٖ وسلم) ۾ فقير محمّد اسماعيل عليه الرحمة نقشبندي ٺٽويءِ، حضور نبي ڪريم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم جن جي حسن و جمال جو وڏي لطيف انداز سان ذڪر فرمايو آهي. محبوبن ڪريمن جي ظاهري ۽ باطني وصفن کي قرآن پاڪ ۽ اڳين صحيفن جي شاهدين سان بيان ڪيو اٿن. بيان کي آسان ۽ عام فهم بنائيندي، مصنف ڪتاب کي ننڍن ننڍن بابن ۾ ورهائي، پاڻ ڪريمن جن جي حيات طيبه جون پياريون پياريون ۽ راحت افروز ڳالهيون ۽ نصيحت آموز واقعا، اهڙي محبوبانه انداز سان موتين وانگر پوريا آهن، جو روح کي راحت ڏيندڙ ۽ مَن کي موهيندڙ آهن. خاص طرح سان نئين نسل جي لاءِ ته بهترين نمونو آهن.

- سيد قمرالزمان شاهه